سبق آموز ڪهاڻين ۽ شعرن جو مجموعو

# مائڪ موتي لعل

تصنيف

غلام سڪينہ شيخ "وفا" لاڙڪاڻوي



ترتيب، تصحيح ۽ اشاعت

ڊاڪٽر حافظ عبدالغني شيخ "عادل" لاڙڪاڻوي




پنهنجي محترم ومهربان وشفيق والد بزرگوار ڊاڪٽر غلام رسول شيخ ڏانهن منسوب ٿي ڪيان، جنهن هر قدم تي منهنجي پرپور رهنمائي ڪئي ۽ منهنجي شخصيت جي خالي خانن ۾ روحاني رنگ ڀريو.

ترڪ پريس ويجهو مدوي هوٽل هيرآباد حيدرآباد

سبق آموز ڪهاڻين ۽ شعرن جو مجموعو

# ماڻڪ موتي لعل

تصنيف

غلام سڪينہ شيخ "وفا" لاڙڪاڻوي



ترتيب، تصحيح ۽ اشاعت

ڊاڪٽر حافظ عبدالغني شيخ "عادل" لاڙڪاڻوي


دفعو پهريون: مئي ١٩٩٤ع قيمت: ١٣٠ روپيہ

ملڻ جا هنڌ

١ ڊاڪٽر حافظ عبدالغني شيخ "عادل" لاڙڪاڻوي استاد شعبہ عربي سنڌ يونيورسٽي

٢ ڊاڪٽر [illegible] شيخ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو سنڌ

٣ عبدالڪريم [illegible] پرنٽنگ پريس حيدرآباد [illegible] حيدرآباد

# فهرست

# ديباچو

ماڻڪ موتي لال يا لعل ايترا دلڪش هوندا آهن جو هن ڪان اڳ به ڪن سنڌي ڪتابن تي عنوان بنجي پئي جرڪيا آهن. محترمه غلام سڪينه شيخ جي چند ڪهاڻين جو هي مجموعو منهنجي اڳيان آيو ته مون ان ۾ هڪ دردمند دل جي تڙپ ڏٺي . هڪ سماج جي ابتر حالت سڌارڻ جو جذبو ڏٺو. مصنفه ڪهاڻي جي ڪينواس تي جيڪي نقش ڪڍيا آهن انهن ۾ سندس احساسن ۽ جذبن کي واضح طور پسي سگهجي ٿو.

نه رڳو ايترو جو جذباتيت نظراچي ۽ اصلاح جو ڪو پهلو نه هجي ، نيڪيءَ جو پرچار ۽ توحيد جي تنوار به هنن ڪهاڻين ۾ موجود آهي. مثال ۾ پهرين ڪهاڻي "بسم الله جي برڪت" وٺي سگهجي ٿي.

ڪهاڻين ۾ مقصديت ئي بنيادي عنصر ٿئي ٿو. جنهن جي بناء تي ليکڪ کا ڳالهه چونڊ ڪهري ٿو . هن ڪتاب ۾ محترمه غلام سڪينه مقصديت کي اوليت ڏني آهي. ان لحاظ سان سندس محنت ۽ جذبي جو داد ڏبو.

ڪتاب جي آخر ۾ حمد، نعت، نظم ،غزل،نيڙو، قطعا ۽ نثري نظم به ڏنل آهن. خدا کيس پنهنجي ادبي ذوق کي وڌائڻ جي توفيق ڏي.(آمين)

والسلام

(ڊاڪٽر عبد الجبار جوڻيجو)

چيئرمين

سنڌي أدبي بورڊ ۽

ڊين فئڪلٽي آف آرٽس

سنڌ يونيورسٽي

ڄام شورو

مئي ۱۹۹۴ع

# پنهنجي پاران

مونکي ڪا بہ خبر ڪو نہ هئي تہ اهو لکڻ جو شوق آهستي آهستي ، ڪميءَ وانگر ننڍڙا ننڍڙا پيرڙا کڻندو منهنجي سيني شوقن کان گوءِ کڻي ويندو. ۽ نہ ئي منهنجي خواب و خيال ۾ اهو هوتہ ڪو مان ان شوق ۾ ايترو محو ٿي ويندس جو اٿندي ، ويهندي کائيندي، پيئندي ۽ گهمندي ڦرندي درجنين خيال دل ۾ ويهاري سوين تجربا ۽ مشاهدا ڪاغذ جي سيني تي سموئي ڇڏيندس.

بس اهو لکڻ جو شوق سيني ۾ هلڪي اٿندڙ چڻنگ سان شروع ٿيو ۽ باهہ بنجي ويو. ۽ پوءِ جڏهن بہ اها باهہ وڌندي ويندي آهي ۽ سندس گرم گرم ساهہ منهنجي دماغ ۾ هل چل مچائي ڇڏيندا آهن تڏهن قلم کڻي ان باهہ کي ڪجهہ ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان.

اهڙي طرح منهنجي من ۾ ڪوڙ ساريون باهيون ٻريون ۽ ٿڏيون ٿي ويون. پر جڏهن بہ باهہ ٻري اڳ کان ڪجهہ تيز ٿي ٻري.

جتي انسان جا هٿ پير انقلاب اٿڻ کان قاصرٿي ويندا آهن تہ اتي دماغ جي جنگ ڇڙي ، قلم جو سهارو ورتو ويندو آهي. بس اها ساڳي حالت مونسان بہ آهي.

پنهنجي آسپاس روز هزارين اهڙا ناسور پلجندا ڏسندي آهيان جو هنياءُ تپي تندور ٿي ويندو آهي. نيٺ تنگ ٿي ان تپش تي قلم جا ڇنڊا هڻندي آهيان. انهن ناسورن کي ختم ڪرڻ لاءِ دل ئي دل ۾ ويهي ٻهہ چانيڏي آهيان. ۽ انهن ناسورن کي ختم ڪرڻ لاءِ حيلا ڪندي آهيان.

ان اميد تي تہ. نيٺ تہ ڪڏهن پٿرن مان بہ پاڻي وهندو، ڪلراٺي زمين تي بہ گل و گلزار ٿيندي، ٻساميل ڏيئن ۾ بہ لاٽ روشن ٿيندي، مرده دلين بہ زنده ٿينديون ۽ خدا جي رحمت بہ جوش ۾ ايندي. آخر اهو ڪيس ڪيستائين ٿيندو؟؟ اهو قهر ڪيستائين ڪڙڪندو؟؟ ڪيستائين خزان رهندي؟؟ بهار ايندو ۽ ضرور ايندو......!!

هن ڪتاب ۾ هر ڏانءَ جي ٣٧ ڪهاڻين کان علاوه مناجات . نعت ، گيت، غزل، آزاد نظم، چوسٽا ۽ ٽيڙو شامل آهن. سندن موضوع . انشاءالله هر دل جي آئيني تي پنهنجا نقش ۽ نشان ڇڏيندو انهن ۾ خودغرضين ، لوڀ لالچن، حرفتن ، بي ايمانين، دوکي بازين ، ڪوڙ ، حسد، غرور تڪبر، ضد . نفرت ۽ انتقام جهڙن مذموم حرڪتن کان بچڻ سان گڏوگڏ سچار ۽ انقلابي ماڻهن جي سادگين، قربانين ايماندارين، معافين ۽ درگذرين جا اهي سبق ملندا جيڪي قارئين کي چند لمحہ سوچڻ تي ضرور مجبور ڪري ڇڏيندا.

جيئن تہ مستقبل جي معمارن لاءِ اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب نہ هجڻ جي برابر آهي. اها ڪوٽ اسان سيني لاءِ هڪ الميي جي حيثيت رکي ٿي. اها ڪوٽ ڪجهہ نہ ڪجهہ پوري ڪرڻ ۾ مان ڪيتري قدر ڪامياب ويئي آهيان ۽ ڪيتري قدر ناڪام!

ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. فيصلي ڪرڻ جا اوهين ئي مختيارآهيو.

ڪوشش انسان جو ڪم آهي ۽ منزل جنهن کي چاهي . جڏهن چاهي ، جتي چاهي ،رب العزت هڪ خوبصورت تحفي جي صورت ۾ عطا ڪندو آهي، ۽ پوءِ اها جدوجهد سان حاصل ڪيل منزل سڀ ٿڪ لاهي ڇڏيندي آهي.

ڪتاب پڙهو ۽ مونکي منهنجين ڪوتاهين کان دل جي گهرائين سان باخبر ڪيو. احسانمند رهنديس.

آخر ۾ مان محترم پروفيسر ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب جي دل جي گهراين سان شڪر گذار آهيان جنهن پنهنجيون لامتناهي مصروفيتون ترڪ ڪري ماڻڪ موتي لعل وارو مسودو نظر مان ڪڍيو ۽ ان تي ديباچو لکي ڏنو ان سان گڏوگڏ پنهنجي محترم ڀاءُ ڊاڪٽر حافظ عبد الغني شيخ "عادل" جي بہ تہ دل سان شڪر گذار آهيان جنهن ڪرمي توڙي سرديءَ ۾ منهنجي طرفان بار بار ڄامشوري وارا جبل جهاڳيا، پريس تائين پنڌ ڪري پنهنجا پير پٿون ڪيا. منهنجي مسودي جي ترتيب و تصحيح ڪئي ۽ اشاعت جو بار گران هن مهانگائي واري دور ۾ پنهنجي سر تي کنيو. شل رَبِّ پاڪ کيس اجان بہ نوازي.

غ - س - شيخ
بتاريخ ٩۴-٠۵-٢

# بسم الله جي برڪت

راڌا ۽ امبرين ننڍپڻ جون سهيليون هيون. راڌا هڪ ظالم هندوءَ جي ڌيءَ هئي. راڌا جو پيءُ سندن دوستيءَ جي خلاف هو. ان ڪري جو امبرين سان گهڻو وقت گذاريندي، راڌا تمام گهڻيون اهڙيون عادتون سکي ويئي هئي جيڪي سندن مذهب جي خلاف هيون.

راڌا جڏهن به ماني کائيندي هئي يا ڪو به ڪم شروع ڪندي هئي ته بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهڻ اصل ڪونه وساريندي هئي. انهن ئي حرڪتن جي ڪري سندس پيءُ کيس روز ماريندو ۽ طرح طرح جون تڪليفون ڏيندو هو. آخرڪار راڌا جي انهن حرڪتن جي خبر هڪ ڏينهن قبيلي جي سردار کي پئي. سردار تمام گهڻو ڪاوڙيو ۽ هڪدم راڌا جي پيءُ کي گهرائي کيس حڪم ڏنائين ته هينئر جو هينئر وڃي راڌا کي ماري ڇڏ. توکي خبر ناهي ته جيڪو پنهنجي مذهب کان منهن موڙيندو آهي ان جي لاءِ هن قبيلي سزاءِ موت تجويز ڪئي آهي. مان نٿو چاهيان ته سڀائي قبيلي جون ٻيون ڇوڪريون به راڌا وانگر ٿي وڃن. ۽ مجبوراً انهن کي به ماريو وڃي.

قبيلي جي سردار جو فيصلو پٿر تي ليڪي وانگر اٽل ۽ مضبوط هوندو هو. ڪنهن کي به جرئت نه ٿيندي هئي جو سردار جي فيصلي کي مڃڻ کان انڪار ڪري، تنهن ڪري راڌا جي پيءُ قبيلي جي فيصلي جي آڏو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

راڌا جو پيءُ جڏهن گهر آيو ته راڌا کي سڏ ڪري هڪ منڊي ڏيندي چيائين ته "هي منڊي وڃي سنڀالي رک سڀاڻي توکان وٺندس، اگر وڃائي ڇڏيئي ته ماري ڇڏيندوسانءِ." راڌا منڊي وٺي بسم الله پڙهي پنهنجي چولي جي کيسي ۾ وجهي ڇڏي. رات جي آخري پهر ۾ راڌا جو پيءُ راڌا جي ڪمري ۾ آيو ۽ آهستي آهستي هٿ وجهي راڌا جي کيسي مان منڊي ڪڍي آيو ۽ اچي گهرجي پرسان وهندڙ واهه ۾ اڇلائي ڇڏيائين. صبح جو راڌا اٿي گهرجي ڪم ڪار ۾ لڳي ويئي. چند گهڙين ڪان پوءِ راڌا کي هن دنيا مان رخصت ٿيڻو هو. هو سڀني فڪرن ۽ غمن کان دور پنهنجي ڪم ۾ مگن ٿي ويئي.

ان ڏينهن اوچتو راڌا جي پيءُ جا خاص مهمان اچي ويا. راڌا جو پيءُ هڪ وڏي مڇي وٺي آيو ۽ راڌا کي چيائين ته جلد ڪر، مڇي ماني تيار ڪري وٺ. مهمانن جي ماني آهي. راڌا بسم الله ڪري جيئن ئي مڇيءَ کي چير ڏنو ته ان جي پيٽ ۾ اها ساڳي منڊي پئي هئي. چند ساعت خاموشيءَ سان حيران نظرن سان منڊيءَ کي ڏسندي رهي، ۽ پنهنجي پيءُ جي منصوبي کي سمجهي ويئي ۽ بسم الله ڪري اها منڊي پنهنجي کيسي ۾ وجهي ڇڏي ۽ ماني تيار ڪرڻ ۾ لڳي ويئي. ماني تيار ٿي وئي ۽ مهمان به پهچي ويا. ان دعوت ۾ قبيلي جو سردار به شامل هو. ماني کائڻ کان پوءِ راڌا جي پيءُ راڌا کي سڏ ڪيو. راڌا جيئن ئي ڪمري ۾ داخل ٿي ته وڏي آواز ۾ السلام عليڪم چئي ويهي رهي. قبيلي جي سردار سان گڏ ٻيا جيڪي به ماڻهو هئا سي سڀ ڪاوڙ ۾ ڳاڙها ٿي ويا ۽ خود راڌا جو پيءُ

ڪنٽرول ڪان ٻاهر ٿي ويو ۽ رڙ ڪري چپائين تہ چوري بڪ بند ڪر، ڪٿي آهي اها منڊي جيڪا مان توکي ڏني هئي. راڌا بسم الله ڪري کيسي ۾ هٿ وجهي اها منڊي پنهنجي پيءُ جي هٿ تي رکي. راڌا جو پيءُ حيران ٿي ويو ۽ وائڙن وانگر راڌا کي ڏسي رهيو هو. هن تہ اهو ان ڪري ڪيو هو جو اگر راڌا منڊي نہ ڏني تہ مان کيس ماري ڇڏيندس ۽ راڌا سمجهندي تہ بابا مون کي منڊيءَ جي ڪري ماري ڇڏيو. اهڙي طرح سردار جو حڪم بہ بجا آڻيندس، پر سڀ ڪجهہ هن جي ابتڙ ٿيو.

اچانڪ راڌا جي پيءُ جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ پنهنجي معصوم نياڻيءَ کي ڏسي اوڇنگاريون ڏيڻ لڳو ۽ راڌا کي زور سان ڀاڪر پائي ان کي چمڻ لڳو. قبيلي جي سردار سان گڏ جيڪي بہ ماڻهو آيا هئا سي سڀ حيران وپريشان راڌا جي پيءُ کي ڏسڻ لڳا.

قبيلي جي سردار جڏهن ان ڪان سبب پڇيو تہ راڌا جي پيءُ سڄي حقيقت سردار کي روئيندي ٻڌائي. سردار ۽ اتي ويٺل سڀني ماڻهن جي واتان هڪ ئي آواز ۾ سبحان الله نڪري ويو ۽ ان ئي وقت سڀ ڪافر ڪلمو شريف پڙهي مسلمان ٿي ويا. اهڙي طرح راڌا، جيڪي گهڙين جي مهمان هئي تنهن کي هڪ نئين زندگي ملي.

## خوفِ خدا

اليڪشن ٿي رهي هئي. اسلامي حڪومت جي ڪرسي حاصل ڪرڻ لاءِ اسلامي ملڪ جا نمائندا، لکين روپيا لٽائندا پنهنجي لاءِ هو، منصب اعليٰ ۽ قابل احترام عهدو خريد ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳا. ڪوڙا دلاسا ۽ ڪوڙا واعدا ڪري معصوم عوام جي جذباتن سان کيڏندا رهيا. آخر هڪ مسلمان نمائندو سڀ کان گوءِ کڻي ويو ۽ اسلامي ملڪ جي ڪرسي خريد ڪندڙ ملڪ وقوم جو حاڪم بڻجي ويٺو.

جڏهن اهو مسلمان حاڪم، لکين روپين سان حاصل ڪيل ڪرسيءَ تي ويٺو ۽ اسلامي حڪومت جي واڳ هٿ ۾ سنڀاليائين تہ ڏاڍ ۽ ظلم جي اهڙي ڪا بہ روش نہ رهي، جيڪا هن اختيار نہ ڪئي هجي. اڪيون کڻي ائين بند ڪيائين جڻ هن ڪڏهن غريب ڏٺائي ڪونہ هيا. واعدا ائين ٽوڙيائين جڻ هن ڪڏهن ڪيائي ڪونہ هيا. رستا ائين مٽايائين جڻ ڪڏهن انهن تان گذريو ئي ڪونہ هيو.

نئين جابر حاڪم جي نانصافي بہ پنهنجو مثال پاڻ هئي. پنهنجن چمچن کي ايترو نوازيائين، ايترو نوازيائين جو ڪائي ڪاٽي ڦاٽي مٺا، پر غريبن جي ڪا پرواهہ ئي ڪونہ ڪيائين. غريب عوام ڪان، ائين دور ٿي ويو جڻ اهي ڪنهن ٻئي رياست جي رعيت هجي. حاڪم ٽيڻ ڪان اڳ مسجدن جو در ئي ڪونہ ڇڏيندو هو. حاڪم ٽيڻ ڪان پوءِ صرف ماڻهن جا وات بند ڪرڻ لاءِ جمعي جي نماز بہ تڪڙو تڪڙو پڙهي پنهنجي باڊي گارڊن سان گڏ هليو ويندو هو، جڻ خدا جي گهر جو دورو ڪرڻ آيو هجي، نماز پڙهڻ نہ.

نئون حاڪم رعاڪاريءَ ۾ ڦاسي ويو، پنهنجن گناهن ۽ ڪرتوتن کي ائين لڪائڻ لڳو، جڻ ڪو فرشتو هجي، تقريرون ائين ڪندو هو جڻ هن ڪان وڌيڪ عوام جو ڪو ٻيو همدرد پيدا ئي ڪونہ ٿيو هجي. سڄو ڏينهن سندس چمچا، ملڪ وقوم جي

خزانن کي اڏوهيءَ وانگر اندران ئي اندران فنا ڪندڙ، سندس ساراهه جا گيت ڳائي ڳائي سندس دماغ کي ستين آسمان تائين پهچائي ڇڏيو هو. ڇاجو اسلام، ڇاجو قرآن وسنت، ڇاجو عوام، ڇاجو اسلامي قانون، ڇاجو اسلامي حڪومت جو حاڪم، انهن ڳالهين جي نه هن کي پرواهه هئي ۽ نه ئي ڪيس انهن ڳالهين جو سندس چمچن ڪڏهن احساس ئي ڏياريو. اڪثر جڏهن به ملڪ ۾ مذهبي پروگرام يا سيمينار ٿيندا هيا ته صاحب ڪنهن نه ڪنهن ملڪ جي دوري تي هليو ويندو هو، ڇوجو انهن فالتو ڪمن لاءِ ڪيس وقت ڪونه هيو. هو ائين ئي مذهب، قرآن وسنت، عوام جي خبرگيريءَ ۽ پنهنجن فرضن کان بي خبر ٿيندو ويو.

حاڪم جي اها بي خبري ۽ لاپرواهي، غريب عوام جي دلين ۾ ان لاءِ ڏينهن به ڏينهن نفرت جو باعث بڻجندي ويئي. مٿان مري پيو آزار جو ڏينهن ڏٺي جو ڌاڙن، قتلن، چورين ۽ اغوائن ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ماتم مچائي ڇڏيو هو. ملڪ جي حالت بد کان بدتر ٿيندي ويئي، پر حاڪم کي پنهنجن ڪڌن ڪرتوتون کان واندڪائي ملي ته هيٺ نظر ڪري ڏسي نه. بس غريب مظلوم ۽ معصوم عوام جو ته ڏيوالو ئي نڪري ويو ۽ ڪا بي راهه نه ڏسي سندن اکيون آسمان ۾ کپجي ويندون هيون. ڇوندا آهن ته رب هر هنڌ موجود آهي. پر ائين ٿي لڳو ته بس خدا آسمان ۾ ئي مٿي موجود آهي. ڇوجو زمين تي رهندڙ مظلوم ڪيس نظر ئي نٿا اچن.

ڌرتيءَ وارا، جابر حاڪم جي رحم وڪرم تي زندگيءَ جا اذيت ناڪ لمحا گذاري رهيا هيا. زندگيءَ جا ڏتل ڏينهن ائين گذرندا رهيا.

ربيع الاول جو مبارڪ مهينو آيو. ملڪ جي چپي چپي تي ميلادن، مولودن ۽ مبارڪ جلسن جون پررونق محفلون منعقد ٿي رهيون هيون. احڪام خداوندي ۽ ارشاد نبويءَ جا واعظ ٿي رهيا هيا. ڏڪاريل ۽ ڏتڙيل عوام بارگاهه خداوندیءَ ۾ سجدن ۾ ڪري محبوبِ مصطفيٰ جا واسطا ڏيندي زاروقطار روئي روئي هي التجائون ڪيون، هي دعائون گهريون ته، ”اي خداوندا! اسان جي جابر حاڪم کي هدايت ڏي، ڪيس قرآن وسنت جي مطابق اسلامي حڪومت ڪرڻ جي توفيق عطا فرماءِ. اي رب العزت اسان جا ڏينهن ڦير. اسان کي به برابريءَ سان جيئڻ جو حق عطا فرماءِ. اي رب العزت اسان جي حال تي رحم فرماءِ، ڇوجو تون ئي اسان جو مالڪ ۽ خالق آهين. اسان بيشڪ تنهنجي در تي ئي اچڻ وارا آهيون. پنهنجي محبوب جي صدقي، اسان جي اذيت جا ڏينهن هاڻي ٿورا ڪر. اسان تي رحم فرماءِ، رحم فرماءِ.

نيٺ نيري آڪاش تي رحمت جا بادل پڪڙجي ويا. ۽ ابرِ رحمت وسي پيا ۽ خدا جي رحمت جوش ۾ آئي. جڏهن عوام کي اها خبر پئي ته هن پيري ملڪ جو حاڪم خود سيرت النبي ڪانفرنس جي صدارت ڪري رهيو آهي ته سندن خوشيءَ جي ڪا انتها نه رهي ۽ خوشيءَ جا ڳوڙها سندن جهوليءَ ۾ اچي ڪريا.

سيرت النبي ڪانفرنس شروع ٿي چڪي هئي. ملڪ جا سيئي علم، فاضل، حافظ، عاقل، دانشور ۽ غريب عوام ڪانفرنس جي زينت هيا ۽ ملڪ جو حاڪم سندن وچ ۾ ويٺو هو. ائين پئي لڳو جڻ ڪليل اکين سان ڪو خواب ڏسي رهيا هجن ۽ هڪٻئي کي بار بار هٿ لاهي ان خوبصورت خواب جي حقيقت کي محسوس ڪندي سندن چپن تي

مرڪ چائنجي ٿي ويئي.

هال ۾ مڪمل خاموشي ڇانيل هئي. ذڪرِ الاهي، الاهيءَ جي حبيب، حبيب جي خليفن ۽ خليفن جي پيارن جو ذڪر ٿي رهيو هو. اکيون اشڪبار هيون. چوجو اسلامي حڪومت جي حاڪمن ۽ غريب عوام جي وچ ۾ قائم ٿيل رشتن ۽ روين جو ذڪر ٿي رهيو هو. الله جي پيارن، حبيب جي يارن جي حڪومت ڪرڻ جي طريقن جو ذڪر ٿي رهيو هو. سوين اکين مان خاموش ڳوڙها وهندا ويا ۽ دامنن ۾ جذب ٿيندا رهيا. هر عالم، واري واري سان پنهنجي تقرير ڪرڻ لڳو.

پهرئين عالم پنهنجي تقرير ۾ چيو،

"پاڻ سڳورا هر ڏک سک ۾ پنهنجي امت سان گڏ هئا. جنگ هجي يا امن ڪڏهن به انهن کان پاڻ کي الڳ نه رکيو. ايستائين جو جنگ خندق ۾ عام ماڻهن وانگر بک کان بچڻ لاءِ پيٽ مبارڪ سان به پٿر ٻڌي خندق کوٽڻ جو ڪم پنهنجن هٿن مبارڪ سان ڪيو. ۽ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته اسلامي حڪومت جو امير سڀني جو خادم هوندو آهي."

ٻئي عالم پنهنجي تقرير ۾ چيو،

جڏهن حضرت ابوبڪر صديق کي خليفو بنايو ويو ته ٻئي ڏينهن مسجد نبويءَ ۾ عام بيعت کان پوءِ، پاڻ هيءَ تقرير ڪيِئن ته "مان توهان جو امير بنايو ويو آهيان. حالانڪ مان توهان جي جماعت مان سڀ کان بهتر نه آهيان، اگر مان سٺو ڪم ڪيان ته منهنجي اطاعت ڪجو. اگر مان ڪو غلط ڪم ڪيان ته مون کي سڌو رستو ڏيکارجو. سچائي هڪ امانت آهي ۽ ڪوڙ خيانت آهي. سچي ڳالهه چوڻ بهتر آهي ۽ سٺن مشورن کي ڇاٽيندي پيش نه ڪرڻ گناهه آهي. منهنجي نظر ۾ سڀ برابر آهن. مان سڀني سان انصاف رکڻ جو خواهشمند آهيان. توهان مان ضعيف منهنجي ويجهو طاقتور آهي ايستائين جو مان انهن جو حق ٻين کان نه ڏياريان ۽ توهان مان طاقتور منهنجي ويجهو ضعيف آهي ايستائين جو مان انهن کان ٻين جا حق حاصل نه ڪيان. ياد رکوا جيڪا قوم جهاد في سبيل الله کان منهن موڙي ٿي خدا ان کي ذليل وخوار ڪندو آهي ۽ جنهن قوم ۾ بدڪاري ڦهلجي ٿي خدا ان کي مصيبت ۾ مبتلا ڪندو آهي. مون کي توهان جي مشورن ۽ تعاون جي ضرورت آهي. جيستائين مان خدا ۽ ان جي رسول جي ٻڌايل رستي تي هلان توهان منهنجي ڳالهه مڃجو ۽ اطاعت ڪجو ۽ اگر مان غفلت ڪيان ته توهان تي منهنجي اطاعت واجب ناهي."

ٽيئن عالم پنهنجي تقرير ۾ چيو،

"جڏهن حضرت عمر فاروق کي خليفو چونڊيو ويو ته هن پنهنجي پهرئين خطبي ۾ چيو ته، "عرب جا ماڻهو باغي اٺ وانگر آهن، جنهن کي هلائڻ لاءِ هڪ شتربان جي ضرورت آهي. هاڻي اهو شتربان جو ڪم آهي ته هو اٺ کي سڌي رستي تي وٺي وڃي يا غلط رستي تي. مان خدا جو قسم کڻي ٿو چوان ته مان اوهان کي سڌي رستي تي هلائيندس."

چوٿين عالم پنهنجي تقرير ۾ حضرت عثمان رضه جي ڪردار تي روشني وجهندي چيو،

"هڪ دفعي حضرت عثمان رضه پنهنجي غلام سان ڪنهن ڳالهه تي ڪاوڙجي سندس ڪن کي زور سان مروڙيو. پر هڪ دم روزِ جزا جو ڪين خوف ٿيو. ان ئي وقت

غلام کي چيائون تہ پنهنجو بدلو وٺ. غلام سندن زور پرڻ تي ڪن کي پڪڙيو، پر وري ڪيس مجبور ڪيائون تہ ائين ئي مروڙ جيئن مان تنهنجو ڪن مروڙيو هو. ڇوجو دنيا جو قصاص آخرت جي بدلي کان وڌيڪ آسان آهي."

پنجين عالم حضرت عليءَ رضہ جي ڪردار تي روشني وجهندي چيو،

"جڏهن حضرت عثمان جي شهادت کان پوءِ ماڻهن جو ميڙ حضرت عليءَ رضہ وٽ خلافت سنڀالڻ لاءِ پهتو تہ پاڻ اهو بارِ عظيم کڻڻ کان انڪار ڪيُن ۽ چيُن تہ "مون کي امير بڻجڻ کان وزير بڻجڻ وڌيڪ پسند آهي. توهان جنهن کي خليفو چونڊيندؤ مان ان جي اطاعت ڪندس." پر آخرڪار ماڻهن جي بيحد اصرار تي صرف ملت اسلاميہ کي بچائڻ خاطر مجبوراً خلافت جو بار کڻڻ لاءِ آماده ٿيا ۽ پنهنجي پهرئين خطبي ۾ فرمايو تہ "مان توهان جي زور پرڻ تي توهان جو امير ٿيو آهيان، پر ڪنهن بہ وقت توهان مون کان ڪنهن بهتر ماڻهوءَ کي خليفو بنائڻ چاهيندو تہ مان پنهنجي عهدي تان الڳ ٿي ويندس."

ڇهين عالم چيو تہ

جڏهن عمر بن عبدالعزيز کي خليفو بنايو ويو ۽ بيعت وٺڻ کان پوءِ جڏهن گهر آيو تہ ڏاڙهي ڳوڙهن سان پريل هئي، زال گهبرائجي ڪائنس پڇيو، خيريت تہ آهي!! خيريت ڪٿي، منهنجي ڳچيءَ ۾ امت محمديءَ جو بار وڌو ويو آهي. اگهاڙن، بکين، مظلومن، مسافرن، قيدين، پارن، پوڙهن، معذورن، غلامن، مطلب تہ دنيا جو بوجهہ منهنجي مٿي تي اچي پيو آهي. مان ڊڄان ٿو تہ ڪٿي قيامت جي ڏينهن مون کان پڇا ٿئي ۽ مان جواب نہ ڏيئي سگهان، ان ڪري پيو ٿو روئان. هاڻي بنا ڪنهن مطالبي جي مون تي ملت اسلاميہ جي هر فرد جو حق آهي."

"الله الله اهو هو اسلامي خليفن جو ڪردار."

عالم تقرير جي آخر ۾ هيءَ حديث ٻڌائي،

"جيڪو حاڪم پنهنجي رعيت ۽ عوام سان دوکو ڪري، ان تي جنت حرام ڪئي ويئي آهي."

بس عالم جو ايترو چوڻ هيو ۽ ملڪ جي حاڪم کي سڄي بدن ۾ ڏڪڻي وٺي ويئي، چهرو لال انار، اکيون ڦوٽارجي ويس ۽ وار اڀا ٿي ويس. ٻنهي هٿن سان دل کي پڪڙي زور زور سان رڙيون ڪندو ڪرسيءَ صدارت تان هيٺ ڪري پيو. سڄي هال ۾ ڊڪ ڊوڙ شروع ٿي ويئي، ڪانفرنس کي برخواست ڪيو ويو. ايمبولينس سيڪنڊن ۾ ملڪ جي حاڪم کي هاسپيٽل کڻي ويئي. ڪيس وي- آءِ- پي روم ۾ ايڊمٽ ڪيو ويو. سڄو عملو ترتلي ۾ هيو. نيٺ خدا خدا ڪري ملڪ جي حاڪم کي هوش آيو ۽ چرين وانگر رڙيون ڪندو بس اهو چوندو رهيو،

"مان حڪومت ڪرڻ جي لائق ناهيان. نہ- نہ- مان اسلامي حڪومت جو حاڪم ٿيڻ جي لائق ناهيان. مان تہ اسلامي خليفن جي جتيءَ جي دز تائين بہ نٿو پهچي سگهان. خدايا مون کي معاف ڪر، معاف ڪر مون کي، اي رب العزت! مان سيني جو گنهگار آهيان. مان سيني جو ڏوهي آهيان. بيشڪ اسلامي حڪومت جو حاڪم ٿيڻ هڪ عظيم بار آهي. وڏو جواب طلب ڪم آهي ۽ مان چند ٽڪن جي عيوض اهو ايڏو وڏو بار پنهنجي ڪلهن تي بنا ادائگيءَ جي کنيو ۽ پنهنجي لاءِ خود عذابِ جهنم خريد ڪيم. اي الله!

تنهنجي پيارن ۽ نيڪ بندن جي پنيان ڪرسي پاڻ ڦرندي آهي ۽ مان - مان- مان ڪرسيءَ جي پنيان ڦرندو رهيس. ڊوڙندو رهيس. ها- ها- مان معافيءَ جي لائق ناهيان، مان سڀني جو ڏوهي ۽ جوابي آهيان، مان تنهنجي عدالت ۾ پيش پوڻ لاءِ اچي رهيو آهيان ۽ جيڪا سزا ڏيندين مان ڀڳتڻ لاءِ تيار آهيان. مان اچان ٿو- اچان- ٿو ۽ اسلامي حڪومت جي جابر حاڪم جو ائين رڙيون ڪندي ساهه نڪري ويو ۽ خدا جو اهو انصاف ڏسي سڄي عوام جا مٿا سجدي ۾ ڪري پيا ۽ سندن اکيون آليون هيون ڇوجو هنن پنهنجي حاڪم جو موت نه بلڪ هدايت گهري هئي.

"پر رب جنهن کي چاهي هدايت جي مهلت ڏي، جنهن کي چاهي ندامت جو موت ڏي."




اهو منهنجو زور جو معمول هو. مان روزانو اتان لڳهندي هيس. اخبار پڙهڻ جو مون کي ڪو شوق ڪونه هو. ڪو زمانو هو، جو مان اخبار پڙهڻ سان گڏوگڏ ياد به ڪندي هيس. ڪا به خبر ڪوبه پڇڻ چاهيندو هو ته مان ٻر زبان اخبار جي سڄي خبر ڪيس ياد ٻڌائيندي هيس ۽ اهو به ٻڌائيندي هيس ته اها خبر ڪهڙي صفحي ۽ ڪلم، نمبر ۽ گهٽن سٽن تي مشتمل آهي پر اڄ ڪلهه مان اخبارون پڙهڻ ڇڏي ڏنيون آهن. ان ڪري جو اخبارات ۾ سواءِ ڌاڙن، چورين، خونن، جنگين، اغوائن، زنائن، معصوم يتيمن جي آهن، بيواهن جي اپ ڏاريندڙ سيني تي ماتم ڪندڙ دانهن، ٻمن جي ڌماڪن ۾ پکڙيل لاشن جي سياتيل ساهن کان سواءِ ٻيو رکيو به ڇا آهي. اهڙي قسم جون خبرون پڙهڻ کان پوءِ ازخود نظرون آسمان ۾ الاهي طاقت کي جوش ڏيارڻ لاءِ کڃي وينديون آهن. اف خدايا! اها قيامت نه ته ٻيو ڇا آهي ڇا قيامت اچان ڪا ٻي آهي، ۽ بس پوءِ قيامت تان اعتبار ختم ٿي ٿو وڃي. ان ڪري مان اخبار نه پڙهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اڄ تائين ان فيصلي تي قائم آهيان.

پر مان اخبار روزانو وٺندي آهيان. جيئن وٺندي آهيان تيئن ئي رکي ڇڏيندي آهيان ١٤-١٣ سالن جو ننڍڙو ۽ معصوم وجود جڏهن منهنجي گاڏيءَ جي اڳيان هٿ ۾ اخبارن جو بنڊل کڻي، اڄ جي تازه اخبار ڪاوش، خادم وطن، سنڌو، عبرت، آفتاب جون صدائون هڻندو شيشي ۾ منهن وجهي، گاڏيءَ اندر جهاتي پائي، اخبار وارو هٿ اندر ڪري مون ڏانهن اخبار وڌائيندو آهي ته مان هن جي ان جرئت تي حيران ٿيڻ جي بجاءِ خوش ٿي پرس مان پئسا ڪڍي سندس هٿ تي رکندي آهيان ۽ پئسا وٺي سندس چهري تي مرڪ ڇائنجي ويندي آهي. بس اها مرڪ ڏسڻ لاءِ مان روزانو اخبار وٺڻ لاءِ بابوءَ جي اڳيان وڃي گاڏي بيهاريندي آهيان.

هن منهنجي پڇڻ تي ٻڌايو ته هن جو نالو بابو آهي. دنيا ۾ هن جو ڪوبه ڪونهي، ٻه درجا پاس ڪيائين ته مامون مري ويس، جيڪو سندس والدين جي موت کان پوءِ واحد سهارو هو. ماميءَ جي چوڻ تي اخبارن ڪيس پاڻ وٽ بيهاريو هو. روزانو

جيڪي ٻه چار روپيا ٿيندا آهن سي آڻي ماميءَ جي تريءَ تي رکندو هو. مامي به پاڙي وارن جي گهرن ۾ ڪم ڪندي هئي. بس ائين ئي سندس زندگيءَ جو گاڏو گهلجندو هيو.

بابو شڪل وصورت ۾ ڪنهن امير جو ٻار لڳندو هو، چهرو ايڏو ته حسين جو بيان کان ٻاهر. رنگ اڇو کير جهڙو، وڏيون وڏيون اکيون سندس حسن جو راز هيون. مان اڪثر ڏسي سوچيندي هيس ته پڪ بابو ڪنهن امير خاندان جو چشم وچراغ آهي. هن جي چهري تي غربت واري ڪابه ڳالهه ڪونه هئي. مان کيس هميشه مرڪندو ڏسندي هيس، هميشه خوش ۽ مطمئن. ڪڏهن ڪڏهن وهنجي سنا ڌوتل ڪپڙا پائيندو هو ته بلڪل شهزادو لڳندو هو.

آهستي آهستي بابو منهنجي ڪمزوري بڻجندو ويو ۽ مان بابوءَ کان سواءِ پاڻ کي نامڪمل سمجهڻ لڳيس. جيستائين بابوءَ کي نه ڏسندي هيس ته مون کي آرام ئي ڪونه ايندو هو. بابو منهنجي اکين جو ٺار ۽ دل جو سڪون بڻجندو ويو شايد ان ڪري جو مان بي اولاد هيس. شاديءَ کي ڪجهه عرصو گذري ويو پر اولاد جي نعمت کان محروم هيس. رب جو ڏنل سڀ ڪجهه هو. ڪهڙي نعمت هئي جيڪا مون کي حاصل نه هئي. سواءِ اولاد جي، بابو کي ڏسندي ئي منهنجي اندر جي ممتا جاڳي پئي. اها حقيقت هئي جو خاندان جي ڪنهن به ٻار کي ڏسي دل ۾ ڇڪ محسوس نه ٿيندي هئي ۽ بابو کي ڏسندي ئي مان پنهنجي وس ۾ نه رهندي هيس. ان جو سبب شايد بابوءَ جي معصوميت ۽ خوبصورتي هو.

جيئن جيئن ڏينهن گذرندا رهيا. تيئن تيئن بابو منهنجي وڌيڪ ويجهو ايندو ويو. ساهه جي رڳن کان به وڌيڪ ويجهو.

هڪ ڏينهن همت ڪري بابو کي پاڻ کان وٺي گاڏي جي سيٽ تي اندر ويهاريم، پهريائين اخبار ورتي مانس. پاڪر پاڻي پيار وچان سندس وارن کي آڱرين ڦيرائي ڪائنس پڇيم.

بابو، تون مون سان گڏ هلندين؟؟ مون سان گڏ رهندين؟؟ منهنجي گهر هلي، بلڪل منهنجي پنهنجي اولاد وانگر، مان توکي ايڏو پيار ڏيندس ايڏو پيار جو تنهنجي تصور کان به وڌيڪ. بابو، مون وٽ دنيا جي هر نعمت آهي سواءِ اولاد جي. جڏهن کان توکي ڏٺو اٿم ته منهنجي اندر جي ممتا جاڳي پئي آهي. (بابو بنا ڪنهن تاثر جي ٻڌي رهيو هو) هاڻي مان توکان سواءِ نٿي رهي سگهان. ٻڌاءِ بابو، تون مون سان گڏ هلندين، مان توکي ماءُ جو اهو پيار ڏيندس، جيڪو توکان ننڍپڻ ۾ کسيو ويو هو. مان تنهنجي هر زخم تي مرهم رکندس. مان! مان، بابو! مان تنهنجي قدمن تي دنيا جي هر آسائش رکندس، چؤ تون مون سان هلندين؟ ڏس بابو انڪار نه ڪجان، مان وڏي اميد سان آئي آهيان، ڏس مون کي مايوس نه ڪجان ها چؤ بابو، ها چؤ.

بابو بيزاري وچان پاسو بدلائيندي چيو.

نه بيگم صاحبه، مان هڪ دفعو ٻيهر پنهنجي سچائپ ختم ڪرڻ نٿو چاهيان. هڪ دفعو اڳ به مون کي ننڍپڻ ۾ هڪ اوهان وانگر، امير بيگم صاحبه منهنجي ماءُ جي مرڻ کان پوءِ ماميءَ کان مون کي زوري وٺي ويئي هئي ۽ مان پنهنجي زندگي جا ٻه حسين سال هن سان گڏ گذاريا. مان هن کان سواءِ هوءَ مون کان سواءِ هڪ پل به رهي ڪونه

سگھندي هئي. ها بيگم صاحبہ اسان پنهي جو هڪ پٽي ۾ ساهہ هيو. مان ممتا جي محبت جو ماريل هيس ۽ هوءَ اولاد جي محبت جي سڪايل هئي. پنهي کي هڪ پٽي جي ضرورت هئي. پوءِ ڇا ٿيو!! ٻن سالن کان پوءِ هن کي الله سائين اولاد جي نعمت سان نوازيو ۽ منهنجي تقدير ڦيرو کاڌو. جيئن جيئن ڏينهن گذرندا رهيا، مان ممتا جي گود جي گرميءَ کان محروم ٿيندو ويس. پنهنجي اولاد وري بہ پنهنجي اولاد هوندي آهي بيگم صاحبہ، آخر مان تہ پراڻو ٻار هيس. ڪيستائين آخر مون کي ڪو حقيقي محبت ڏيئي ٿي سگهيو. نيٺ هڪ ڏينهن اهو ٿيو جنهن جو مون کي ڊپ هيو. ها بيگم صاحبہ مان هن گهر مان ڌڪا ڏيئي ڪڍيو ويس. جنهن گهر ۾ ڪجهہ ڏينهن اڳ شهزادن وانگر رهندو هيس. جتي منهنجي خوشين جو خيال ساهن کان بہ وڌيڪ ڪيو ويندو هو. پر ان وقت منهنجن وهندڙن ڳوڙهن کي ڪنهن بہ نہ اگهيو، جيڪي پنهنجي بربادي‌ءَ جو ماتم ڪري رهيا هئا. ها بيگم صاحبہ، مان هن گهر مان نڪري آيس ۽ مون کي ڪنهن بہ نہ روڪيو. ڇو جو هاڻي منهنجي ڪبہ ضرورت ڪونہ هئي. ها بيگم صاحبہ انهن کي واقعي منهنجي ضرورت نہ رهي. مون کي اهي عارضي زندگيءَ جون عارضي خوشيون نہ کپن. ڇو جو اوهان امير ماڻهو چند ڏينهن جون خوشيون ڏيئي غريبن جي جذبات سان کيڏي پوءِ ڌڪاري ڇڏيندا آهيو. جڏهن اوهان کي الله پنهنجي اولاد سان نوازيندو آهي تہ پوءِ اوهان جي اندر جي اصلي ممتا جاڳي پوندي آهي. ۽ پوءِ اوهان اهو نہ سوچيندا آهيو تہ اوهان جي ان رويي سان اسان غريبن جي زندگي تباهہ ٿي ويندي. ۽ اسان جي اندر جو انسان ٽڪرا ٽڪرا ٿي پور پور ٿي پنهجي هستي وڃائي ويهندو...!! اسان جي شخصيت اسان جي لاءِ ٿي اجنبي ٿي پوندي...!! ۽ اسان پنهنجو پاڻ کي ٿي منهن ڏيکارڻ جي قابل نہ رهنداسين زنده وجود هوندي بہ لاش ٿي پونداسين.

خدا جي واسطي (بابو هٿ ٻڌندي چيو) بيگم صاحبہ! اسان کان اسان جي هيءَ غربت واري شناخت نہ کسيو. اسان غريب ائين ئي خوش آهيون. تمام گهڻو خوش. اسان کي غربت واريءَ خوشيءَ ۾ ئي رهڻ ڏيو، جيڪي اصلي ۽ سچيون ڪڏهن نہ کسجڻ جهڙيون آهن. اسان کي اميرن وانگر هٿرادو خوشيون نہ کپن، نقلي ۽ ڪوڙيون، پل ۾ کسجڻ جهڙيون، جن جي ڪابہ گارنٽي نہ هجي. اسان ڇا ڄاڻيون انهن خوشين مان اسان ائين ئي چڱا آهيون، خوش آهيون. هزار ڀيرا خوش. مون کي افسوس آهي بيگم صاحبہ مان اوهان جي خواهش پوري ڪري هڪ دفعو ٻيهر پنهنجي شناخت وڃائڻ نٿو چاهيان.

بابو پروقار طريقي سان گاڏيءَ جو دروازو کوليو ۽ مون کي خدا حافظ چئي اڳيان وڌي ويو. بابو جي ڪابہ ڳالهہ مون کي ڪوڙي نہ لڳي هن لفظ بہ لفظ سچ چيو.

اڄ جي تازي اخبار ڪاوش، سنڌو، خادم وطن، عبرت، آفتاب، بابو مختلف آواز ڏيندو هر ايندڙ ويندڙ گاڏيءَ جي طرف ڊوڙندو رهيو.

هن جي چال ۾ وقار هو. هن جي آواز ۾ اعتماد هو، هن جي چهري تي خوشيءَ جي مرڪ هئي. بابوءَ تي آخري نظر وجهندي ئي منهنجي اکين ۾ بيٺل ڳوڙها ڳلن تان نيسارا ڪندا منهنجي خالي جهوليءَ ۾ جذب ٿي ويا ۽ منهنجو ڪنڌ شرم کان جهڪي ويو.

# جواب ڏيو

امان او امان! او منهنجي منڙي جيجل ڪٿي آهين؟ منظور گهر ۾ داخل ٿيندي ئي خوشيءَ وچان رڙيون ڪرڻ لڳو. ماڻس بورچيخاني مان تڪڙا تڪڙا قدم ڪڍي نڪري آئي ۽ پنهنجي لعل جي هٿ ۾ خوبصورت ٽرافي ڏسي خوشيءَ وچان ڪٿي ڇاتيءَ سان لاتائينس. ڪيس خبر هئي ته اڄ سندس نتيجو نڪرڻو هو ۽ پڪ پهريون نمبر آيو آهي. تڏهن ته سڄو گهر ڪٺي مٿي تي ڪنيو اٿئين. خدا جا لک شڪرانا هي سڀ رب جون مهربانيون آهن. ماڻس سندس پيشانيءَ تي چمي ڏيندي چيو.

امان: جڏهن سائينءَ رزلٽ پئي پڙهائي ته سيني چوڪرن چيو سائين، پهريون نمبر ته منظور ئي آيو هوندو. سائين ڪلندي چيو، توهان ۾ افعال هجن ته پهريون نمبر ڪٺو نه- منظور ماءُ کي ڪلندي ۽ خوش ٿيندي چيو. پر امان! سيٺ سليم جو پٽ آهي نه نعيم، ان جو منهن اڄ به لٿل هو هميشه وانگر، سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي ته هو مون سان ايڏو ساڙ ڇو ٿو ڪري، سيني چوڪرن مون کي مبارڪون ڏنيون، پر نعيم ڪاوڙ مان نهاري ڪلاس ڪان ٻاهر نڪري ويو. امان، نعيم کي ائين نه ڪرڻ کپندو هو. منظور اداس ٿي ويو.

پر پٽ، ائين ڪاوڙجڻ ۽ ساڙ وحسد ڪرڻ ۾ هٿ ڇا ايندس، محنت سان اگر هو به پڙهندو ته ڪاميابي سندس به قدم چمندي. نعيم کو پار ته ڪونهي سڀ سمجهي ٿو ته تون ڪيتري قدر محنت ٿو ڪرين، آخر توکي محنت جو ڦل ته ملندو نه، تون ڪو الڪو نه ڪر، پٽ ائين ٿيندو رهندو آهي. هوشيار شاگردن سان هميشه جڏا شاگرد سڙندا رهندا آهن. اٺ پٽ ڇڏ ان قصي کي تو کي بک لڳي هوندي، تون هٿ منهن ڌوئي اچ ته مان ماني ڪڍي ٿي اچان، ماڻس بورچيخاني ڏانهن هلي وئي.

منظور جو پيءُ سندس ننڍپڻ ۾ ئي وفات ڪري ويو هو. ملڪيت ايتري ڇڏي ويو هو جو هنن ٻنهي ماءُ پٽ لاءِ ڪافي هئي. پر وري به منظور جي ماءُ پنهنجي سگهڙائپ جو فائدو ورتو ۽ سلائي ڪندي رهندي هئي، جيئن ڪڏهن به ڪنهن جي اڳيان هٿ ٽنگڻ جو ڏينهن ڏسڻو نه پوي.

منظور کي انجنيئر ٿيڻ جو بي تحاشه شوق هو ۽ گڏوگڏ شاعري به ڪندو هو. جڏهن ڪان ڪاليج ۾ داخلا ورتي هيائين ته شعر وشاعريءَ جي مقابلن ۾ هميشه شرڪت ڪندو هو. هن پيري به پنهنجي ڪمري ۾ ويهي هڪ خوبصورت آزاد نظم لکي رهيو هو.

پٽ اڄان جاڳين پيو ڇا؟ ڇاپيو لکين، ماڻس ڪمري ۾ داخل ٿي سندس مٿي تي پيار وچان هٿ ڦيريندي پڇيو.

امان، آزاد نظم لکيو اٿم "منهنجي سوچ آزار آ" سڀاڻي واري مقابلي ۾ هي نظم پڙهڻو اٿم.

مون کي به ته پڌاءِ پنهنجي سوچ. ڏسان ته ڇا پيو سوچين. ماڻس پيار وچان ڪلندي چيس.

ها امان چوڻ اچو ويهو. منظور ماءُ جي پرسان گلم تي هيٺ اچي ويٺو ۽ پنهنجي آزاد نظم ماءُ کي ٻڌائڻ لڳو:

مان آسمان جي بلندين ۾
اڏڻ ٿو چاهيان
پنهنجن هٿن سان
ان جي وسعت کي
ڇهڻ ٿو چاهيان
مان ڪائنات جي سيني
بهارن جا رنگ
خزان جي جهوليءَ ۾
وجهڻ ٿو چاهيان
مان نفرتن جي سيني زنجيرن کي
ٽوڙي
گهر گهر
محبتن جا چراغ
ٻارڻ ٿو چاهيان
مان رشتن جي
ڇڳل مالا جا
سڀ موتي ميڙي
هڪ ڏاڳي ۾
پوئڻ ٿو چاهيان
مان روشنيءَ جي
جگمگائيندڙ ڪرڻ بڻجي
سيني انڌيرن کي
روشن ڪرڻ ٿو چاهيان
پر!
مان ڄاڻان ٿو
مان ائين ڪڏهن ڪري سگهان
ڇوجو
منهنجا هٿ ۽ پير
ٻڌل آهن
منهنجي آواز کي
قيد ڪيو ويو آهي
پر!
ما ائين سوچي ته سگهان ٿو
ان ڪري جو
منهنجي سوچ آزاد آ.

---

واهه، واهه پٽ الله ڪندو ته انعام ضرور کٽندين. منهنجون دعائون توسان گڏ آهن. رب العزت قدم قدم تي توکي ڪامياب وڪامران ڪندو. "آمين"

۽ واقعي منظور جي نظم تي هال ۾ ويٺل سيني حاضرين ايتريون ته زور سان تاڙيون وڄايون جو سڄو هال تاڙين جي گونج سان گونججي ويو. جڏهن پهريون نمبر منظور کي مليو ته سيني وري ڪيس ڳلي لڳايو ۽ مبارڪن جا آواز سندس ڪنن سان ٽڪرائڻ لڳا. پر هن ٻيري به نعيم هڪ حقارت جي نظر منظور تي وجهي هال مان اٿي هليو ويو. منظور اهو لقاءُ ڏاڍي ٽٽل دل سان پٽي ڏٺو.

ڏينهن گذري ويا اٺڙ جا سالانا امتحان مٿان اچي بيٺا. هرڪو امتحان جي تيارين ۾ مشغول هو. منظور به سيني ڳالهين کان پاسو ڪري صرف ۽ صرف امتحان جي تياريءَ ۾ مصروف رهڻ لڳو. پوزيشن جي لاءِ محنت ڪري رهيو هو. ان ڪري تمام گهڻو وقت سندس لائبريريءَ ۾ گذرندو هو. منظور لائبريريءَ ۾ نوٽس ٺاهڻ ۾ مصروف رهندو هو. نعيم هميشه ڪيس ڏسندو رهندو هو.

امتحان ۾ ڪل ٢٠ ڏينهن وڃي بچيا. اوچتو هڪ ڏينهن نعيم، لائبريريءَ ۾ ويٺل منظور جي اڳيان اچي بيٺو. منظور حيران ٿيندي اکيون مٿي ڪنيون ۽ ڪرسيءَ تان اٿي بيٺو ۽ نعيم ڏانهن [illegible] ڪيس [illegible] نعيم ويهڻ جي بجاءِ

ڪڙڪ آواز ۾ چيو، مون کي نوٽس گهرجن جيڪي تو ناهيان آهن. فوٽو اسٽيٽ ڪرائي واپس ڏيئي ڇڏيندو سانءِ.

پر نعيم! مان پوزيشن جي لاءِ ٽراءِ ڪري رهيو آهيان مان پنهنجا نوٽس توکي ڪيئن ٿو ڏيئي سگهان. ها جيڪڏهن تون چاهين ته ڪجهه تنهنجي ڪتابن جي سلسلي ۾ مدد ڪري سگهان ٿو. تون پنهنجا نوٽس پاڻ ناهه ڏس نه...!!

مان تنهنجي تقرير ٻڌڻ ڪونه آيو آهيان، نوٽس نٿو ڏيڻ چاهين ته نه ڏي. وڏيڪ بڪواس نه ڪر. ڏسان ٿو ته تون ڪيئن ٿو پوزيشن ڪٿين. ائين چئي نعيم ڪاوڙ ۾ قدم ڪڻندو لائبريريءَ کان ٻاهر نڪري ويو. نعيم جي ان رويي تي منظور کي پهريون پيرو هن تي شديد ڪاوڙ آئي. ان ڌمڪيءَ جو هن ڪوبه نوٽيس ڪونه ورتو.

خير سان امتحان پورا ٿيا. رزلٽ جو انتظار ٿي رهيو هو. خير سان رزلٽ به اخبار ۾ اچي وئي. منظور جلد پوزيشن ڪڻندڙن جي نالن جي طرف نظر ڊوڙائي سندس نظر نعيم جي مسڪرائيندڙ فوٽوءَ تي پئي، جنهن کي سڄي بورڊ ۾ پهرئين پوزيشن ڏيئي ڪامياب قرار ڏنو ويو هو. منظور جو ته نه نالو هو ۽ نه نمبر. وڏي جاکوڙ کان پوءِ سندس نمبر ڪاپي ڪيس وارن جي لسٽ ۾ نظر آيو.

سندس اکين آڏو اونده ڇائنجي ويئي. هي ڇا! نه- نه ائين هرگز ٿي نٿو سگهي. نه- نه ڪڏهن به نه.... آب سان تر ٿيل سندس ڳاڙهيون ڳاڙهيون ۽ خوبصورت اکيون وڃي آسمان ۾ اٽڪيون اي رب العزت! تون ته انصاف پسند آهين. هي ڇا ڪيو تو!!! نعيم کي ته هرڪو سڃاڻي! ڪڏهن ٽيسٽ ۾ به پاس ڪونه ٿيندو هو. پر تون منهنجو حق ماري هن کي پوزيشن ڏني، منهنجي محنت ائين تباهه ويرباد ڪري ڇڏيئي!! منهنجي ڏينهن رات جي محنت ائين خاڪ ۾ ملائي ڇڏيئي. ڇو؟ آخر ڇو؟؟ ڇا اهڙو به ناحق ٿي سگهي ٿو. اهڙي به ناانصافي ٿي سگهي ٿي! منهنجي محنت جو اهو ڦل مون کي مليو هو؟؟

محنت، محنت، بڪواس آهي اها محنت ۽ محنت ڪرڻ وارا سڀئي بيوقوف. طاقت ۽ پيسو ئي وڏي ڪاميابي آهي. جنهن سان سڀ ڪجهه خريد ڪري سگهجي ٿو، پنهنجيون توڙي پرايون خوشيون. ها نعيم تون صحيح آهين. تو بلڪل صحيح چيو. واقعي مان پوزيشن نه ڪٺي سگهيس. ڇوجو مان ته صرف محنت ڪئي هئي، طاقت ۽ پيسو ته تو وٽ هونه ۽ جيئن تو چاهيو ٿيو به ائين، مان ڪامياب ٿي نه سگهيس ته ڇا ٿيو، مون کي زندگيءَ گذارڻ جو جيڪو طريقو تو سيکاريو ان لاءِ مان سڄي زندگي تنهنجو ٿورائتو رهندس. مان ڪڏهن به هاڻي محنت نه ڪندس. اهو رستو اختيار ڪندس جيڪو تو مون کي سيکاريو آهي. صرف ۽ صرف طاقت ۽ پيسي جي زور تي انسانيت کي خريد ڪرڻ جو واپار ڪندس. ها- ها هاڻي مان ڪڏهن به پنهنجو پاڻ کي محنت جي ڪشڪول ۾ نه وجهندس. ڪڏهن به انتظار جي چڪيءَ ۾ نه پيسجندس. جڏهن بغير محنت جي سڀ ڪجهه حاصل ڪري سگهجي ٿو ته پوءِ هرويرو پاڻ کي مشڪل ۾ ڇو وجهجي! ڇو ڪيان مان ايڏي محنت آخر ڇو؟؟؟

منظور اخبار جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري، رڙيون ڪري روئڻ لڳو. سندس پوڙهي ماءُ جي پوڙهن ڳلن تان بي زبان ۽ بي وس ڳوڙهن جون بوندون ٽڪيل ميڻهن وانگر وسي رهيون هيون. جڏهن ڪيس ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ته بي اختيار منظور کي ڪٺي ڀاڪر جي

آغوش ۾ لڪائي ڇڏيائين ۽ پٽ سان گڏ پاڻ بہ اوڇنگارين ڏيئي روئڻ لڳي...!!

سال گذري ويا!!!

منظور هڪ بدنام ڌاڙيل جي روپ ۾ سڄي ملڪ ۾ تباهي مچائي ڇڏي. حڪومت کيس زنده يا مرده گرفتار ڪرڻ ۾ ناڪام رهي آهي. شايد منظور طاقت ۽ پيسي سان سڀني کي خريد ڪري چڪو آهي، تڏهن ن تہ انتظاميہ جي سخت کان سخت ترين گهيري مان بہ ائين اکين اڳيان غائب ٿو ٿئي وڃي جڻ ڪا سئي سمنڊ ۾!!! ۽ اڃان تائين منظور جي طاقت ۽ پيسي جي اڳيان انتظاميہ جي سختي رائگان ٿي چڪي آهي. ڳالهہ اها ناهي تہ منظور کي آخر ڪيئن پڪڙيو وڃي!! ڳالهہ اها آهي تہ آخر ان کي ان حالت تائين پهچائڻ وارو ڪير هو؟؟؟

نعيم، نعيم جو پيءُ يا بورڊ وارا!!! جيڪي چند ڳاڙهن نوٽن جي عيوض ڪنهن جي زندگيءَ سان کيڏي پنهنجي ايمان جو خاتمو ٿا ڪن. انهن نوٽن کي آخر ڪيستائين استعمال ڪندا؟ ڪيستائين پنهنجي اولاد جي پيٽ ۾ حرام جي باهہ پريندا؟ ڪيستائين اهڙا هزارين منظور رڻن ۾ رلندا؟ اڃان ڪيترين زندگيون تباهہ ڪندا؟ آخر ڪيستائين!!!

منظورکي پڪڙڻ لاءِ تہ حڪومت هڪ ڪروڙ انعام رکيو آهي. ڇا ڪا اهڙي حڪومت ڪونهي جيڪا انهن رشوت ڏيندڙن ۽ رشوت وٺندڙن کي پڪڙڻ تي ڪجهہ انعام رکي، جيڪي ذهين ۽ هوشيار شاگردن کي تعليم جي مقدس رستي تان هٽائي کين زوري ۽ زبردستي بدنام ڌاڙيل بنائڻ تي مجبور ٿا ڪن، ۽ چند ڳاڙهن نوٽن جي عيوض پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد لاءِ جهنم جي باهہ ٿا خريد ڪن...!!!

ڇا انهن کي پڪڙڻ لاءِ ڪابہ پوليس ڪونهي؟
انهن لاءِ ڪوبہ قانون ڪونهي؟
انهن لاءِ ڪابہ جيل ڪونهي؟
انهن کي ڦاسي تي چاڙهڻ وارو ڪوبہ جج ڪونهي؟
ڪابہ عدالت ڪونهي؟ ڪابہ سزا ڪونهي؟
آخر ڇو؟.....!!!
جواب ڏيو؟؟؟....؟؟؟




امان ڪيترا پيرا چيوٽي مانءِ تہ دوا وقت تي کائيندي ڪر. ڏس هاڻي ٻئي ڏوز جو وقت ٿيو آهي ۽ تون پهريون ڏوز ئي اڃان ڪونہ ورتو آهي. امان ڏس نہ، ائين تہ لاپروائي نہ ڪندي ڪرنہ. اگر تو کي ڪجهہ ٿي ويندو تہ تنهنجو ظفر صفا مري ويندو.

پٽ مرڻ وارن جي پويان ڪوبہ ڪونہ مرندو آهي. هرڪو پنهنجو لڪيل داڻو پاڻي کائي پي پوءِ هتان ويندو. ظفر پٽ رب جا لک لک ٿورا الله کان اهو ڏينهن گهريو هيم بس هاڻي مون کي رب پنهنجو ڪري، مان خوشي خوشي ملڪ الموت سان گڏ هلي ويندس.

ڏسِ اما! تو ن وري اهڙيون ڳالهيون ٿي ڪرين. اجان تہ هاڻي مون کي تنهنجي ڀرپور خدمت ڪرڻ جو موقعو مليو آهي ۽ تون وڃڻ جون ڳالهيون ٿي ڪرين. مون کي ياد آهي امان، تون بابا جي مرڻ کان پوءِ مون کي ڪڏهن بہ ڪوسو واءُ لڳڻ ڪونہ ڏنو آهي. خبر نہ ڪهڙا ڪهڙا پورها ڪري مون کي هن قابل ڪيو اٿئي. ۽ جڏهن مان تنهنجي لاءِ سڄي دنيا جون خوشيون حاصل ڪرڻ جي قابل ٿيو آهيان تہ جدائيءَ جون پٽيون ٿي صدائون هڻين.

امان، مان تنهنجي سڄي زندگيءَ جي تڪليف هٽن ڪي هاڻي آرام ڏيڻ جي لائق ٿيو آهيان. تنهنجي هڪ هڪ محروميءَ جي زخم جو هاڻي پراءُ ڪندس. تون اهڙيون روئڻ جون ڳالهيون ڪري ڇوٽي منهنجي دل هلڪي ڪرين. ظفر ماءُ جا ٻئي هٿ ڪٽي اکين تي رکيا.

بس ابا ظفر، رب کان جيڪو گهريو، سو اکين سان ڏٺم. هاڻي تون پنهنجن پيرن تي بيٺو آهين. جيستائين توکي منهنجي ضرورت هئي، ايستائين رب کان سري ۾ ساهہ رهڻ جي التجا ڪئي هئي. ۽ ڏينهن رات تنهنجي ڪاميابيءَ جي دعا ٻنجي ويس.

پر امان، مون کي تنهنجي دعائن جي اجان بہ ضرورت آهي. ۽ زندگيءَ جي آخري پساهن تائين رهندي. تون پلاءِ مون کي صفا روئارڻ جي موڊ ۾ آهين ڇا؟ ڳالهہ ڪٽي سڌي ڪر.

ظفر مسڪرائيندي ماءُ ڏانهن ڏٺو.

اڙي پٽ، مون کان تہ ڳالهہ ئي وسري ويئي. مان بہ ڪهڙيون ڳالهيون ڪٽي ويٺي آهيان. اٺ، ٽڪيو آيو هوندين ڊيوٽيءَ تان، جلد ڪر هٿ منهن ڌوئي اچ تہ ماني ڪٽي ٿي اچان. ماڻس ڪيس پيار وچان وارن ۾ هٿ ڦيريندي چيو.

نہ امان تون نہ اٿ مان پاڻ ئي ماني ڪٽي ٿو اچان. هن پنهنجي پلنگ تان هيٺ لهندي، ماءُ جاپير مٿي پلنگ تي رکندي چيو.

ظفر جو پيءُ ننڍپڻ ۾ ئي الله کي پيا٠٠ ٿي ويو. ماڻس ڪيس پيءُ ٻنجي پاليو هو، ڪڏهن بہ هاسٽل ۾ رهڻ ۽ پڙهڻ جي دوران ڪيس ڪنهن بہ ڪميءَ جو احساس نہ ڏياريو. ظفر جي لباس، ڪاڏي، رهڻي ڪرڻي مان ائين لڳندو هو ڄڻ ڪنهن سيٺ جو پٽ هجي. سندس ماءُ جون اکيون ظفر کي سٺي عزت واري عهدي تي فائز ڏسڻ لاءِ آتيون هيون ۽ دل ۾ ان ارمان ڪانسواءِ ڪوبہ ٻيو ارمان ڪونہ هيس تہ جلد ظفر پنهنجن پيرن تي بيهي. انهن پورهن ۽ سوچن ڪيس دل جو مريض ٺاهي ڇڏيو هو. اها بيماريءَ جي ڳالهہ ظفر کان هميشہ لڪائيندي ايندي هئي. پر هڪ دفعي ظفر کي ڊاڪٽر سڄي حقيقت ٻڌائي، ۽ ظفر پنهنجي ماءُ جي خاطر پنهنجي پڙهائيءَ کي الوداع چئي اچي سندس پيرن ۾ ڪري پيو. سندس ماءُ پنهنجا خواب ٽٽين پُرندا ڏسي تيش ۾ اچي ويئي ۽ ظفر کي ماءُ جي حڪم آڏو سر جهڪائڻو ئي پيو ۽ ماءُ جا خواب پورا ڪرڻ لاءِ وري بيگ ڪٽي هاسٽل ۾ هليو آيو ۽ دل لڳائي تعليم پوري ڪيائين.

ماءُ جي دعائن ۽ اوسيئڙن رنگ لاتو ۽ ظفر سٺي عهدي تي فائز ٿي ويو ۽ هاڻي سندس ماءُ کي ظفر جي مرضيءَ آڏو جهڪڻو پيو ۽ هن سڀ پورها بند ڪيا ۽ سر ڍگها ڪري آرامي ٿي.

ظفر پنهنجي ماءُ جو خيال پنهنجي ساهہ کان بہ وڌيڪ رکندو هو. سڀني کان سٺا ڊاڪٽر سندس ماءُ جو چيڪ اپ ڪرڻ لاءِ ايندا هيا. ظفر کي گهر ۽ گاڏي فرم طرفان ملي. ڏينهن رب جي مهربانين سان بهار جا هئا. عيش وآرام جا هئا.

امان جلد ڪر، بس چانهہ جو ڪوپ ڏي، دير ٿي ٿئي اڄ هڪ ضروري ميٽنگ آهي. ظفر ڊائننگ ٽيبل تي ويهندي چيو.

بس پٽ! اڇها آيس ۽ ماڻس چانهن جو گرماگرم ڪوپ آڻي سندس اڳيان رکيو. ظفر جي اوچتو نظر سندس ماءُ جي ڳاڙهي ڇهري تي پئي ۽ ڇرڪجي ڪرسيءَ تان اٿي ماءُ جي ويجهو آيو.

ڇو امان طبعيت تہ ٺيڪ آهي نہ ذري گهٽ روئندي پڇيائين، ها پٽ ٺيڪ آهيان. مون کي ڇا ٿيو آهي؟ ڇريا جلد ڪر توکي ديرٿي ٿئي شاباش پٽ ڪي.

نہ امان! تنهنجو منهن ڳاڙهيو ۽ اکيون سجيل ڇو آهن مان ڊاڪٽر کي فون ٿو ڪيان ۽ ظفر فون ڏانهن وڌيو.

ڇريا هيڏي اچ، مون کي ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو آهي، ماڻس کيس ٻانهن کان روڪيندي ڪلي چيو. بس مٿي ۾ ٿورو سور هيو ان ڪري ننڊ چڱيءَ طرح ڪونہ ڪئي اٿم، توڻ ڪو الڪو نہ ڪر، گوري کاڌي اٿم. ٺهيو هاڻي تون وڃڻ جي ڪر.

نہ امان، منهنجي مٿي تي هٿ رکي منهنجو قسم کڻي چؤ، ظفر ماءُ جو هٿ پڪڙي پنهنجي مٿي تي رکندي چيو.

اڙي ڇا ٿيو آهي مون کي تون وڃين ٿو يا ڪنان.....!! وڃان ٿو وڃان ٿو بس بس، ۽ ظفر ڊوڙندو ڊوڙندو ۽ کلندو کلندو ماءُ جو هٿ ڇڏائي ڪار ۾ هليو ويو.

ظفر کي ويندي ڪجهہ وقت گذري ويو هو. اچانڪ سندس ماءُ جي طبعيت وڌيڪ بگڙجندي ويئي. پهرين سوچيائين تہ معمولي تڪليف هوندي، جيڪا کيس اڪثر هنياءَ ۾ سور پوڻ جي ڪري ٿيندي هئي پر آهستي آهستي سور لهڻ جي بجاءِ وڌندو رهيو. دل ٻڏڻ لڳس ۽ سڄي بدن مان سسراٽيون نڪري ويس.

سور برداشت کان ٻاهر ٿي ويو، حالت غير ٿي ويس ۽ تنهن هوندي بہ همت ڪري فون طرف وڌي ۽ ڏڪندڙ هٿن جي آڱرين سان ظفر جي آفيس جو فون نمبر ملائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳي. بہ دفعا ريسور هٿن مان هيٺ ڪريو. پاڻ کي سنڀالي وري همت ڪيائين. نيٺ فون ملي.

هيلو... ظفر... ظفر سان ڳالهائڻو آهي مان سندس والده ٿي..... ڳالهائيان، هيٺو آواز ڳلي ۾ اٽڪندو ويس. ٻئي طرف ظفر جو آواز ٻڌندي ئي کيس ايترو چيائين پٽ جلد گهر اچ ۽ ريسور سندس هٿن مان هيٺ ڪري پيو ۽ پاڻ سهڪندي سهڪندي صوفي تي دل جهلي ويهي رهي.

ظفر بجليءَ وانگر آفيس مان نڪتو ۽ ڪار هوا ۾ اڏڻ لڳي. پنهنجي گهر کان هڪ ڪلوميٽر پري ڪار جهٽڪي سان پوليس، رينجرس، ٽريفڪ آفيسرن ۽ فوجين جو مجموعو ڏسي بيهي رهي. ظفر پريشان ٿيندي روڊ بلاڪ ٿيڻ جو ڪائن سبب پڇيو.

پرائيم منسٽر پيا اچن سرڪٽ هائوس ۾. ان ڪري رستو ٽن ڪلاڪن لاءِ بند ڪيو ويو آهي. کيس ياد آيو تہ اڄ وزيراعظم جي سرڪٽ هائوس ۾ اهم ميٽنگ هئي ۽

سرڪٽ هائوس جي پويان سندس گهر هو. پر مون کي هرحال ۾ گهر پهچڻو آهي! هر قيمت تي. ظفر ليلائيندي چيو.

نه مسٽر، اسان کي افسوس آهي ته اسان ان سلسلي ۾ توهان جي ڪابه مدد نٿا ڪري سگهون. اسان کي سخت آرڊر مليل آهن.

پر منهنجي والده جي طبعيت اچانڪ خراب ٿي پئي آهي گهر ۾ ڪوبه ڪونهي، خدا جي واسطي مون کي وڃڻ ڏيو. اهوئي هڪ رستو آهي منهنجي گهر ڏانهن ويندڙ.

توهان پنهنجو ۽ اسان جو وقت ضايع نه ڪريو مسٽر، اسان مجبور آهيون. ڇوته اسان جي نوڪري خطري ۾ وجهو.

ظفر گاڏيءَ مان هيٺ لهي آيو. چرين وانگر هڪ هڪ فوجي جي اڳيان هٿ ٻڌي التجائون ڪرڻ لڳو آزيون نيازيون ڪرڻ لڳو. سندس اکيون پرجي آيون. پر ڪنهن به ڪيس اڳيان وڃڻ جي اجازت ڪونه ڏني. بس سڀ ائين پيا چون ته اسان کي آرڊر ڪونهي. اسان کي آرڊر ڪونهي. اسان مجبور آهيون. بهتر آهي ته اوهان انتظار ڪريو ۽ انتظار جو ٻڌي ظفر جا هٿ پير ٿڌا ٿي ويا. اکيون ڳاڙهيون ۽ چهرو هيڊو ٿي ويس. چرين وانگر گاڏيءَ تي چڙهيو ۽ ويجهو پي-سي-او تان گهر ڏانهن فون ڪيائين. پورين ٢٠ رنگون وڄيون پر ڪنهن به فون رسيو ڪونه ڪئي. ظفر چرين وانگر وري گاڏيءَ طرف ڊوڙيو. ڪيس سمجهه ۾ نٿي آيو ته ڇا ڪري ۽ ڇانه ڪري. وري ساڳئي روڊ طرف وڌيو. ۽ سامهون وري فوجين جي قطار سندس رستو روڪي بيٺي هئي ظفر آپي کان ٻاهر نڪري ويو. هن پيري هن ڪار بيهاري ڪونه، اسپيڊ تيز ڪري فوجين جي قطار کي چيريندو اڳيان وڌي ويو. فوجين سمجهيو پڪ ڪو دهشت گرد آهي. سيٽيون وڄيون فوجي ٽرڪن ۾ اچي ويا، اسڪوٽر اسٽارٽ ٿيا، فوجي گاڏيون حرڪت ۾ آيون ۽ سائرن ڇڙي ويا.

ظفر جي ڪار پٺيان گولين جا آواز هئا ۽ ڪار جي رفتار وڄ وانگر هئي. ظفر جيئن ئي پنهنجي گهر جي گهٽيءَ طرف ڪار کي موڙيو ته هڪ فوجيءَ جي هلايل گولي سندس مٿي ۾ کپي ويئي ۽ رت ريلا ڪندو سندس پيشانيءَ تان وهي رهيو هو ۽ ظفر جو ڪنڌ اسٽرينگ تي ٺهڪو ڪري ڪري پيو.

فوجي جيئن ئي ڪار جي پرسان پهتا ته ظفر جا پاڙي وارا سندس چوڌاري ڦري آيا. ظفر کي ان حالت ۾ ڏسي سندن حالت غير ٿي ويئي. ظفر جي حقيقت جي باري ۾ فوجي ٻڌي ڏاڍو شرمنده ٿيا ۽ پنهنجا ٽوپلا لاهي ظفر جو لاش کڻائي سندس گهر جي طرف وڌيا.

جيئن ئي گيٽ کوليائون ته سامهون ڏاڪڻ تي هڪ پوڙهي عورت جو ڪليل اکين سان لاش ڏسي سندن اکيون پرجي آيون ۽ شرمسار تيڻن مان نير جاري ٿي ويا. پر هاڻي ٿي به ڇاٿي سگهيو.

هاڻي گوليون هلن يا سيٽيون وڄن. سائر ڇڙن يا اسڪوٽر اسٽارٽ ٿين جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي ويو. هٿ مظلوم جي زندگي ختم ڪرڻ جو آرڊر ته آهي پر افسوس ظالم جي زندگي ختم ڪرڻ جو ڪو به آرڊر ڪونهي. هٿ مجبور انسان جي مجبورين سان کيڏڻ جو ته آرڊر آهي پر افسوس مجبور ڪندڙ کي ختم ڪرڻ جو ڪوبه آرڊر ڪونهي. ملڪ وقوم جا رکوالا رعيت وعوام جا رکوالا هوندا آهن ۽ جيڪڏهن رکوالو

پنهنجي جان بچائڻ خاطر رعيت جي جان جو ڪوبه قدر يا تحفظ نه ڪري تنهن لاءِ ڪهڙو آرڊر آهي؟؟؟؟ جيڪو رکوالو هر شريف کي دهشت گرد سمجهي تنهن لاءِ ڪهڙو آرڊر آهي؟ جيڪو رکوالو شهريءَ جي زندگيءَ کي هڪ ڪتي جي زندگيءَ کان وڌيڪ نه سمجهي تنهن لاءِ ڪهڙو آرڊر آهي؟؟؟

شايد ڪوبه نه

ڇو جو آرڊر ته عوام لاءِ هوندا آهن، اڳواڻ لاءِ نه!!!
قانون ته عوام جي لاءِ هوندو آهي، اڳواڻ لاءِ نه!!!
گولي ته عوام لاءِ هوندي آهي اڳواڻ لاءِ نه!!!

## چمڪ

مئٽرڪ جو رزلٽ آيو ته جلد ئي فرسٽ ايئر جون داخلائون شروع ٿي ويون. بهترين پرسنٽيج کڻڻ جي ڪري سڀني گهر وارن زور پريو ته انجنيئرنگ گروپ ۾ داخلا وٺان. حسابن کان هر شاگرد کي چڙ هوندي آهي، پر مان شايد سڄي ڪلاس ۾ اهو واحد شاگرد هيس جنهن کي حسابن سان دشمني نه بلڪ دوستي هئي. شايد ان ڪري جو هر مشڪل ڪم ڪي ڪندي، مون کي راحت ملندي هئي. مسئلو جيترو منجهيل هوندو، تجسس اوترو وڌندو ويندو آهي ۽ جيستائين ان کي حل نه ڪندو هيس، ايستائين هر لمحو منهنجي لاءِ عذاب ۽ هر گهڙي مانيءَ جو منهنجي لاءِ وهه ٿي پوندو هو.

سو سائين حساب ڪلي ڪيترا به مشڪل هجن پر منهنجي اڳيان ڪين هڪ منٽ به ڪونه لڳندو هو، جو ويچارا پنهنجي جواب سميت منهنجي قلم ذريعي پني تي ظاهر ٿي پوندا هيا.

ڪلاس شروع ٿيا. ڪاليج جو نئون ماحول بيحد پسند آيو. مختلف استادن جي قابليت منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويئي، پر سڀني کان وڌيڪ مون کي منهنجي حسابن واري ليڪچرر صاحب جي پڙهائڻ ۽ سمجهائڻ جو طريقو ايترو ته پسند آيو جو مان سندس پڙهائڻ واري انداز ۾ گم ٿي ويندو هيس. هوش تڏهن ايندو هو جڏهن سر، اهو چوندو ڪلاس مان هليو ويندو هو ته " اڄ اتي ٽاپڪ ختم ٿا ڪيون سڀاڻي انشاءَ الله اڳياڙ هلنداسين."

مان سڄو ڏينهن گهر ۾، دوستن يارن ۾، سر "افضل" جي تعريف ڪندي نه ٿڪبجندو هيس. اها حقيقت آهي ته سر افضل واقعي هڪ مڪمل استاد هو. سندس قابليت جي ساراهه سڀئي ڪاليج جا شاگرد پيا ڪندا هيا. ۽ اها ساراهه ٻڌي منهنجي دل پٽ ٽڙندي هئي، ۽ مون کي پنهنجي بي مثل انتخاب تي فخر ٿيندو هو.

ن اڪثر سرافضل کان فري پيرڊ ۾ ڪونه ڪو سوال پڇڻ ويندو هيس ۽ سر فضل پنهنجا سمورا ڪم ڇڏي پنهنجي شفقت ڀري، نرم ۽ مٺي لهجي ۾ منهنجي دل جا تار ڇيڙي ڇڏيندو هو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونه هو ته مان سرافضل سان واقعي محبت ڪرڻ لڳو هيس، ۽ سوال پڇڻ لاءِ مختلف رٿون رٿي، ڪانئن بيهر چند گهڙيون ملڻ ۽ سندن

قرب حاصل ڪرڻ لاءِ بهانا ڳولهيندو هيس، حالانڪ مون ڪي سر افضل جو هر سوال ڪلاس ۾ ئي سؤ فيصد سمجهه ۾ اچي ويندو هو. بس ڇا ڪجي دل، سر ڪي هر وقت پنهنجي اکين آڏو ڏسڻ گهرندي هئي. موڪل ملڻ ڪان پوءِ يا موڪل وارن ڏينهن ۾ تہ ڇاڻ منهنجيون گهڙيون ڪيئن گذرنديون هيون، اها صرف منهنجي دل ئي ڄاڻي ٿي. اگر ڪنهن ڏينهن سر ڪاليج نہ ايندو هو تہ مان هر پيرڊ اٽين اٽينڊ ڪندو هيس، ڇڻ ڪنهن ننڍي ٻار کي زوري ڪوڙو دوا جو ڍڪ وات ۾ دسي وڌو وڃي.

سر، بہ مون تي خاص توجهہ ڏيندو هو، ان ڪري جو مان سڄي ڪلاس مان سندس هونهار شاگرد هيس. منهنجو مقابلو ڪلاس ۾ عقيل سان ٿيندو رهندو هو پر هن ڪنهن بہ ٽيسٽ ۾ مون ڪان مارڪون وڌيڪ ڪونہ ڪنيون هيون. ان ڳالهہ تي عقيل هميشه مون ڪان ساڙ ڪائيندو هو. جنهن جي خبر سڄي ڪلاس کي هئي. پر مان تنهن هوندي بہ عقيل سان هميشه دوستيءَ جو هٿ وڌائيندو رهيس. جڏهن تہ عقيل جي دل ۾ منهنجي لاءِ نفرت ڪان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. امير گهر جو بگڙيل امير پٽ هو ان ڪري غرور وتڪبر سندس رڳ رڳ ۾ سمائيل هيو. مجال آهي جو ڪڏهن مون سان سڌي منهن ڳالهايو هجيئين. سر افضل سان بہ سندس رويو شاگردن جهڙو نہ هيو. نہ ڄاڻ پاڻ کي الائي ڇا سمجهندو هو. مان سندس هر ظلم کي برداشت ڪندو هيس. پر جڏهن سر کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو تہ منهنجي برداشت جون حدون آپي ڪان ٻاهر ٿي وينديون هيون. پر اڪثر مان سر جي حڪم تي پنهنجي حدن کي اڃان وڌيڪ وسيع ڪري ڇڏيندو هيس ۽ عقيل شرمنده ٿيڻ جي بجاءِ اڃان بہ هٺ اڳيان وڌي ويندو هو.

بهرحال وقت گذرندو رهيو. امتحان مٿان اچي ڪڙڪيا. مئيٿ جو پرچو هڪ ڏينهن جي گيپ ڪان پوءِ هيو. سڄو ڏينهن ۽ رات حسابن جون مشقون ڪري ڪري دماغ ئي ڏرجي رهيو هو. خشڪ سبجيڪٽ هو سو دماغ بہ ڇڻ ڪوڪو ٿي پيو. بس عذاب جون گهڙيون ختم ٿيون هاڻي امتحان جون گهڙيون شروع ٿيون.

بلاڪ ۾ اسان سيئي شاگرد پيپر ملڻ جي انتظار ۾ در ۾ اکيون وجهيو وينا هياسين. انتظار ختم ٿيو ۽ پيپر هٿ ۾ مليو. مان هميشه وانگر بسم الله الرحمٰن الرحيم چئي پيپر هٿ ۾ ورتو.

پيپر واقعي ڏاڍو ڏکيو هو، پين لاءِ منهنجي لاءِ نہ. سو الاتوهار ڪري شروع ٿي ويس. الله شاهد آهي تہ مان ڪڏهن بہ امتحان ۾ ڪاپي ڪونہ ڪندو هيس. ۽ هميشه پنهنجي سڄي محنت سان منزلون طئہ ڪندو اڳيان وڌندو هيس. چوجو مان علم سان غداري ڪرڻ جو سوچي بہ نٿو سگهان. مان پيپر ڪرڻ ۾ ايترو مصروف هيس جو مون کي خبر ئي ڪانہ پئي تہ سر افضل ڪڏهن بلاڪ ۾ داخل ٿيو.

توهان کي ڪا مشڪل تہ ڪونهي پٽ. اگر ڪو سوال سمجهہ ۾ نٿو اچيو تہ مان حاضر آهيان. هر سبجيڪٽ ٽيچر جو سندس سبجيڪٽ جي پيپر ۾ ١٠-١٠ منٽ هر بلاڪ ۾ وڃڻ ضروري هوندو آهي امتحان جي دوران تہ جيئن ڪو سوال اگر شاگرد نہ سمجهي سگهي تہ ان کي سمجهائي تہ جيئن جواب سوال مطابق لکيو وڃي. سو سر افضل بہ مئيٿ جي پيپر ۾ پنهنجي ڊيوٽي تي آيو هو. ڪافي ڇوڪرن ڪانئن مختلف سوال پڇيا جيڪي سر سيني کي نرم وملائم لهجي ۾ سمجهايا.

اوچتو سر جي نظر شايد عقيل تي پئي، جيڪو مون کان ٦ سيٽون ڇڏي ويٺو هو.

عقيل، اسٽينڊ اپ (اٿي بيهه) اهو ڇا پيو ڪرين؟؟...؟؟ سر حيرت وچان سوال ڪندو ان جي طرف وڌيو ۽ عقيل جي آسپاس مان ڪيترائي پنا ڪڍيائين.

عقيل مون کي ٽوڪ. مان اها اميد نه هئي. منهنجي پيپر ۾ تون ڪاپي ٿو ڪرين، منهنجي پيپر ۾...!! سر جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون ۽ رنگ هڪدم بدلجي ويس. منهنجي اک سر ۾ هئي.

مان چوان ٿو مون کي پنهنجا ڪارتوس واپس ڪيو نه ته..... سٺو نه ٿيندو. عقيل جا اهي لفظ ٻڌي، مون کان رهيو نه ويو.

عقيل تون هوش ۾ ته آهين؟ توکي خبر آهي ته تون ڪنهن سان مخاطب آهين؟

ها ها چپ ڪر افضل جا چمچه. تنهنجو وچ ۾ ڇا وڃي. اٿين ڇئي هن سر جي هٿن مان سٽ ڏيندي ڪارتوس کسڻ ٿي چاهيا.

مان توکي هي پنا ڪونه ڏيندس عقيل.... وڌيڪ بحث ڪنديس ته ڪاپي ڪيس لکي بلاڪ مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندوسانءِ. سر افضل کي ڀهريون پيرو مان ڪاوڙ ۾ ڏسي رهيو هيس. لڳي پيو ته سر تمام گهڻو برداشت ڪري رهيو هو. پر عقيل نه ڪٿي هر نه ڪٿي تم، سر جي ڳچيءَ کان جهلي زوردار منهن تي چماٽ وهائي ڪڍيائينس. سرُ ان اوچتي ۽ حيرت ڪن فعل تي پنهنجو توازن برقرار رکي نه سگهيو ۽ ڪرسين سان ٽڪرجندو مهن ڀر وڃي فرش تي ڪريو. مان سيڪنڊ ۾ وڃي عقيل تي ڪڙڪيس. ايڪسٽرنل، انٽرنل ۽ ٻه چار پوليس وارا جيڪي ٻاهر ويراندي ۾ ويٺا هئا سي موقعي تي پهچي ويا. پر عقيل ڦرتيءَ سان پنئين در مان ڀڄي ويو ۽ مان سر جي پرسان ويهي روئڻ لڳس. سر مون کي پيار وچان حڪم ڏنو ته تون پنهنجو پيپر پورو ڪر. وڃ پٽ پيپر پورو ڪر....!!

پر سر اوهان....!! مان چيم، نه تون پنهنجو پيپر پورو ڪر. ۽ مان نه چاهيندي به ڪرسيءَ تي اچي ويٺس ۽ سر کي ٻيا استاد ٻاهر وٺي هليا ويا. مان جيئن تيئن ڪري پيپر پورو ڪيو. سڄو ڌيان سر طرف هيو، سو جلدي فارغ ٿي اسٽاف روم ڏانهن وڌيس.

منهنجي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي جڏهن اهو ٻڌم ته سر افضل کي اچانڪ دل جو دورو پيو ۽ کيس هاسپيٽل کڻائي ويا آهن.

سٺو هاسپيٽل پهتس. منهنجي دل منهنجي وس ۾ نه هئي. منهنجا قدم مڻ مڻ جا ٿي ويا. اگر سر کي ڪجهه ٿي ويو....!! بس منهنجي دماغ جون رڳون ان کان اڳيان سوچي به ڪونه ٿي سگهيون. دماغ ڦاٽڻ لڳو. ڪافي استاد ۽ شاگرد هاسپيٽل جي ٻاهران مجموعو لڳائي بيٺا هئا. سيني جي اک اشڪبار هئي. سَنهن سَنهن ڳوڙهن جي قطار هر اک ۾ چمڪي رهي هئي. مان به مريل مريل قدمن سان وڃي بيٺس.

ڊاڪٽر اعلان ڪيو ته حالت سيريس آهي، اوهان مهرباني ڪري هليا وڃو. مريض کي هوش اچڻ کان پوءِ به ڪنهن سان ملڻ نه ڏنو ويندو. ڊاڪٽر ڪاسائيءَ وانگر منهنجي دل ذبح ڪري هليو ويو. سيئي هليا ويا، پر مان شام تائين اتي ويٺو رهيس. ڊاڪٽر وري به مون کي سر سان ملڻ ڪونه ڏنو. شام جو سوين شاگرد سر سان ملڻ لاءِ آيا. پر ناڪام موٽي هليا ويا. سيني جي دل روئي رهي هئي. هر اک آلي هئي. هر لب تي

سر جي صحت جي دعا هئي. آخر چو نہ هجي؟ سر سندن محبوب استاد هو.

سڀاڻي انگلش جو آخري پرچو هو. هاسپيٽل مان ٻاهر نڪرڻ جي دل ئي نہ پئي چئي. پر بار بار سر افضل جو چهرو اکين آڏو حقيقت جو روپ وٺي ڇائنجي ويو. "تون پنهنجو پيپر پورو ڪر، پڻ تون پنهنجو پيپر پورو ڪر." ۽ سر جو حڪم اکين تي رکي گهر موٽي پيپر جي تياريءَ ۾ لڳي ويس. هر لفظ سر جو چهرو بڻجي ٿي ويو. اکڙين مان ڪرندڙ هر ڳوڙهي جو قطرو الله کان سر جي حياتيءَ جي خيرات گهري رهيو هو. سڄي رات پڙهندي پڙهندي ۽ روئندي گذري ويئي.

صبح جو پيپر شروع ٿيو تہ بلاڪ ۾ سر افضل کي هر وقت پاڻ سان گڏ محسوس ڪيم. تنهنڪري شايد پيپر سنو ٿي ويو. پيپر ختم ڪري، رستي مان هڪ خوبصورت گلابن جو گلدستو خريد ڪري هاسپيٽل ڏانهن روانو ٿيس. پري پري تائين ٽئڪسيءَ جو نالو ونشان ئي ڪونہ هيو. بسم الله ڪري پير ڪنيم. پير روڊ تي ڄڻ پون ئي ڪونہ پيا. بس هوائن ۾ اڏندو هاسپيٽل وٽ اچي ساهہ کنيم. جلدي ويراندو ڪراس ڪري ڪلهہ واري ڪمري طرف وڌيم. جتي سر کي داخل ڪيو ويو هو.

ٻاهر ڪوبہ ڪونہ هو. دروازي کي ائين کولڻ مناسب نہ سمجهيم سو ڪجهہ دير اکڙين ۾ سر جو چهرو وسائي بيٺو رهيس. جڏهن ڪجھ وقت گذريو تہ خودبخود پير ڪمري طرف وڌي ويا، شايد انتظار جي حد لنگهي ويئي هئي، تڏهن تہ پيرن گستاخي ڪئي.

يڪدم دروازو کولي ڪمري ۾ اندر داخل ٿيس. بيڊ تي سرافضل ڪونہ هو. چهرو اجنبي ڏسي وري پٺئين پير واپس نڪري آيس. ڪاونٽر طرف وڌيس اتي بہ نرسون ۽ هڪ وارڊ بواءِ ويٺو هو. سوچيم تہ شايد سرکي ڪنهن ٻئي روم طرف ٽرانسفر ڪيو ويو آهي، سو منهنجيون نگاهون هڪ نرس طرف ڪڇي ويون ۽ ڪائنس پڇيم.

سسٽر، ڪلهہ سرافضل روم نمبر ٦ ۾ بيڊ نمبر ٢ ۾ ايڊمٽ (داخل) ٿيو هو. اوهان ٻڌائينديون تہ سر هاڻي ڪٿي آهي؟

اڇا اڇا، سر افضل! گورنمنٽ ڪاليج جو ليڪچرر،

ياءِ! سر افضل جي طبيعت رات ڪجهہ بهتر هئي. پر بدقسمتيءَ سان ڪين صبح جو پيو شديد دورو پيو ۽ سندن هارٽ فيل ٿي ويو. سندن ڊيڊ باڊي وارثن جي حوالي ڪئي ويئي آهي.

منهنجي ڪنن تي بس اهو پڙلاءُ پيو تہ سندن ڊيڊ باڊي (لاش) سندن ڊيڊ باڊي.... سر افضل جي ڊيڊ باڊي..... سر جي ڊيڊ باڊي.... منهنجي هٿن مان گلدستو هيٺ ڪري پيو ۽ گلابن جي پتي پتي ٻکرجي ويئي.

مان سر جي گهر طرف ڊوڙ پاتي. منهنجا لڙڪ ۽ دانهون رستن تي موجود سيني ماڻهن کي حيران ڪندا پنيان ٿي ڇڏيندا ويا ۽ منهنجا قدم الائي ڪٿي پيا پون. مان ڇرين وانگر سر جي آخري رسمن ۾ شامل ٿيس.

منهنجو سڀ ڪجهہ سر افضل هو. سامهون سر کي گلابن وانگر سينگاريل ڏسي منهنجو هنياءُ ٿي نڪتو. منهنجي دانهن ۽ ڪوڪن سيني کي پريشان ڪري ڇڏيو ۽ زوري مون کي سر کان جدا ڪيو ويو. منهنجي محبوب سر جو لاش منهنجي اڳيان پيو هو. خاموش، ڪلندڙ، ٻهڪندڙ. مان سندس ڪٽ سان چمبڙي ويس. پر طاقتور هٿن هڪ

دفعو ٻيهر مون کي گهيلي پري ڪيو ۽ مون کي قبرستان ۾ ڪونہ وڃڻ ڏنو ويو. ڇوڄو سيني جي اها متفق راءِ هئي تہ "ڇوڪرو مري نہ وڃي" سر افضل جي آخري ديدار کان محروم رکيو ويو ۽ منهنجي دنيا منهنجي اکين آڏو لٽجي ٻڏي وئي ۽ مان گوڏن ڀر منهن وجهي روئيندو رهيس. ڪيڏو نہ مان بيوس هيس، ڪيڏو نہ بي وس هيس. مٿين مٿيءَ هينان، منهنجي سر کي لڪايو ويو ۽ مان ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهيس، ڪجهہ بہ نہ، سواءِ روڄ راڙي جي.

وقت گذري ويو. بي رحم وقت گذرندو رهيو ۽ مان روزانو صبح جو ڪاليج وڃڻ کان اڳ سر افضل جي قبر تي ڳچ وقت ويهي پوءِ ڪاليج جي طرف وڌندو هيس.

پر اها ڳالهہ تہ مان اوهان کي ٻڌائي ئي ڪونہ تہ سر جي قبر تي مان اڪيلو نہ هوندو هيس، بلڪ مون سان گڏ روز عقيل بہ هوندو هو ۽ هميشه پاڻ کان اڳ هن کي اتي ويٺل ڏسندو هيس. اهو سندس روز جو معمول هو. ۽ سر جو خط هميشه سندس هٿن ۾ هوندو هو ۽ اکيون پنهنجي ڪيل ستم جو ايترو تہ ماتم ڪري چڪيون هيس جو هاڻي سندس سڄيل ۽ ڳاڙهين اکين ۾ آب جو هڪ ڦڙو بہ ڪونہ رهيو هو.

ان خط، عقيل جي زندگي ئي بدلي ڇڏي هئي، جيڪو سر پنهنجي دوري جي شدت جي دوران هاسپيٽل ۾ پنهنجن هٿن سان لکيو هو. خط ڇا هو، بس عقيل لاءِ سڄي زندگيءَ جو ناسور هو، ڪيس ندامت ۽ احساسِ جرم ڏيارڻ لاءِ ڪافي هو.

سر افضل پنهنجي هٿن سان لکيل پنهنجي آخري نشانيءَ ۾ ڪاليج جي پرنسپل کي مخاطب ٿيندي لکيو هو تہ،

مان سڀ اعليٰ نوڪريون ڇڏي هي مقدس پيشو ان ڪري اختيار ڪيو هو جو هن پيشي سان مون کي عقيدت هئي، محبت هئي. مان شاگردن کي پنهنجي ساهہ جي رڳن کان بہ وڌيڪ ويجهو ۽ عزيز رکيو، انهن لاءِ ئي تہ جيئندو هيس پر افسوس جن لاءِ جيئندو هيس تن کان جيڪو وريو اهو اوهان سيني ڏٺو. بهرحال جيڪو ٿيو سو منهنجو شايد نصيب هو، پر هاڻي احساسِ شرمندگي مون کي جيئڻ نہ ڏيندي. شايد منهنجا هن ڌرتيءَ تي ساهہ جا چند لمحا وڃي بچيا آهن. لڳي ٿو مان مزيد زنده رهي نہ سگهندس. مان تہ ان وقت مري ويو هيس، جڏهن عقيل جو هٿ مون ڏانهن وڌيو هو. چماٽ تہ هن منهنجي لاش کي هنئي هئي. سڄي زندگي ايمانداري ۽ محنت ومحبت سان پڙهائڻ جو نتيجو اوهان جي اڳيان آهي. جيڪو ٿيو اهو مان ڪڏهن بہ وساري ڪونہ ٿو سگهان. پر وري بہ مان اوهان کي هڪ آخري التجا ٿو ڪيان تہ اگر مان مري بہ وڃان تہ عقيل کي ڪجهہ نہ چيو وڃي. اگر هن جي خلاف ڪنهن قسم جو ڪوبہ قدم کنيو ويو تہ منهنجو روح بيچين رهندو. توهان کي الله جو واسطو آهي تہ عقيل کي ڪجهہ بہ نہ چئجو، مان سڄي دل سان ڪيس معاف ٿو ڪيان.

"اوهان جو بدنصيب"

پرنسپل صاحب اهو خط سيني کي پڙهي ٻڌايو ۽ سر افضل جي بيچين روح کي قرار ڏيڻ خاطر عقيل کي رسٽيڪيٽ ڪرڻ وارو آرڊر واپس ورتو، جنهن ۾ ڪيس ٽن سالن لاءِ تعليم کان محروم رکيو ويو هو. عقيل، پرنسپل کان اهو خط هميشہ لاءِ سڏڪندي وٺي ڇڏيو هو.

۽ هاڻي روزانو عقيل پنهنجي محبوب استاد جي قبر تي گلابن جي ورڪا ڪندو اهو خط ضرور پڙهندو هو، ۽ روز جيئندو هو ۽ روز مرندو هو ۽ ڪيس روز اهو احساس ٿيندو هو تہ هن جذبات ۾ اچي ڪهڙي نہ هيري جهڙي استاد جي، محبت جي چمڪ کي، سوين شاگردن جي اکين مان ڪڍي مٽين مٽيءَ جي هيٺان دفنائي ڇڏي هئي، جڏهن تہ ان چمڪ جي اڃان ڪروڙن کي ضرورت هئي.

سرافضل جي موڪلائڻ جي عمر نہ هئي، پر ڪيس بيعزتي جي احساس ماري ڇڏيو. ڪاش عقيل هٽ ڪٽڻ کان اڳ ايترو سوچي ها تہ سامهون سندس استاد آهي، سندس روشن مستقبل جي ضمانت، پر افسوس جو شيطان غالب اچي ويو ۽ فرشتي جهڙو استاد اسان کان موڪلائي ويو.

# بهترين انتقام

خدا جي واسطي رحم ڪر پوتار، هينئر مون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي مان تنهنجي پائي پائي لاهيندس. مون کي ڪجهہ مهلت ڏي، پوتار مون تي ظلم نہ ڪر، الله جي واسطي رحم ڪر.

اڙي ٻڌو ٿا، چوي ٿو ڪمينو تہ مان تنهنجي پائي پائي لاهيندس. اڙي هڙ ۾ ليئي ٽڪو بہ ڪونہ پوءِ پٽهين کي چوٿو پڙهائين، هان ٻڌاءِ ا نڪاءِ ڪُڪِڙ ۾ جانوءَ کي وڏيري لت وهائي ڪڍي. هڪ - ٻين- ٽين- جانو ليلائڻ لڳو پوتار رحم ڪر، الله جي واسطي رحم ڪر. وڏيري ٻڌو ان ٻڌو ڪري گارين جا وسڪارا لاهي ڏنا. سندس شيطاني ٽهڪ ذري گهٽ آسمان ڏاري رهيا هيا.

اوچتو وڏيري جي نظر پرسان بيٺل جانوءَ جي معصوم ١٣- ١۴ سالن جي پٽ جلال تي پئي. وڏيري ڪمدار کي اشارو ڪيو، ڪمدار ۽ ہ پيا ماٺهو جلال ڏي وڌيا. ان کان اڳ جو ڪمدار جلال کي جهلي، جلال جي من ۾ الائي ڪٿان ايڏي طاقت آئي، جو ڪمدار کي زور سان ڌڪو ڏيئي وٺي ڊوڙ پاتائين. چوجو کيس خبر هئي تہ وڏيرو هاڻي هن کي ظلم جو نشانو بڻائيندو. ان خوف کان جلال کي ڪا بہ خبر ڪونہ پئي تہ ڪاڏي ڊوڙندو وڃي رهيو آهيان. ڪمدار ۽ ہ ڇڙا پيا سندس پٺيان ڊوڙندي ڊوڙندي ٿڪجي پيا ۽ واپس موٽي آيا.

وڏيرو ايتري ننڍڙي پار جي هٿان پنهنجي توهين برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ ڪاوڙ وري جانوءَ تي اچي لاٿائين. جڏهن جانوءَ کي ماري ماري اچي ٿڪيو تہ ڪيس ڌڪو ڏيئي چيائينس، وڃ ٽر منهنجي اکين اڳيان پر ترس تنهنجي ان ڇوڪري کي ڇڪيءَ طرح ڏسندس.

جانو جو هڏ هڏ ڏکي رهيو هو انگ انگ سور کان چيٽان ڪري رهيو هيس، سندس زال سڄي جسم تي آهستي آهستي مالش ڪري اندر ئي اندر هلڪا هلڪا سڏڪا ڀري روئي رهي هئي.

هوڏانهن جلال سهڪندو ڊوڙندو ڌڪا، ٿاٻا کائيندو شهر ۾ پهتو. وري ورائي ڳوٺ ڏانهن ڏنائين بہ ڪونہ. ماءُ پيءُ سان ملڻ لاءِ دل اڌما کائيندي رهيس پر وڏيري جو

خوف رڳ رڳ ۾ گهر ڪري ويهي رهيس.

خدا جو ڪرڻو اهڙو ٿيو جو جلال، ڪنهن وڏي سيٺ جي هٿ اچي ويو، جيڪو اولاد جهڙي نعمت کان محروم هو. جلال هوندئن به شڪل وصورت ۾ ڪنهن سيٺ جو ئي پٽ لڳندو هو. جلال، سيٺ وقار کي صرف ايترو ٻڌايو هو ته هو هن دنيا ۾ اڪيلو آهي، هن دنيا ۾ ڪوبه سندس وارث ڪونهي. سيٺ وقار سندس پٽن کان به وڌيڪ پرورش ڪرڻ لڳو. ائين ئي سال لنگهي ويا.

جانو ۽ سندس زال روئي روئي هال هيٺا ڪري ڇڏيا. داد ڪن به ته ڪنهن سان، فرياد ڪن به ته ڪنهن وٽ. سندس قسمت جو مالڪ وڏيرو ئي هيو جنهن جي ظلم وستم جي ڪري ڪين اهي ڏينهن ڏسڻا پيا. ۽ سندن جگر جو ٽڪرو سندن اکين کان ائين جدا ٿي ويو.

ڇڳل واڻ واري کٽ تي، جنهن جو واڻ به ذري گهٽ ڪچي فرش سان ملڻ وارو هو، جانو وينو هو. اکيون ڳاڙهيون، وار ڏوڙ ۾ پيل، ليرون ليرون ڪپڙا، ڪنهن اونهي خيال ۾ گم.

ڇاٿو سوچين جانو؟ سندس زال خيال ۾ سوچن جي دنيا ۾ داخل ٿيندي چيو. جانوءَ جا ڳوڙها جيڪي پلڪن جي بند وٽ پاڻ کي جهلي بيٺا هئا، نيساري واري ڪار ڪري، بند ٽوڙي ڳلن کي آلا ڪندا سندس ميري جهولي ۾ ڪرڻ لڳا.

خبر نه آهي جلال ڪهڙي حال ۾ هوندو، بس ايترو ئي چوڻ هو هئي ڇٽا اوچنگاريون ڏيئي روئڻ لڳا چو نه روئن، لخت جگر سال ٿيا ڪونه ڏٺو هيائون. سندس پيرهيءَ جو سهارو، ڪلهي جو ڪانڌي هو.

هوڏانهن جلال عيش وآرام سان پلجڻ لڳو. ڪنهن شئي جي اجان خواهش ئي ڪندو هو ته سندس آڏو پهچي ويندي هئي. پر ايتري سکن هوندي به ڪڏهن ڪڏهن جلال اڪيلائي ۾ پيءُ ماءُ کي ياد ڪري هنياءَ کي نه جهلي روئيندو رهندو هو. اڪثر سيٺ هن کان سندس روئڻ جو مقصد پڇندو هو پر جلال ڳالهه گول ڪري ويندو هو. ۽ آهستي آهستي جلال جي دل ۾ وڏيري کان انتقام وٺڻ جي باهه ڏينهن به ڏينهن زور ٿيندي ويئي. سيٺ جي گهر ۾ رهندي جلال کي سال گذري ويا. هڪ دفعو به ڳوٺ ڏانهن ڪونه ويو هو. پر سندس دل ڳوٺ وڃڻ لاءِ هميشه لڇندي رهندي هئي.

آخر هڪ ڏينهن دل جي هٿان مجبور ٿي ڳوٺ جو رخ ڪيائين. سيٺ جي ڪار تي وينل جلال جي چهري تي خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي، ننڍپڻ جي رستن، گهٽين، واهن ۽ گاهن کي ڏسڻ سان سندس سينو ٺوڪجي ويو. اجان سندس گهر ميل کن پري هو، واٽ تي ڪار بيهاري ڪنهن شخص کان جانوءَ بابت پڇيائين.

اهو راهه ۾ ملندڙ شخص ٻيو ڪونه هو بلڪ ڪمدار هو، جنهن جلال کي سڃاڻي ورتو، پر جلال ڪيس ڪونه سڃاتو ڇو جو ڪجهه پوڙهو به ٿي ويو هو ۽ سندس ڏاڙهي به وڏي وئي هئي. ڪمدار تي ڪنهن ڳالهه تان وڏيرو ڪاوڙيو هو تنهن ڪيس ڪوڙيءَ ڪوڙيءَ جو محتاج ڪري ڇڏيس ۽ هاڻي ٻيو گهٽيءَ گهٽيءَ پنندو هو، تنهن دل ۾ سوچيو ته وڏيري کان بدلو وٺڻ جو بهترين موقعو هٿ آيو آهي، ڇو نه جلال جي هٿان ڪيس مارايان. دل ۾ شيطاني خيال ويهاريندي ٿوري دير کان پوءِ چيائين.

ابا ڇوري جلال جو پيءُ جانو ني. جلال تڙپندي چيو ها،ها، اهوئي جانو. ٻڌاءِ

ڪيئن آهي، اهو ۽ ان جي زال؟ ۽ جلال اميد ڀريل نگاهن سان کيس ڏسڻ لڳو.

ابا وڏيري ان ٿي ڏينهن جنهن ڏينهن جلال ڳوٺ مان هليو ويو هو کيس مارائي ڇڏيو هو. باقي سندس زال، سا ويچاري ڳوٺ ۾ پنندي آهي. ڪمدار لچائيءَ سان کيس ڏچڪا ڏيندو رهيو.

بس ڪر خدا جي واسطي بس ڪر. مان زنده نه ڇڏيندس ان وڏيري کي، مان ڳيا ڳيا ڪري کيس ڪتن جي حوالي ڪندس. مان خون ڪري ڇڏيندو مانس ۽ جلال رڙيون ڪندو واپس ڪار ۾ ويٺو ۽ ڪار مٽيءَ جي ڌوڙ ۾ غائب ٿي وئي.

سڄي رات جلال وڏيري جي انتقام جي باري ۾ سوچيندو رهيو ۽ ٻئي ڏينهن جلال سيٺ جي بندق ساڻ ڪري ڪار کي اڏائيندو وڏيري جي بربادي‌ءَ طرف وڌي رهيو هو. ۽ ڌوڙ اڏائيندي وڏيري جي حويليءَ طرف ڪار وڌندي وئي. پر اوچتو سندس دل ۾ ماءُ جو خيال آيس ۽ ڪار پنهنجو پاڻ سندس گهر طرف مڙي وئي. ۽ پنهنجي ماءُ کي ڏسڻ لاءِ سندس اکيون پرجي آيون.

گهر جو در کولي آهستي آهستي اندر داخل ٿيو. پر هي ڇا!! سندس ماءُ ۽ پيءُ ويٺا ماني کائين، معنيٰ ته ان شخص مون سان دوکو ڪيو ۽ ڪوڙ ڳالهايو. جلال وڌيڪ ڪجهه به نه سوچيو رڙ ڪري سندن قدمن ۾ ڪري پيو.

سالن جا ستايل ۽ سڪايل جڏهن گڏ ويٺا ته ہوندون بس ئي نه ڪن. هڪ ٻئي کي حال احوال ڏيندي جانو وڏيري جي ظلمن کان جلال کي آگاهه ڪيو. جلال جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون ۽ انتقام جي باهه ته اڳ ۾ ئي اندر ۾ ٻري رهي هيس ويتر شعلو ڀڙڪي ويس.

بابا مان توهان جي ظلمن جو بدلو وڏيري کان وٺڻ آيو آهيان مان هن جو خون ڪري ڇڏيندس، ڏس بابا هيءَ بندوق ڏس. مان هن جا ڳيا ڳيا ڪري ڇڏيندس، جلال انتقام جي باهه ۾ وحشي پڻي لڳو.

جلال خدا جي واسطي بس ڪر، جيڪو ٿيو سو ڇنو، سندس ماءُ پلاند جهليندي چيو. واهه امان واهه، مان سالن جا سال توهان جي سڪ ۾ سڙندو رهيس، وڏيري جي خوف کان توهان جي محبت جي ڇانو کان محروم رهيس، توکي ڪهڙي خبر امان ته مان سڄي سڄي رات توکي ياد ڪري روئيندي روئيندي گذاريندو هيس. ان ظلم توهان کي به ته ڪونه بخشيو. آخر ظلم جي انتها ٿيندي آهي. مان هن کي ڪونه ڇڏيندس، ٻري ٿيءُ امان منهنجو رستو نه روڪ، ڪرڻ ڏي هن درندي جو حساب مون کي. جلال واقعي جلال ۾ اچي ويو.

معاف ڪري ڇڏ وڏيري کي پٽ ،بدلي وٺڻ ۾ ڪجهه به هٿ ڪونه ايندو. معاف ڪري ڇڏيس، پٽس چيس.

معافي ڏيانس، نه، نه بابا نه سالن جي تڙپ کي ائين ڪيئن وساريندس. مان هڪ پل پل جو حساب وٺندس. منهنجو سينو چيري ڏس بابا اندر ۾ ڪهڙي باهه ٿي ٻري، اها باهه ايترو جلد آسانيءَ سان ختم ڪونه ٿيندي. جڏهن سندس پيءُ کو چارو نه ڏٺو ته پنهنجي ٽوپي لاهي در وٽ رکي ڇڏيائين پٽ ! تون هن ٽوپيءَ کي لتاڙي وڃڻ چاهين ته وڃي پنهنجي اندر جي باهه ٿڌي ڪر.

جلال ڊوڙي ٽوپي کڻي ۽ پيءُ جي مٿي تي رکي سندس ويڪري ڇاتيءَ تي اوچنگاريون ڏئي روئڻ لڳو.

پر قدرت تو کي اسان سان ملايو اهوئي اسان لاءِ ڪافي آهي اسان وڏيري کي سندس ڪيل ظلم معاف ڪيو آهي، تون به ڪيس معاف ڪري ڇڏ. خدا ۽ سندس رسول ﷺ درگذر ۽ معافيءَ کي پسند ڪيو آهي. ڇا تو کي اها خوشي ناهي جو اسان کي جيئرو پنهنجي اکين سان ڏٺو اٿئي. پر، وڏيرو هوندي به ڪوڙهه جي مرض ۾ موت سان ڇتي جنگ وڙهي رهيو آهي، ڪو هوش هواس ڪونه رهيو اٿس. ڪنهن کي سڃاڻي به ڪونه ٿو سگهي. اهو قدرتي انتقام گهٽ اٿس. دشمن کي معاف ڪرڻ وڏو ثواب جو ڪم آهي پر. هاڻي هٿ منهن ڌوءُ ته ماني کائون.

ماني کائيندي پل به ڪونه گذريو ته در وٽ سيٺ وقار اچي بيٺو، سيٺ کي جلال پنهنجي گهر ۾ ڏسي حيران ٿي ويو.

پر جلال مون کي سڄي خبر پئجي وئي آهي. ڪالهه تون ڊرائيور کي هن ڳوٺ ۾ وٺي آيو هئين. ۽ اڄ تون اڪيلو گهران بندوق کڻي هليو آئين، ڊرائيور مون کي هڪدم ٻڌايو ۽ مان سڀ ڪم ڇڏي تنهنجي پٺيان آيس. سيٺ وقار اٿي چئي آهستي آهستي اڳيان وڌيو ۽ جلال کي سيني سان لاتائين ۽ شفقت ڀريو هٿ سندس مٿي تي رکي چيائين، توکي تنهنجا والدين مبارڪ هجن جلال، ڇو مون کان اها ڳالهه ڇو لڪائي.

هاڻي جلدي ڪريو، ادا توهان ۽ ادي به هاڻي مون سان ٿي گڏ هلندو ۽ جلال سان گڏ منهنجي گهر ۾ رهندو.

۽ ائين هزار انڪار جي باوجود جلال ۽ سندس والدين پنهنجو ڪکائون گهر ڇڏي هميشه هميشه لاءِ سيٺ جي بنگلي ۾ لڏي آيا.

ڪجهه سالن کان پوءِ سيٺ مري ويو ۽ جلال سندس سڄي جائداد جو وصيت مطابق اڪيلو وارث بڻجي ويو

اهو هوندو آهي معافي درگذريءَ جو ڦل. تنهن ڪري جان جوکي دشمن هجي ته ان کي به معاف ڪجي، ڇو ته اسان کان وڏي عدالت، قدرت جي عدالت موجود آهي. جيڪا وڏيري جهڙو حشر ڪندڙ ۽ انصاف ڪندڙ آهي. بدلو وٺڻ ڪو انتقام ڪونهي بلڪ معاف ڪرڻ وڏو انتقام آهي. اهو انتقام ڪهڙو جيڪو دنيا جي نظر ۾ قابل احترام هجي. انتقام ته اهو وٺجي جنهن سان آخرت به قابل عزت ليکجي ۽ جنهن سان رب العزت ۽ سندس محبوب ﷺ به راضي رهن.




وٺ پٽ مجتبيٰ هي ڪل (١٥٠٠٠) پندرهن هزار رپيا اٿئي، پڙهين جي زندگيءَ جو پورهيو. چوندو هو ته "پاڳيري مان انهن پئسن مان تنهنجي اکين جو آپريشن ڪرائيندس، جيئن تون دنيا کي هڪ دفعو وري ڏسي سگهين. بس ان خواهش کان وڌيڪ پيو ڪوبه ارمان دل ۾ نه اٿم." پٽ سنڀالي کڻي وڃجان خدا تنهنجو حامي ونگهبان آهي.

صفيہ، پنهنجي پٽ مجتبيٰ کي الوداع ڪندي سندس مٿي تي چمي ڏيندي چيو.
تون ڪوبہ الڪو نہ ڪر امان، مان هنن پئسن کي ساهہ کان بہ وڌيڪ سانديندس. انشاءَ الله ٻن ٽن سالن کان پوءِ جڏهن مان دبئيءَ کان موٽندس تہ ايترو ڪمائي ايندس جو تنهنجي اکين جي آپريشن سان گڏوگڏ پنهنجي ڀيڻ جي شادي جو پڻ بندوبست ڪندس. مجتبيٰ پرسان بيٺل پنهنجي ڀيڻ سيما کي مٿي تي هلڪو ڌڪ هڻندي مسڪرائيندي چيو ۽ سيما شرمائي ماءُ جي سيني ۾ لڪي ويئي.
ماءُ، ڀيڻ اکين ۾ آب آڻي مجتبيٰ کي ٻن ٽن سالن لاءِ پنهنجي اکين کان ڌار ڪيو.
مجتبيٰ جو پيءُ هڪ دڪاندار هو. ڪجهہ وقت اڳ سندس انتقال ٿي ويو هو ۽ مجتبيٰ جو مستقبل صرف سندس ماءُ ۽ ڀيڻ هيون ڪجهہ وڌيڪ رقم حاصل ڪرڻ لاءِ هن دڪان ڪرائي تي ڏيئي پنهنجي پڙهائيءَ کي هميشه هميشه جي لاءِ الوداع چئي صرف ۽ صرف پنهنجي ماءُ جي اکين جي روشني ۽ ڀيڻ جي خوشين جي لاءِ ايترو دور وڃي ڪمائڻ جو فيصلو ڪيو. ٻن ٽن دوستن جي مدد سان مجتبيٰ جي دبئي وڃڻ جو ڪم بہ آسانيءَ سان طئي ٿي ويو هو.
صفيہ ۽ سيما وڏي بيقراريءَ سان مجتبيٰ جي واپسيءَ جو انتظار ڪري رهيون هيون، هاڻي سيما انٽر پاس ڪري چڪي هئي سندس تعليم جو سلسلو مجتبيٰ جي زور ڀرڻ تي جاري قائم هو، ڇوجو سندس پيءُ جي خواهش هئي تہ سيما هڪ سگهڙ ۽ تعليم يافتہ ڇوڪري بنجي. مجتبيٰ پنهنجي ماءُ کي سختيءَ سان سيما جي تعليم جاري رکڻ لاءِ بار بار خط ۾ تاڪيد ڪندو رهندو هو. سيما بہ شوق سان تعليمي منزلون طئہ ڪندي اڳيان وڌي ۽ بي-اي ۾ داخلا ورتائين.
صفيہ ۽ سيما جو الله انتظار ختم ڪيو، پورن چئن سالن کان پوءِ سندن پيارو مجتبيٰ واپس وطن اچي رهيو هو، مجتبيٰ ساڻو ڪري گهر وارن کي پنهنجي اچڻ جي خبر ڪانہ ڏني، ڇوجو اوچتو ڪين پنهنجي اچڻ جو سرپرائيز ڏيڻ ٿي چاهيو.
ايئرپورٽ تان سڌو ٽيڪسيءَ تي چڙهي اسٽيشن وڃڻ لاءِ ٽيڪسيءَ واري کي تڪڙو هلڻ لاءِ چيائين، مجتبيٰ پنهنجي وطن کي ڀيهر پنهنجي اکين سان ڏسي خوشيءَ ۾ ئي نہ پئي ماپيو، پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ سان ملڻ جو خيال دل ئي دل ۾ کيس خوش ڪري رهيو هو. ۽ پنهنجن سڄن سارن چئن سالن جو ڪمايل پئسو پرسان ٿيلهي ۾ رکيل هيس. هڪ دفعو وري پئسن ڏسڻ جي خواهش ڪري ٿيلهي جي زپ کولي پئسا ڏسڻ لڳو، ٽيڪسي ڊرائيور پنهنجي چور نظرن سان مجتبيٰ کي سڄي واٽ نوٽ ڪندو آيو هو. ضرور ڪو مال اٿس تڏهن تہ ايترو خوش نظر اچي رهيو آهي، ۽ اوچانڪ جڏهن سامهون شيشي تان نظر پيسن جي ڪليل ٿيلهي تي پيس تہ سندس نظرون حيران ٿينديون ڦاٽي پيون ۽ دل ۾ مڪاريءَ جنم ورتس ۽ مجتبيٰ کي پيسن ۾ مگن ڏسي رستو بدلائي ڇڏيائين.
مجتبيٰ کي اوچتو احساس ٿيو تہ کيس ڊرائيور ڏسي رهيو آهي ۽ هن هڪدم ٿيلهي جي زپ بند ڪئي ۽ پنهنجون نظرون دريءَ کان ٻاهر ڊوڙايائين، علائقو پرسڪون هو، پر هن کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ ڊرائيور کيس ڪٿي وٺي آيو آهي. ڇوجو اسٽيشن جو رستو اهو نہ هو. جڏهن کيس ڊرائيور جي ارادن جي خبر پئي تہ هن ٽيڪسيءَ جي رفتار

هڪدم آهستي ڏسي در کولي يڪدم هلندڙ ٽيڪسيءَ مان ٻاهر ٽپو ڏنو ۽ هڪدم اتي
وٺي پڪو ڊرائيور وٽ ريوالور هو تنهن يڪدم نشانو ٻڌي ڪيس گولي هڻي هڪ ٻه-
ٽي ريوالور مان گولين جو آواز ڪونه نڪتو ڇوجو بنا آواز وارو ريوالور هو.
گوليون لڳاتار مجتبيٰ جي پٺي ۽ ٻانهن ۾ لڳيون هيون، پر مجتبيٰ همت ڪري
ڊوڙندو رهيو ۽ سامهون خوبصورت بنگلن جي قطار ڏسي هڪ گهٽيءَ ۾ مڙي ويو ۽
آخرڪار هڪ بنگلي جي پٺ (باٿونڊري وال) وڏي مشڪل سان ٽپي اندر داخل ٿيو.
ٽيڪسي ڊرائيور سندس پيڇو ڪيو پر ناڪام ويو ۽ فوراً ٽيڪسي ڊوڙائي ان علائقي
مان فرار ٿي ويو.

مجتبيٰ رت ۾ لعل ٿي چڪو هو، بنگلي جي چوڪيدار ڪيس اوچتو ڏٺو ۽ وڃي
گهر جي ڀاتين کي خبر ڏنائين. ڊاڪٽر عظيم پنهنجن ٻن جوان ڊاڪٽر پٽن سان گڏ فوراً
گهر مان ٻاهر آيو ۽ مجتبيٰ کي فوراً اسپتال وٺي وڃڻ لاءِ پنهنجن پٽن کي چيو، پر
مجتبيٰ روئيندي، سهڪندي ۽ رڪجي رڪجي ڪيس هٿ ٻڌي التجا ڪئي ته سيٺ
صاحب خدا جي واسطي صرف منهنجي هڪ التجا ٻڌو، مان شايد وڌيڪ هن دنيا ۾ نه رهي
سگهان. هيءَ امانت آهي منهنجي بيواهه ماءُ ۽ يتيم ڀيڻ جي، مجتبيٰ پئسن سان ڀريل
ٿيلهو سندس هٿ ۾ ڏيندي چيو ته سيٺ صاحب هن امانت ۾ خيانت نه ڪجو، هي پيسا
مان پنهنجي انڌي ماءُ جي اکين جي آپريشن ۽ ڀيڻ جي شاديءَ لاءِ پنهنجي هٿن جي محنت
مزدوريءَ سان وڏي مشڪل سان ڪمائي آيو آهيان، هن مختصر لفظن ۾ ڪين سچي
ڳالهه ٻڌائي ۽ آخر ۾ پنهنجي گهر جي ايڊريس ٻڌائي ۽ سندس ڪنڌ هڪ طرف لڙڪجي
ويو ۽ اکيون ڦاٽي پيون.

ڊاڪٽر عظيم اهڙي حالت ۾ مجتبيٰ کي پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ جي حوالي ڪرڻ
مناسب نه سمجهيو، ڇوجو ايڏي انتظار جي عيوض مجتبيٰ جو زنده وجود نه بلڪه لاش
ڏسي ڪٿي ٻئي ڇريون نه ٿي وڃن ۽ مجتبيٰ جو گهر به تمام پري هو، ڪين پهچندي
پهچندي ۾ ٿي ڏينهن لڳي وڃن ها، تنهنڪري گهر جي سيني ڀاتين مجتبيٰ کي اتي ئي دفنائڻ
جو فيصلو ڪيو.

مجتبيٰ جي ڪفن دفن کان فارغ ٿي ڊاڪٽر عظيم سندس ماءُ ڏانهن هڪ خط
لکيو ۽ ڪين سچي حقيقت کان واقف ڪيو. ڊاڪٽر عظيم خط ۾ پنهنجي ايڊريس لکي
هئي ته جيئن اچي پنهنجي امانت ڪائنڻ وٺي وڃن. ٻن هفتن جي انتظار کان پوءِ مجتبيٰ
جي ڀيڻ ڊاڪٽر عظيم وٽ پهتي ۽ هنياءُ ڦاڙي ڊاڪٽر جي سيني سان لڳي، اوچنگاريون
ڏيئي روئڻ لڳي.

ڊاڪٽر عظيم شفقت ڀريو هٿ سندس مٿي تي رکي ڪيس چپ ڪرائڻ جي
ناڪام ڪوشش ڪري رهيو هو. بهرحال ڇوڪري پنهنجي هنياءَ جو بار هلڪو ڪيو ۽
پوءِ ڊاڪٽر کان ان رقم بابت پڇيائين، ڊاڪٽر عظيم فوراً وڃي اها امانت آڻي ڇوڪريءَ
جي حوالي ڪئي ۽ چيائين ته پٽ، منهنجي مٿي تي هڪ وڏو بار هو خدا جو شڪر جو مان
اها امانت تنهنجي حوالي ڪري اڄ سڪون جو ساهه کنيو اٿم. مجتبيٰ جو اهوئي اسرار هو
ته مان ان جي امانت سندس ماءُ يا ڀيڻ جي حوالي ڪيان.

الحمد لله! اڄ اها امانت اوهان جي حوالي ڪري ڪيڏي نه خوشي ٿي محسوس

ٿئي. چڱو پٽ تون ڪجهه دير آرام ڪر، ايڏي طويل سفر توکي ٿڪائي ڇڏيو هوندو، مان ٿوري دير ۾ اچان ٿو، وڌيڪ حال احوال پوءِ ڪيون ٿا، تنهنجي آنٽي ڪم سان ٻاهر ويئي آهي تيستائين اها ٻه اچي ويندي چڱو پٽ تون آرام ڪر، ڊاڪٽر عظيم سيما جي مٿي تي هٿ رکندي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

ڊاڪٽر عظيم کي ڪمري کان ٻاهر نڪرندي اڃان پنج منٽ مس گذريا جو ڪيس ياد آيو ته چشمو ته اتي ئي ڪمري ۾ وساري آيو آهيان، سو تڪڙو تڪڙو وري ڪمري ڏانهن ويو ته سيما ڪمري ۾ ڪونه هئي!!!......!!!! ڪيڏانهن ويئي!!... اڃان هاڻي ته هتي ئي هئي......!!! ڊاڪٽر عظيم پريشان ٿي ويو، تڪڙا تڪڙا قدم کڻي گيٽ طرف وڌيو، چوڪيدار کان پڇا ڪيائين.

ها سائين اها ڇوڪري جيڪا ٿورو وقت اڳ اوهان سان ملڻ آئي هئي، اها هڪ وڏي ڪار ۾ چڙهي هلي ويئي ان سان ڪار ۾ ٻه چار ماڻهو ٻه هئا. ڊاڪٽر عظيم چوڪيدار جي ڳالهه ٻڌي هاڻي وڌيڪ پريشان ٿي ويو. آخر ڪيڏانهن ويئي...!!!....!!! ايترو جلد موڪلائيائين ٻه نه- ڪاڏي ويئي؟ ڪنهن سان ويئي؟ آئي ته اڪيلي هئي!!! ڊاڪٽر سوچن جي اونهي کوهه ۾ ڪرندو ويو.

واقعي اها سيما هئي يا نه؟؟...!!؟؟ نه- نه ائين نٿو ٿي سگهي، اها سيما ئي هوندي پر مختلف مختلف خيالن ۽ وسوسن ڊاڪٽر عظيم کي گهيري ڇڏيو. آخر ڪهڙي ڳرنٽي هئي ته واقعي اها ڇوڪري سيما ئي هئي، مان ايڏي وڏي رقم بنا ڪنهن تصديق جي ڪيس ڏيئي ڇڏي...!!! واقعي اها سيما هئي ته پوءِ بنا موڪلائڻ جي ائين جلد ڇورن وانگر ڇو هلي ويئي؟

بس ان اڻ تڻ ۾ ڊاڪٽر عظيم حقيقت کي معلوم ڪرڻ لاءِ خود مجتبيٰ وارن جي گهر وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ٻئي ڏينهن مجتبيٰ جي ڏنل ايڊريس تي روانو ٿي ويو ٻن ڏينهن جي ٿڪائي ڇڏڻ جهڙي سفر کان پوءِ آخرڪار هڪ ننڍڙي گهر جي ڀرسان اچي بيٺو. دروازو کڙڪائي ڪجهه دير انتظار ڪرڻ لڳو.

ڪير آهي؟ مان آهيان ڊاڪٽر عظيم مون کي مجتبيٰ جي والده ۽ ڀيڻ سان ملڻو آهي.

اچو، اچو اندر اچو، هڪ خوبصورت ۽ حسين وجميل ڇوڪريءَ ڪيس اندر اچڻ لاءِ چيو. سيما پنهنجي پاءُ جو نالو ٻڌي تڙپ ويئي. تشريف رکو ڊاڪٽر صاحب.

سامهون پيل ڪرسيءَ ڏانهن اشارو ڪندي سيما ڪيس ويهڻ لاءِ چيو، ڊاڪٽر صاحب منهنجو پاءُ ٺيڪ ته آهي نه؟ ڪڏهن ايندو؟ خبر ناهي اڃان ڪيترو انتظار ڪرائيندو، توهان سان ڪڏهن مليو؟ اوهه! مان ته توهان کي پنهنجو تعارف ٻه ڪونه ڪرايو.

مان سيما آهيان، مجتبيٰ جي ننڍي ڀيڻ ۽ هي آهي اسان جي امڙ، سامهون ويٺل هڪ عمر رسيده عورت جي ڪلهن تي هٿ رکندي سيما چيو.

ڊاڪٽر عظيم جون ٻه ٻه ويون ته ڇهه ٻه ويون، هن کي هاڻي يقين ٿي ويو ته سندس لکيل خط انهن ويچارن وٽ ته پهتو ئي ڪونهي ۽ وچان ڪنهن ٻئي جي هٿ اهو خط چڙهيو ۽ ان چالاڪيءَ سان باقاعده هڪ پروگرام ٺاهي ڪوڙي سيما کي موڪلي اها رقم حاصل ڪري ورتي.

ڊاڪٽر عظيم کان هڪ وڏي غلطي سرزد ٿي چڪي هئي ۽ هاڻي ان جي تلافي ٻه

هن کي خود ڪرڻي هئي. ڇوجو سندس ئي غلطيءَ جي ڪري انهن ويچارن غريبن جو پيسو لٽجي ويو.

ڊاڪٽر عظيم بلڪل سچائيءَ سان ڪين سچو داستان آهستي آهستي ٻڌائڻ شروع ڪيو، صفيه ۽ سيما اوچنگاريون ڏيئي روئينديون رهيون. ڊاڪٽر عظيم وڏي وجي سيما کي پنهنجي سيني سان لاتو انهن ئي لمحن ۾ هڪ فيصلو ڪيائين ۽ سندس چهري تي هڪ عزم نمايان هو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڊاڪٽر عظيم، صفيه ۽ سيما کي هميشه هميشه جي لاءِ پاڻ سان پنهنجي گهر گڏ وٺي آيو ۽ سيما جي شادي ڌام ڌوم سان پنهنجي وڏي پٽ ڊاڪٽر فهيم سان ڪرائي ڇڏي ۽ سندس زال صفيه کي پنهنجي سڳي ڀيڻ جهڙو درجو ڏنو.

صفيه جي اکين جو آپريشن به ڊاڪٽر عظيم پنهنجي خرچ تي ڪرايو. هو هاڻي ڪائنات جا حسين نظارا پنهنجي اکين سان ڏسي ٿي سگهي، جڏهن ڊاڪٽر عظيم سيما کي فهيم سان کلندو کلندو ۽ ٽهڪ ڏيندي خوش ڏسندو هو يا صفيه کي روشن روشن اکين سان مسڪرائيندي ڏسندو هو ته ڪائنس ڪيل هڪ غلطي هميشه هميشه جي لاءِ وسري ويندي هئي. ڇوجو ان غلطيءَ جي تلافي ڊاڪٽر عظيم بهترين طريقي سان ڪري چڪو هو.

هاڻي سندس اندر ۾ ڪابه اڻ تڻ نه رهي. آخر هن وڏي ۽ عظيم تلافي ڪان علاوه هي ڪري به ڇاٽي سگهيو، مجتبيٰ جي ڏنل امانت ته سندس بيواهه والده ۽ يتيم ڀيڻ کي ڏيئي نه سگهيو پر ان جي بدلي ۾ هن دنيا وجهان جون خوشيون سندن جهولين ۾ ڀري ڇڏيون جنهن سان مجتبيٰ جي بيچين روح کي به قرار مليو ۽ خدا ۽ ان جو رسول به ڊاڪٽر عظيم جي ان قدم تي خوش ٿيا "جنهن خاندان جي عملن مان خدا ۽ ان جو رسول خوش ٿين انهن کي دنيا جي دولت مان ڀيو ڇا گهرجي؟"

# صحيح فيصلو

"ليلا"، تون ادا ضيا کي آخر ڇونه ٿي ٻڌائين. ڪيستائين تون ائين بس استاپ تي هن ڪميني ڇوڪري جون روزانو زيادتيون پئي برداشت ڪندينءَ؟ منهنجو وس پڄي ته هينئر ئي ادا ضيا کي ٻڌايان.

نه فوزي، اها چريائپ نه ڪجان، خدا جي واسطي. اگر ادا ضيا کي خبر پئي ته خون ٿي پوندا.

سڌو سنئون ڇو نه ٿي چوين ته تون پاڻ راضي آهين ته اهو لفنگو فواد روز ائين توکي تنگ ڪندو رهي.

فوزي، تنهنجو دماغ ته صحيح آهي نه. ڇا تون چاهين ٿي ته ادا ضيا کي ٻڌائي خون خرابا ڪرايان. ادا ضيا جي طبعيت جي توکي ته خبر آهي نه. ڪڙلي هٿڻ ۾ دير ڪونه ڪندو آهي.

برداشت جي . ڪا حد هوندي آهي. ان لفنگي فواد مان جان ڇڏائڻ جي ڪجهه سوچ

ورنہ.....!!!

نيڪ آهي بابا نيڪ آ. مان پاڻ ان سان ڳالهائيندس ۽ ڪيس سمجهائيندس، مون کي يقين آهي تہ سمجهي ويندو.

ماهہ بدولت هن کي سمجهائيندي ۽ هو سمجهي ويندو. هُون. تون اهڙن ڪمينن کي نہ ٿي سڃاڻين ليلا. ادا ضيا سان ڳالهائڻو ئي پوندو.

پليز فوزي، هڪ ڀيرو مون کي چانس ڏي. اگر پوءِ بہ نہ سڌريو تہ ادا ضيا کي مان پاڻ ٻڌائيندس، پرامس.

اڄ وري حسب معمول فواد ڪاليج جي سامهون واري بس اسٽاپ تي بيٺو هو. بس مان پئي جٽيون لٿيون ۽ روڊ جي سائيڊ وٺي بيهي رهيون. هٿ جي اشاري سان فواد کي ليلا پاڻ وٽ سڏ ڪيو.

فواد نہ ڄاڻ ڪيترا محبت نامہ ليلا کي لکيا. سوين ڀيرا هن سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سڀ پلان سندس ناڪام ويا. ۽ اڄ پهريون ڀيرو هن جي طرفان لفٽ ملي رهي هيس. ليلا جي نازڪ هٿ جا اشارا ڏسي چوري جون واڇون ٽڙي پيون ۽ غيريقيني جي حالت ۾ سندس سامهون اچي بيٺو.

ڏسو مسٽر فواد! توهان مون کي غلط سمجهيو آهي. مان انهن ڇوڪرين مان ناهيان. منهنجو تعلق هڪ شريف گهراڻي سان آهي. منهنجي مڱڻي ٿيل آهي عنقريب منهنجي شادي ٿيڻ واري آهي. پليز فواد صاحب! اوهان منهنجي پاءُ کي نہ ٿا سڃاڻو. اگر هن کي اوهان جي ڪرتوتن جي خبر پئي تہ هو اوهان کي زنده نہ ڇڏيندو ۽ مان نٿي چاهيان تہ ڳالهہ وڌي وڃي. مهرباني ڪري اوهان منهنجو پيڇو ڪرڻ ڇڏي ڏيو ۽ ها خط لکڻ بہ بند ڪيو تہ سٺو نہ ٿيندو. ليلا هڪ ئي ساهيءَ ۾ اهو چئي، فوزي جو هٿ پڪڙي ڪاليج طرف وڌڻ لڳي.

فواد سندن رستو روڪي سامهون اچي بيٺو. مڱڻي..... مڱڻي ٽٽي بہ سگهي ٿي. صرف تون منهنجو ساٿ ڏي. فواد جذباتي ٿيندي ليلا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙڻ چاهيو.

تڙاخ، ليلا هڪ زوردار چماٽ سان فواد جي ڳٽي تي پنهنجي نازڪ نازڪ آڱرين جا نشان ڇڏي هلي وئي. ۽ فواد پنهنجي ڳٽي تي ڇڏيل ڳاڙهن نشانن جي قيمت وصول ڪرڻ جو شرمناڪ منصوبو رٿيو.

فوزي اڄ ڪاليج ڪونہ آئي هئي. ان ڪري ليلا کي اڄ ڪاليج اڪيلو اچڻو پيو. بس فواد ان موقعي تي تاڪ ۾ هو ۽ اهو سڀ ڪجهہ ٿيو جيڪو ليلا ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو. ڪڏهن بہ نہ. ليلا جي زندگي تباهہ ٿي وئي. ليلا ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جي قابل نہ رهي هئي. شرمناڪ حال ۾ جڏهن گهر پهتي تہ سندس پاءُ ضيا ۽ پوڙهي ماءُ جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي. ضيا پنهنجي ننڍڙي معصوم ڀيڻ کي پاڪر ۾ جهليو، جيڪا هوش ۾ نہ هئي.

ڇا ٿيو آهي ليلا... ٻڌاءِ مون کي، تنهنجي هي حالت، اکيون کول منهنجي ڀيڻ ليلا، اکيون کول ڏس..... هي ڏس مان آهيان تنهنجو ادو..... اکيون کول ليلا... هوش ڪر...!!! ليلا... ليلا.

ليلا جيڪا ضيا جي ٻانهن ۾ جهولي رهي هئي تنهن آهستي آهستي اکيون

ڪوليون ادا... ا... ا... د... ا ليلا اڪرن کي ڳنڍڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي.

ها ليلا... ڇٺو منهنجي پيڻ..... ٻڌاءِ ڇا ٿيو.

ا...د...ا... ادا... فو...اد... فواد مون کي تباهه ڪري ڇڏيو. مان جيئڻ جي لائق ناهيان... مان زهر... ادا.. مان... ز.... هه...ر...مو... ن... کي... معا... ف... ۽ ليلا جو ڪنڌ پاءُ جي ٻانهن ۾ لڙڪي ويو.

ليلا! ليلا نہ منهنجي پيڻ نہ ضيا ۽ سندس پوڙهي ماءُ جون دانهون نڪري ويون.

ڪتي جا پٽ، مان توکي زنده نہ ڇڏيندس. مان تنهنجي ٻوٽي ٻوٽي پٽي ڪتن کي ڏيئي ڇڏيندس. ضيا آپي کان ٻاهر نڪري ويو. جوان پيڻ جو لاش سندس جهولي ۾ پيو هو.

فوزي، ليلا جي موت جو ٻڌي روئيندي هڪدم سندس گهر پهتي ۽ ضيا کي سچي حقيقت کان آگاهه ڪيائين. ڪيس اهو بہ ٻڌايائين تہ فواد چوڌري وقار جو پٽ آهي.

ضيا جي اکين جو رنگ ڪارو ٿي ويو. ۽ جلد از جلد فواد کان پنهنجي معصوم ۽ بيگناهه پيڻ جي شرمناڪ موت جو بدلو وٺڻ ٿي چاهيو. جنهن جو هي پنهنجي پيڻ جي لاش سان وعدو ڪري چڪو هو. هن لاءِ ڏينهن رات ساهه کڻڻ عذاب ٿي ويو. فواد ڪٿي بہ ڪيس نظر ڪونہ آيو. شايد ڪيڏانهن فرار ٿي ويو هو. پر هن پنهنجي ڳولها جاري رکي. فواد خلاف ضيا وٽ ڪوبہ ثبوت ڪونہ هو ۽ قانون ثبوت کان سواءِ انڌو، ٻوڙو ۽ گونگو هوندو آهي. تنهن ڪري هن فواد مٿان ڪابہ قانوني ڪاروائي ڪرڻ بيڪار سمجهي.

ليلا جي موت کي اجان چند ڏينهن گذريا هئا پر ضيا کي هڪ پل بہ هاڻ گذارڻ وهر ٿي لڳو. فواد آخر ڪيستائين فرار رهندو. آخر ڪيستائين بس ان ئي اميد تي، تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن نيٺ هو پنهنجي معصوم پيڻ جي لاش سان ڪيل وعدو پورو ڪندو، پنهنجي تلاش جاري رکيائين.

سج لهي چڪو هو، ضيا پنهنجي پوڙهي ماءُ جي سسڪيل دل کي جيڪا جوان ڌيءُ جي اذيت ناڪ موت تي هنجون هاري رهي هئي، دلاسا ڏيئي رهيو هو. ايتري ۾ زور سان دروازي کڙڪڻ جو آواز آيو. هڪ دفعو، ٻيو دفعو بار، بار بار ائين پئي لڳو ڄڻ دروازو ٽٽي پوندو. ضيا تڪڙا تڪڙا قدم کڻي دروازو کوليو.

هڪ جوان، حسين وجميل گهبرايل روئيندڙ ڇهري سان ڇوڪري زوري گهر ۾ اندر داخل ٿي. ضيا هڪ طرف ٿي ويو. خدا جي واسطي ادا مون کي پناهه ڏيو، خدا جي واسطي. ٻاهر زبردست فائرنگ پئي ٿئي. مون کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ مان ڪيڏانهن وڃان. ڊوڙي ڊوڙي هت پهتي آهيان ڇوڪري گهبرائي بہ رهي هئي ۽ روئي بہ رهي هئي. ضيا جي ماءُ زنانو آواز ٻڌي در تائين آئي. رات جي وقت، اڻ ڄاڻ، خوبصورت ۽ جوان ڇوڪري کي پنهنجي در تي ڏسي وائڙي ٿي وئي. فائرنگ جا آواز تيز ٿي ويا. ضيا دروازو بند ڪيو ۽ ڇوڪري خوف وچان ضيا جي ماءُ جي ڪڇ ۾ وڃي لڪي ۽ بي اختيار روئي ڏنو.

روءُ نہ ڌيءُ، بس ڪر اها فائرنگ مني ڄاڻ ختم ٿي، اهو تہ هاڻ روز جو معمول ٿي پيو آهي، تون شڪربہ الحڪو نہ ڪر الله رحم ڪندو. ضيا پٽ پاڻي جو گلاس ڀري اچ. ڏس تہ ٻچڙي ڊ ڄي ٿي پيئي آهي.

ضيا پاڻيءَ جو گلاس ڀري آيو. ڇوڪري هڪ ئي ساهيءَ ۾ پي ويئي. پليز هڪ پيو به ڪپي. ضيا ڪي گلاس واپس ڪندي هن چيو. ۽ هو وري فرج طرف مڙيو. پاڻي پي ڪجهه ساهه ۾ ساهه آيس.

ٻاهر فائرنگ جا آواز اچان وڌيڪ خوفناڪ ۽ ڀوائتا ٿي ويا. ڏسندي ئي ڏسندي نہ ڄاڻ ڪيترين جانيون ضايع ٿي ويون ۽ سوين ماڻهو زخمي ٿي پيا. شهر جون حالتون ڪنٽرول کان ٻاهر نڪري ويون ۽ رت جي هولي شروع ٿي وئي. انتظاميہ بي وس ٿي پئي. بس انهن حالتن تي ڪنٽرول ڪرڻ جو هڪ ئي حل هو، ڪرفيو. ٽيئي چئنا ريڊيو کولي ويهي رهيا ۽ اهو ئي ٿيو جيڪو حالات کي ڏسندي ٿيڻو هو. انتظاميہ ڪرفيو لڳائڻ تي مجبور ٿي پئي. ۽ ان ڇڪتاڻ واري حالت تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ حساس علائقن تي ڪرفيو لاڳو ڪيو ويو.

هاڻ ڇا ٿيندو آنٽي. مان گهر ڪيئن ويندس. ڇوڪري گهٻرائجي ٻيهر روئڻ شروع ڪيو. ضيا پريشان ٿي ويو ۽ ٻهربون ڀيرو ڇوڪريءَ سان مخاطب ٿيو.

ڏسو محترمہ ائين روئڻ مان ڪوبہ فائدو ڪونهي. توهان خود سمجهدار آهيو سمجهہ کان ڪم وٺو. ڪرفيوءَ جي حالت ۾ اوهان جو ٻاهر نڪرڻ مناسب ڪونهي. هاڻي اوهان کي مجبوراً ڪرفيو ۾ وقفي جو انتظار ڪرڻو پوندو. افسوس جو اسان جو فون بہ ڪجهہ ڏينهن کان خراب پيو آهي نہ تہ اوهان جي گهر وارن کي اطلاع ڏيڻ ۾ ڪابہ دير نہ ڪيون ها ۽ هت پاڙي ۾ ڪنهن وٽ فون ڪونهي.

ڇوڪري روئي رهي هئي.

ڊيءَ چپ ڪر هاڻي. ضيا ٺيڪ ٿو چوي هروڀرو روئي پاڻ کي هلڪان نہ ڪر. شاہس منهنجي ڌيءَ چپ ڪر. رات ڪافي ٿي ويئي آهي ڪجهہ ڪائي سمهي پئو. سڀاڻي جيئن ئي ڪرفيو ۾ وقفو ٿيندو مان پاڻ توکي تنهنجي گهر ڇڏي ايندس.

پر آنٽي توهان نہ ٿا سمجهو. منهنجو هت رات رهڻ ڪنهن خطري کان خالي ڪونهي. اگر مان رات گهر کان غائب رهيس تہ مان تباهہ ٿي ويندس. مان بي موت مري ويندس. آنٽي خدا جي واسطي مون کي گهر اماڻڻ جو ڪو حل سوچيو پليز آنٽي. مان! مان هت ڪيئن رهندس!!! اهو منهنجي زندگيءَ جو سوال آهي. هن وري روئڻ شروع ڪيو.

محترمہ ڪرفيوءَ ۾ وقفي ٿيڻ کان سواءِ توهان هتان ٻاهر نڪري نٿا سگهو. هرپيرو اسان کي پريشان نہ ڪريو. حالات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. آخر رات جي وقت، اوهان جو گهر کان ٻاهر نڪرڻ جو ضرور ڪهڙو هو؟ ضيا ڪاوڙ مان چيو.

ها پٽ آخر هن وقت تون گهر کان ٻاهر ڇو نڪتينءَ ؟ تنهنجو گهر ڪٿي آ؟ مان تہ تنهنجو نالو بہ ڪونہ پڇيو، ڇا نالو آهي تنهنجو؟ ضيا جي ماءُ ڪيس پاڪر ۾ وجهي پڇيو

منهنجو نالو عاليہ آهي. مان ڊفينس ۾ رهندي آهيان. اف خدايا ڊفينس!! ايڏو پري. آخر رات جو اوهان کي هت اچڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي هئي؟؟ شهر جا حالات اڳيئي ٺيڪ ڪونہ هئا. ضيا هٽ مهٽيندي چيو. مون کي ڪجهہ شاپنگ ڪرڻي هئي ضروري، شازيہ بہ مون سان گڏ هئي. فائرنگ جيئن ئي شروع ٿي تہ دڪان وارن دڪان بند ڪرڻ شروع ڪيا. فائرنگ چئني طرفن کان ٿي هئي. اسان پنهنجا هوش ئي وڃائي ويناسين. مان ۽ هوءَ خوف وچان مختلف طرفن ڏانهن ڊوڙندا رهياسين. سمجهہ ۾ ئي ڪونہ آيو تہ ڇا

ڪجي ويچاري شازيہ خبر نہ ڪٿي هوندي. جيڪا شاپنگ ڪيہ اهي پيڪٽ بہ خبر نہ آهي ڪٿي ڪري پيا ۽ ها منهنجو پرس بہ هو جنهن ۾ ڇهہ ست هزار روپيا هئا.

هاڻي ٺهيو پٽ جان تہ بچي نہ، پئسا وڃي کڏ ۾ پون.

پر آنٽي افسوس پئسن جو ڪونهي. روئڻ تہ ان ڳالهہ جو آهي جو سپاڻي منهنجو نڪاح آهي. سڄو گهر مهمانن سان ڀريو پيو آهي. مان امان کان زوريءَ موڪل وٺي آئي هيس. گهر ۾ ڀيو ڪنهن کي بہ خبر ڪونهي. توهان خود سوچيو مان اگر اڄ گهر نہ پهتس تہ ڇا... ڇا... ۽ اگر سپاڻي بہ هٽ ڪرفيو ۾ وقفو نہ ٿيو تہ اف خدايا...!!

عاليہ اوڇنگاريون ڏيئي روئڻ لڳي. مان ڀي موت مري ويندس آنٽي اهڙي بدناميءَ کان تہ چڱو هو جو فائرنگ ۾ مري وڃان ها.

خدا نہ ڪري پٽ. اهڙيون ڳالهيون نہ ڪر. وقفو ٿيندي ئي مان پاڻ توکي تنهنجي گهر ڇڏي ايندس. تون پريشان نہ ٿيءُ رک الله تي. ۽ ها ڏيءُ تنهنجو پيءُ ڇا ڪندو آهي؟ توکي گهڻا پائر ۽ ڀينرون آهن اهو تہ مان توکان پڇيو ئي ڪونہ هن سندس خيال مٽائڻ لاءِ پڇيو. آنٽي مون کي ڪابہ ڀيڻ ڪونهي. هڪ ڀاءُ آهي فواد. مون کان ننڍو آهي. مان ڊفينس جي چوڌري وقار جي ڌيءُ آهيان.

ضيا جي دل جا شيشا ٽڪاٽ ڪري ٽٽي پيا. هنهي ماءُ پٽ جي وات مان هيڪ وقت دانهن نڪري وئي. چوڌري وقار... ڊفينس ... فواد... عاليہ چوڌري وقار جي ڌيءُ...اف خدايا. عاليہ. ليلا جي قاتل فواد جي ڀيڻ آهي. فواد جي جوان، حسين وجميل ڀيڻ. سندس شڪار تہ خود پنهنجي ڄار ۾ ڦاسي آيو آهي!! پوءِ دير ڇا جي. فواد تنهنجي ڀيڻ عاليہ جو سپاڻي نڪاح آهي نہ. ها ليلا بہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڪنوار ٿيڻ واري هئي. مان ليلا جو بدلو تنهنجي ڀيڻ کان وٺي حساب برابر ٿو ڪري ڇڏيان ۽ پوءِ عاليہ بہ زهر کائي مري ويندي. منهنجي ڀيڻ ليلا وانگر ۽ پوءِ هنئي هڪجهڙا ٿي پوينداسين. ها فواد، مان عاليہ کي تباهہ ڪري ڇڏيندس. تباهہ ڪري ڇڏيندس.

نہ ضيا نہ...!! عاليہ ڪنهن جي نياڻي آهي. ڪنهن جي لڄ آهي. ڇا تون بہ فواد وانگر وحشي بنجي هڪ ڪمزور عورت کي پنهنجي بدلي جي باهہ ۾ ساڙي ڇڏيندين. هڪ ڪمزور عورت کي...لعنت آهي تنهنجي مردانگيءَ تي. مرد آهين تہ مردانگيءَ جو ثبوت ڏي. جيئن مردن جو شان رهجي وڃي. ايڏو ڀي غيرت نہ ٿيءُ جو اڄ کان پوءِ ڪنڌ کڻڻ جي لائق نہ رهين. عاليہ کي عزت واحترام سان گهر ڇڏي اچ. هوءَ تو وٽ پناهہ گهرڻ آئي آهي. لڄ لاهرائڻ نہ. مڙس ٿي ڀي غيرت نہ ٿي هڪ دفعو ٻيهر ليلا کي نہ مار. ليلا کي نہ مار. ضيا پنهنجي نفس سان جنگ وڙهڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن ڪجهہ دير من ۾ آيل شيطاني وسوسن کي ڪن کان پڪڙي ٻاهر ڪڍيو.

ضيا جو ڪجهہ دير اڳ خون ۾ ڳاڙهو ٿيل چهرو ڏسي عاليہ گهبرائجي وئي. ضيا جي ماءُ جاڳي پئي تہ ضيا جي مٿان ڪهڙي قيامت ٽٽي پئي هئي پر هن کي پنهنجي تيج تي ويساهہ هو ۽ ضيا اهو ڪيو جيڪو سندس ماءُ ٿي چاهيو.

هي آهستي قدم کڻي عاليہ طرف وڌيو. هن جو چهرو ۽ خوفناڪ اکيون ڏسي عاليہ خوف مان پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيون. ضيا عاليہ جي رئي ۾ هٿ وڌو، ۽ کولي سندس مٿي تي رکيو. عاليہ گهبرائي اکيون کولي ڇڏيون. ضيا سڏڪندي

سڏڪندي پنهنجي معصوم ڀيڻ ليلا جي تباهيءَ جو سمورو واقعو عاليہ کي ٻڌايو.

پر ڀيڻ عاليہ مان توکي ڪنهن بہ قيمت تي بدنام ٿيڻ نہ ڏيندس. مان هڪ دفعو ٻيهر ليلا کي مرڻ ڪونہ ڏيندس. مان توکي هاڻي جو هاڻي گهر اماڻڻ جو ڪونہ ڪو بلو ڪيان ٿو ائين چئي ضيا ٽڪڙا ٽڪڙا قدم کڻي گهر کان ٻاهر نڪري ويو. ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ هڪ پوليس گاڏيءَ سان گڏ گهر واپس آيو. عاليہ کي پوليس وارن سان موڪلڻ هن مناسب نہ سمجهيو، هونءَ بہ پوليس وارن جو ڪهڙو اعتبار...!! ان ڪري ضيا عاليہ سان ساڻ ويو. موڪلائڻ وقت عاليہ ضيا جي پوڙهي ماءُ سان روئي ملي ۽ هن کيس چمندي رخصت ڪيس.

ضيا عاليہ کي عزت وآبرو سان سندس گهر پهچايو. خداحافظ چوڻ وقت ضيا جو هنياءُ ڀرجي آيو. "ڀيڻ عاليہ، فواد کي ٻڌائجان تہ ليلا جو ڀاءُ مون کي هٽ عزت واحترام سان ڇڏي ويو. سڀ ڪجهہ ڄاڻندي، سڀ ڪجهہ ڄاڻندي." ضيا سڏڪا ڀري روئيندو هليو ويو.

عاليہ جون اکيون ڳوڙهن ۾ ٻڏي ويون ۽ ضيا جي عظمت آڏو هن جو ڪنڌ جهڪي ويو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اخبار جي پهرين صفحي جي هيءَ خبر سڀني جي توجهہ جو مرڪز بڻجي ويئي.

"چوڌري وقار جو پٽ فواد نامعلوم شخص جي هٿان قتل ٿي ويو." قانون بہ وس هو ڇوجو ثبوت کانسواءِ قانون انڌو، ٻوڙو ۽ گونگو هوندو آهي. فواد جي قاتل کي پڪڙڻ لاءِ قانون کي ثبوت جي ضرورت هئي جيڪو هنن کي نہ ليلا جي موت تي مليو ۽ نہ فواد جي قتل تي.

ضيا پنهنجي منڙي معصوم ۽ جوان ڀيڻ جي لاش سان ڪيل واعدو پورو ڪيو ۽ عاليہ پنهنجي غيرتمند ڀاءُ ضيا جي وعدي جو ڀرم رکيو. هيءَ سڀ ڪجهہ ڄاڻندي بہ خاموش رهي، ڇوجو هوءَ پنهنجو ٻيو ڀاءُ ڪنهن بہ قيمت تي وڃائڻ لاءِ تيار نہ هئي. هرگز نہ. ڪنهن قيمت تي بہ نہ...!!

## پپر فقير

"عامر" جو تعلق هڪ ادبي گهراڻي سان هو. ان ڪري ادبي ذوق ۾ پنهنجو مثال پاڻ هو. پر هڪ ڳالهہ هن کي خودبہ سمجهہ ۾ ڪونہ ايندي هئي تہ آخر "س وفا" جون ڪهاڻيون ايتري قدر ڪيس ڇو ٿيون وڻن. شايد ان ڪري جو "س وفا" سچ جو دامن ڪڏهن بہ هٿان ڪونہ ڇڏيو ۽ زندگيءَ جي معمولي معمولي ڳالهين کي ائين خوبصورت انداز ۾ لکندو هو، جو اهي معمولي ڳالهيون پنهنجي اندر جبل جيڏي اوچي ۽ سمنڊ جيڏي گهرائي رکندڙ نظر ايندي هيون. ٻي مقصد ۽ بي معنيٰ موضوعن تي ايترو تہ سهڻو لکندو هو جو لڳ مان لعل نڪري ايندو هو.

ڏينهن گذرندا ويا. عامر کي "س وفا" جي ڪهاڻين جو نشو چڙهندو ويو. مجال آهي جو ڪوبہ رسالو يا اخبار سندس نظرن کان اوجهل ٿي هجي، جنهن ۾ "س وفا" جي ڪا خوبصورت ڪاوش شايع ٿيل هجي. سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي، جو "س وفا" لکي ۽

عامر نہ پڙهي.

"س وفا" سان ملڻ جي شوق کيس هزارين ميل پنڌ ڪرايا. پر ڪٿي بہ هن جي ايڊريس ڪونہ ملي. هر اخبار ۽ رسالي جي اداري کيس اهو جواب ڏنو تہ،

"اسان خود ان عظيم اديب سان ملڻ لاءِ آتا وينا آهيون. "س وفا" صاحب جو ڪوبہ پتو ڪونهي. اسان هزارين ڀيرا اخبار ۽ رسالن جي ذريعي کين ڪيترا ڀيرا دل جي گهراين سان ادبي محفلن ۾ شرڪت ڪرڻ جي دعوت ڏيئي چڪا آهيون. پر افسوس جو سندن ڪانہ ڪا خوبصورت ڪاوش هر هفتي پابنديءَ سان اخبارن ۽ رسالن جي زينت تہ بنجي ٿي وڃي، پر قارئين اجان تائين کين پنهنجي محفلن جي رونق بنائڻ کان محروم آهن. ان جو جيترو افسوس اسان کي آهي سو بيان نٿا ڪري سگهون. ان معاملي ۾ اسان خود بي وس آهيون. "س وفا" جهڙا عظيم اديب دنيا صدين ۾ پيدا ڪندي آهي. "س وفا" صاحب جن جي ڪيترين ڪهاڻين کي انعام ملي چڪا آهن، پر اڄ تائين سندن هڪ هڪ انعام اسان وٽ امانت طور رکيل آهي. سندن قيام ڪٿي آهي اسان کي ڪوبہ پتو ڪونهي."

عامر، اهڙا ڪيترائي جواب هر اداري مان وصول ڪري ٿڪجي پيو، پر وري بہ کيس اميد هئي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن هو "س وفا" کي ضرور ڳولهي هٿ ڪندو. ان اميد تي هن نہ ڄاڻ ڪيترا ڪشالا ڪڍيا، پر هن اجان پنهنجي اميد واري روشن ڏيئي کي هزارن طوفانن کان بچائي رکيو هو.

جڏهن بہ "س وفا" جي ڪا ڪهاڻي ڇپجندي هئي تہ هي وڏي واڪي سڄي گهر وارن کي واري واري سندن ڪمرن ۾ وڃي ٻڌائيندو هو. "س وفا" جي ڪهاڻين جو ذڪر هي پنهنجي دوستن ۽ احبابن ۾ بہ وڏي چاهہ ۽ فخر سان ڪندو هو. سندس هر ڪهاڻيءَ جي ڪٽنگ عامر پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکي هئي.

اڄ "اميد" رسالي ۾ "س وفا" جي جيڪا ڪهاڻي ڇپي هئي تنهن کي نہ ڄاڻ هن ڪيترا ڀيرا پڙهيو ۽ هر ڀيري پڙهندي سندس اکيون آليون ٿي ويون. اڄ واري ڪهاڻيءَ ۾ "س وفا" ايڏي بي وسي ۽ بي ڪسيءَ جو اظهار ڪيو هو جو لڳي پيو تہ سڄي دنيا جو درد سندس سيني ۾ جاڳي اٿيو آهي. دنيا کان ايڏي نااميدي، بيزاري ۽ نفرت "س وفا" کي اڳ تہ ڪڏهن ڪونہ هئي. سندس هر ڪهاڻي پنهنجي اندر دنيا ۾ جيئڻ جا مختلف ڍنگ ڪٿي، جيئڻ جا ڀرپور طريقا ٻڌائيندي هئي. لڳي ٿو "س وفا" سان ڪا ٽريجڊي ضرور ٿي آهي. ڪو دل تي ڌڪ ضرور لڳو اٿس جو اهڙيون نااميديءَ جون ڳالهيون لکيون اٿئين. لڳي ٿو تہ ڪو دل تي بار اٿس پر ٻڌائي نٿو سگهي. افسوس مان ڪجهہ بہ نٿي ڪري سگهيس. ڪجهہ بہ نہ. اف خدايا مان ڪيڏو نہ مجبور ۽ بيوس آهيان. "س وفا" آخر تون ڪٿي آهين؟ مان توکي ڪٿي تلاش ڪيان؟ اي الله مون کي جلد "س وفا" سان ملاءِ. عامر سچي دل سان خدا کان ٻاڏائي دعا گهري. ۽ بي وسيءَ وچان رسالي کي سيني سان لڳائي پلنگ تي اکيون بند ڪري ليٽي پيو.

عامر پٽ - عامر.... سمهي پئين ڇا!!

هي پنهنجي ماءُ جي پريشان آواز تي اکيون کولي اٿي ويٺو.

ڇا ٿيو امان.... ڇا ٿيو...!!

پٽ عامر! پير وارو فقير بابا مري ويو.

مري ويو......!!! .......!!!.... مري ويو. عامر پوساڻجي ويو.

جلد ڪر پٽ ٻاهر سيئي پاڙي وارا توکي سڏڻ آيا آهن ڇو ن ٿا تہ مرڻ وقت فقير بابا تون کي پئي ساريو. الله جنت نصيب ڪريس.

عامر اڃان وائڙو ٿي ويٺو هيو.

جلد ڪر پٽ وڃ.

مان اگهاڙي پيرن ڪمري کان ڊوڙ پائي ٻاهر نڪتس، فقير بابا جو موت جي غم کان عاري چهرو ڏسي منهنجيون اکيون پرجي آيون ۽ مان فقير بابا جي پيرن تي مٿو رکي روئڻ لڳس.

فقير بابا، اسان جي پاڙي ۾ پير جي وڻ هيٺان ڪجهہ سالن کان اچي رهيو هو. ماني تيئي ويلا مان پاڻ کيس ڏيئي ايندو هيس. پراڻو لٽو ڪپڙو ۽ ضرورت جي هر شيءِ امان کيس موڪليندي هئي. طبيعت جو ڏاڍو ماٺ ماڻهو هو. سڄو ڏينهن ڪنهن سان ڪونہ ڳالهائيندو هو. ڳالهائڻ ۾ ڏاڍي ڪنجوسي ڪندو هو. مان اڪثر سندس ان ڳالهہ جي شڪايت ڪندو هيس ۽ پاڻ حسب معمول مسڪرائيندو هيو. سڄي ڏينهن ۾ اگر ٻہ چار لفظ بہ مون سان ڳالهائيندو هو تہ دل باغ باغ ٿي ويندي هئي. پاڙي جا سيئي ٻار، پير فقير بابا وٽ ڏينهن ۾ هڪ دفعو ضرور حاضري ڏيندا هئا. ڪيترا پيرا کيس چيومانس تہ اسان جي گهر ۾ هلي رهو پر پاڻ هميشہ ان ڳالهہ کي ٽول ڪري ويندو هو. اسان جي گهر جي سامهون پير جو هڪ وڏو وڻ هو، جنهن جي ڇانو ۾ فقير بابا پنهنجي هٿن سان هڪ ننڍي جهوپڙي ٺاهي هئي، جنهن ۾ بہ ننڍيا ننڍيا ڪمرا هئا. هڪ ڪمري ۾ اڪثر فقير بابا ويهندو هو ۽ ٻيو ڪمرو مون بہ اڃان ڪونہ ڏٺو هو. بس اها هئي فقير بابا جي ڪل ڪائنات. پير جي وڻ هيٺان رهڻ ڪري سيئي کيس پير فقير بابا چوندا هئا. اسان جو فقير بابا سان سالن جو ناتو هو.

اوچتو فقير بابا جي موت جي خبر ٻڌي مان آپي کان ٻاهر نڪري ويس. مان اڪثر فقير بابا کي "س وفا" جون ڪهاڻيون پڙهي ٻڌائيندو هيس. اڃان هاڻي بہ ڪلاڪ ڪن اڳ مان فقير بابا سان ملي آيو هيس، بلڪ "س وفا" جي تازي ڪهاڻي بہ کيس ٻڌائي آيو هيس. فقير بابا بلڪل ٺيڪ هو، مون کي گيت ٽائين بہ ڇڏڻ آيو هو.

تہ- تہ ائين هرگز ٿئو ٿي سگهي. مان سندس پيرن تي مٿو رکي روئڻ لڳس ۽ روئيندو رهيس. زاروقطار....!! ايتري ۾ ذيشان جيڪو اسان جي پاڙي ۾ رهندو هو، اڳيان وڌيو ۽ منهنجي ڪلهن تي هٿ رکي چوڻ لڳو،

پائو عامر! فقير بابا مرڻ کان اڳ توکي ڏاڍو پئي ساريو. مان اڄ سڄو ڏينهن فقير بابا سان ڪونہ مليو هيس سوچيم تہ وڃي ملي اچانس، مان جيئن ئي جهوپڙيءَ ۾ داخل ٿيس تہ فقير بابا جي عجيب حالت ڏسي توڏانهن پئي آيس. فقير بابا مون کي روڪي ڇڏيو. بس ان ئي لمحي فقير بابا جو ڪنڌ هڪ طرف جهڪي ويو. ۽ ها! تنهنجي لاءِ هڪ امانت بہ ڏيئي ويو آهي، چوي پيو تہ عامر پٽ کي ياد ڪري هٿ ۾ ڏجانءِ ۽ چئجانس تہ پنهنجي فقير بابا کي معاف ڪري ڇڏي تہ تہ منهنجي بيچين روح کي قرار ڪونہ ايندو.

امانت؟ ڪهڙي امانت!!! مون حيران ٿيندي پڇيو.

او هوءَ پئي اٿئي، ذيشان جهوپڙيءَ جي ٻئي ڪمري ۾ رکيل ڪاٺ جي هڪ وڏي صندوق ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

فقير بابا جي ڪفن دفن جي انتظام کان فارغ ٿي مان اها ڪاٺ جي صندوق گهر کڻائي آيس.

صندوق جي چوڌاري سيئي گهر وارا اچي ويهي رهيا ۽ مان اها صندوق کولي.

صندوق جي اندر هزارين پراڻن رسالن ۽ اخبارن جا ڪٽيل صفحا پيل هئا ۽ لاتعداد اڇا پنا لفافي ۾ بال پينيون رکيل هيون. هڪ پراڻي دائري به هئي جنهن ۾ ڪيترائي خوبصورت لمحا محفوظ ٿيل هئا. انهن سڀني جي مٿان هڪ لفافو پڻ مليو جنهن ۾ اندر خط رکيل هو ۽ لفافي جي مٿان پنهنجو نالو پڙهي بي اختيار لفافو کولي خط پڙهڻ لڳس.

پٽ عامر!!!

توکي ”س وفا“ سان ملڻ جو بي انتها شوق هو نه. اگر تلاش سچي دل سان ڪجي ته خدا به ملي ويندو آهي ۽ مان ته هڪ معمولي ماڻهو هيس. آخر تون مون کي تلاش ڪري ورتو نه.

توکي پنهنجي محبت ۾ فنا ڏسي مان اهو راز، راز رکي نه سگهيس. اها تنهنجي محبت ئي هئي جنهن مون کي نيٺ وڃڻ وقت زبان کولڻ تي مجبور ڪيو. پنهنجين ڪهاڻين جي ذريعي مان سچي زندگي دنيا وارن کي نيون سوچون، نوان خيال، نوان جذبا ۽ زندگي گذارڻ جا ڪيئي مختلف ڍنگ ٻڌائيندو رهيس. سچ جي اها راهه ڏيکاريم جنهن کي اختيار ڪرڻ سان ڪوبه انسان ڪڏهن به ڀٽڪي نٿي سگهيو. مان پنهنجا ڏينهن رات دنيا وارن جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيا ۽ دنيا وارن مون کي ڇا ڏنو؟؟؟

ڪيترائي ڀيرا چاهيم ته توکي حقيقت ٻڌايان پر مان هميشه خاموش ٿي ويندو هيس. ان ڪري جو تون مون کان منهنجي ماضيءَ جي باري ۾ ضرور سوال ڪندين. بس مان نه توکي ڪجهه مزيد ٻڌائڻ جي همت ٿو رکان ۽ نه ئي تو ۾ حقيقت ٻڌڻ جي همت ٿو سمجهان. بس منهنجي زندگي هڪ معمو هئي، منهنجي لاءِ به. ان کي معمو ئي رهڻ ڏي.

خدا حافظ

فقط تنهنجو

”س وفا“

خط ختم ٿي ويو پر خط ٻڌڻ وارن جي اکين مان نير اڃان جاري هيا. منهنجي دل ٻڏڻ لڳي. اٿين پئي لڳو ته بس هاڻي منهنجي دل ڦاٽي پوندي. لڳي پيو مون کي ڪجهه ٿي پوندو. مان تڪڙا تڪڙا قدم کڻي کليل آسمان ۾ نڪري آيس ۽ منهنجيون اکيون ازخود آسمان ۾ کپجي ويون ۽ مان هنياءَ ڦاڙي روئڻ لڳس. ايستائين روئندو رهيس جيستائين منهنجي اکين جو سمورو پاڻي ختم ٿي ويو.

# آزاديءَ جي خوشي

شهباز جو گهر ڪو اميراڻو نہ هو، پر تنهن هوندي بہ سندس گهر ۾ ضرورت جي هر اها شيءِ موجود هئي جيڪا ڪنهن وقت بہ ڪم اچي ٿي سگهي. شهباز جو ذوق ايڏو تہ سهڻو هو جو دل چاهيندي هئي تہ حياتيءَ جو ڳچ حصو سندس لان ۾ گهاري ڇڏجي. رهائش جي لاءِ ڪمرا صرف ٽي هئا، پر گيٽ کان داخل ٿيندي ئي ايڏو حسين وخوبصورت چمن اچي ٿو، لاءِ پيو هر وقت ٽڙندو هو، جو اکيون ئي ٺري پونديون هيون. گلستان جو هر گل پنهنجي اندر انيڪ رعنائيون رکندڙ هو، گل، ٻوٽا پنهنجي جاءِ تي، پر شهباز جي چمن جي ۽ آشياني جي جيڪا ڳالهہ مون کي وڌيڪ متاثر ڪندي هئي اها هئي سهڻن سهڻن پکين جي جهرمر، ٽاريءَ ٽاريءَ تي پيا ڪڏندا ۽ نچندا هئا. مختلف ٻوليون ٻولي، سڄو چمن سُرن سان آلاپي ڇڏيندا هئا. اهي ساعتون ائين لڳندو هو جڻ ڪنهن جنت ۾ وينا هجون.

پکين، گلن ۽ ٻوٽن سان تہ مون کي ننڍپڻ کان ئي بي انتها چاهہ رهيو آهي. پر شهباز جي دوستي ان چاهت کي اڃان وڌيڪ گهرو ڪيو. مان جڏهن بہ شهباز وٽ ويندو هيس تہ هر هفتي مون کي ڪجهہ نون پکين جو چمن ۾ اضافو نظر ايندو هو، ائين اڏندي اڏندي شهباز جي ڪلهن تي اچي ويهندا هئا، جڻ سالن کان سندن ساٿ رهيو هجي.

شهباز جي خوبصورت لان جي هڪ ڪنڊ ۾ اسٽينڊ تي مختلف اسٽيل جا وڏا وڏا ڊش فڪس ٿيل هئا جن ۾ مختلف پکين لاءِ مختلف ذائقن جا ڪاڌا هر وقت تيار پيا هوندا هئا، روزانو انهن ڊشن جي صفائي جو خاص خيال رکيو ويندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن مون کي شهباز جي لان ۾ اهي پکي بہ نظر ايندا هئا جيڪي سنڌ ۾ تمام گهٽ تعداد ۾ ملن ٿا. وڌيڪ مزي جي ڳالهہ اها تہ پکي بلڪل آزاد هئا. ٽاريءَ ٽاريءَ تي سندن ننڍا ننڍا آشيانہ ٺهيل هئا. مجال آهي جو ڪيرُ بہ ڪنهن جي آشياني ڏانهن بري اک کڻي نهاري، اهو سبق شايد شهباز جي شديد محبت کين سيکاريو هو.

سچ پچ تہ ڪڏهن ڪڏهن منهنجي اندر ۾ شهباز سان پيارن پيارن ۽ سهڻن سهڻن پکين جو ايڏو پيار ڏسي، حسد پيدا ٿيندو هو. مان اڪثر سوچيندو هيس تہ آخر شهباز اهي ايڏا پيار ڪندڙ پکي آڻي ڪٿان ٿو جيڪي هڪ ئي ڏينهن ۾ هن سان ايڏو مانوس ٿا ٿي وڃن جو نئين ۽ پراڻي جو سوال ئي نٿو رهي. مان اڪثر اهو بہ سوچيندو هيس تہ ضرور شهباز انهن پکين کي حاصل ڪرڻ ۾ تمام گهڻو پيسو خرچ ڪندو هوندو تڏهن تہ انهن سان ايتري محبت ٿو ڪري سندن ايڏو خيال ٿو رکي. ڪوبہ پکي پڃري ۾ بند نہ هو، بلڪہ شهباز وٽ ڪو پڃرو هيو ئي ڪونہ. آزاد اڏڻ وارا پکي آخر اتي ئي ڊيرو ڄمائي ڇو وينا آهن. مان بہ ڪيترائي پکي پاليا، جن مان تمام گهڻا پڃري جو دروازو اچانڪ کلڻ تي ائين اڏري ويا جو نہ توهان ڏٺا ۽ نہ مون ڏٺا. آخر شهباز انهن تي ڪهڙو جادو ڪيو آهي؟ آخر هي هن ئي لان ۾ ڇو جهرمر لاهيو وينا آهن؟ اڪثر اهڙا سبتا سوال منهنجي ذهن ۾ ڪرڪِرِ ڪندا رهندا هئا. آخر هڪ ڏينهن مان پنهنجي ذهن جي ڪرڪرِ

لاهڻ لاءِ هن کان پڇي ويٺس. ڪلي وراڻڻ لڳو، اهو هڪ راز آهي ان کي راز ئي رهڻ ڏي.
نہ دوست! اهو راز اگر مزيد راز رهيو تہ مان ضرور پاڳل ٿي ويندس. پکي مان بہ پاليا ۽ پين جا بہ پليل ڏٺا. پر جڏهن کان توسان ملاقات ٿي آهي، اهو محبت، خلوص جو ناتو جيڪو پکين ۽ تنهنجي وچ ۾ تو ڏسان منهنجي لاءِ اسرار بنجندو ٿو وڃي. خدا جي واسطي پيلي هاڻي ائين نہ ڪر، مهرباني ڪري ٻڌاءِ آخر ڪهڙو راز آهي؟
تہ مڙندين؟ شهباز ڪلندي چيو.
سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. مان پنهنجي ارادي ۾ اٽل ٿيندي چيو.
چڱو يار زور ٿو ڪرين تہ ڪٿي ٻڌايانءِ ٿو. مان جڏهن بہ شهر ويندو آهيان تہ مختلف جڳهن تي خوبصورت خوبصورت پڃرن ۾ پيارا پيارا پکي، ائين ٻاهر جي دنيا کي حسرت ڀري نگاهن سان ڏسندا آهن، ڄڻ ائين چوندا هجن تہ، آهي ڪو جيڪو اسان کي آزاد ڪري دنيا جي رنگينين کان واقف ڪرائي، اهو ٻڌائي تہ آزادي ڇا آهي، زندگي ڇا آهي.
يار مون کي ائين لڳندو آهي ڄڻ اهي مون کي ئي ٿا سڏين ۽ مان ئي انهن کي ان قيد مان آزاد ڪرائي سگهان ٿو. ڪين آزاديءَ جي لذت کان آشنا ڪرائي سگهان ٿو، ۽ مان جت بہ شهر ۾ يا شهر کان ٻاهر اهڙا بي وس، بي ڪس ۽ بي زبان قيدي پکي ڏسندو آهيان تہ انهن کي هر قيمت تي سندن مالڪن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائي پنهنجي خوبصورت چمن ۾ آڻي، ڪين زندگيءَ جي حقيقت کان واقف ٿيڻ لاءِ پڃرن جا دروازا کولي ڇڏيندو آهيان ۽ جنهن معصوم جا پر ڪٽيل هوندا آهن تہ انهن جي ايستائين سنڀال رکندو آهيان جيستائين اهي اڏرڻ جي قابل نہ ٿي وڃن. بس يار پوءِ اهي سيئي منهنجا ننڍڙا ننڍڙا ۽ پيارا پيارا ساٿي، منهنجي چمن جي رونق بنجي ويا آهن ۽ هاڻي تہ هو مون کي ڏسي ۽ مان انهن کي ڏسي جيئندو آهيان. جيڏانهن سندن دل چاهيندي آهي، هليا ويندا آهن. وري ڪهڙي قري شام تائين هت موٽي ايندا آهن. مزي جي ڳالهہ اها تہ اڄ تائين انهن مان ڪوبہ مون کي ڇڏي ڪونہ ويو آهي. بس يار انهن جي آزادي ۽ خوشي ئي منهنجي زندگي ۽ هن چمن جي رونق آهي.
اهو چئي پيار ڀريل نظرن سان، چمن جي خوبصورت پکين کي، جيڪي هيڏانهن هوڏانهن لامارا ڏيندا نچي رهيا هئا، ڏسڻ لڳو.
۽ مان اهو سڀ ٻڌي گهري سوچ ۾ ٻڏي ويس ۽ هڪ عزم سان اتان اٿيس. گهر جيئن ئي آيس سڀ کان پهريائين گهر ۾ موجود ننهي پڃرن جا دروازا کولي ڇڏيا.
ننڍڙا ننڍڙا پيارا پيارا پکي آسمان جي بلندين ۾ گم ٿي ويا انهن گهڙين ۾ مون کي ائين لڳو ڄڻ مان بہ آسمان ۾ گم ٿي ويو آهيان. ڄڻ مون کي بہ اچانڪ پر ملي ويا هجن ۽ مان بہ زندگيءَ جي حقيقي خوشيءَ کان آشنا ٿي ويو هجان. آزادي، واقعي آزادي ئي زندگيءَ جو پيو تالو آهي. ۽ ان جي جيتري چاهہ انسانن کي هوندي آهي ايتري ئي جانورن کي. مون کي اچ شدت سان احساس ٿيو تہ مان واقعي درندو بنجي ويو هيس پنهنجي خوشي ۽ راحت لاءِ معصومن کي قيدي بنائي ڇڏيم ۽ اهو نہ سوچيم تہ پکين کي اڏرڻ جو پيدائشي حق آهي، جنهن کي مان ڪئين سالن کان پنهنجي شوق هيٺ فنا ڪري ويٺو هيم!!! پر هاڻي سوچان ٿو تہ شهباز جي دوستيءَ واقعي مون کي انسان بنائي ڇڏيو

۽ مان شهباز جي جذبن کان ايتري قدر متاثر ٿيس جو هميشه لاءِ آزاديءَ جا گيت ڳائڻ لڳس.

آزاد رهندس ۽ آزاد رهڻ ڏيندس
اڄ کان پوءِ ان اصول تي هلندس
ڪنهن جي حق تلفيءَ جو خيال به آيو،
دل ڪڏهن پنهنجي اڄلي ڇڏيندس.

# دينو

دينو، هيڏي اچ، اڙي ڇورا ڪيترا پيرا چيو ٿي مانءِ ته بوٽ کي پالش گهٽي نه ڪندو ڪر، ڏس منهنجي شاندار ۽ قيمتي پينٽ جا پاچا ڪيڏا نه ڪارا ٿي پيا آهن. اڄان هاڻي ته ورتي هيئر.

بس سائين غلطي ٿي ويئي آئينده خيال ڪندس. آئينده خيال ڪندس...! هل هاڻي هتان ڇهرا بوٽ ڪر ڪر. سهيل دينو کي پاڻهن کان وٺي ڏکو ڏيندي ڪاوڙ ۾ چيو.

اڙي دينو، توکي جو چيم اٿم ته منهنجي چانهن ۾ کنڊ نه وجهندو ڪر، هي وٺ ڊڪ ته پي ڏس: چانهن آهي يا ماکي. وقار، چانهن جو گرم گرم ڪپ سندس چپن سان لڳائيندي چيو.

سائين مون کان ڳالهه وسري ويئي. باجيءَ وارو ڪپ توهان ڏي پل ۾ اچي ويو هوندو، دينو سڙندڙ چپن کي زبان سان چٽيندي چيو.

معصوم جان اچا ڦاٽي پئي هئي ته وري باجي مٿان رڙيون ڪندي پهتي.

دينو- دينو، ڇورا تون ڪڏهن سڌرندين، هي چانهن آهي يا ڦڪو پاڻي! ڪيترا پيرا چيو مانءِ ته گهٽ ۾ گهٽ به چمچا ننڍيا کنڊ جا ڦل ڪري منهنجي ڪپ ۾ وجهندو ڪر. هي وٺ پنهنجو ٺُٺو پاڻيءَ جي چانهن کڻي اچ. جلد ڪر، مون کي دير ٿي ٿئي ۽ ها ڪير ٿورو گهڻو وجهجان.

بس اجهو آيس باجي. دينو بورچيخاني ڏانهن اچان وڌيوئي مس ته سامهون ڪمري مان وڏو صاحب دينوءَ کي آواز ڏيندو نڪتو.

دينو- دينو. دينو سامهون اچي بيٺس، جي سائين.

دينو، هي وٺ بريف ڪيس ٻاهر ڊرائيور کي ڏي ته گاڏيءَ ۾ رکي، ۽ ها منهنجي عينڪ ڊرائينگ روم ۾ رکي اٿئي، ننڍي ٽيبل تي جلد کڻي اچ شاباس.

اڌ ساڻو ٿيل دينو مختلف حڪم بجا آڻڻ ۾ لڳي ويو.

دينو منهنجا ڪپڙا ڌوبيءَ وٽان کڻي اچ!
دينو ڏس فون تي ڪير آهي!
دينو مهمانن کي ڊرائينگ روم ۾ ويهار.
دينو ٻاهر ڏس گيٽ تي ڪير آهي؟
دينو پاڻي کڻي اچ.

دينو ڪپڙا استري ڪيئي؟
دينو- دينو- دينو ......!!!!

دينوءَ کان سواءِ سڀني جا ڪم اڌورا هئا. دينو سڀني جي ضرورت هو. دينو پندرهن سالن جو معصوم ڳوناٺو ڇوڪرو هيو. اکيون وڏيون، سنهڙا چپ، رنگ جو اڇو هو. ڏوتل ۽ صاف ڪپڙا پائيندو هو ته ڪنهن امير جي پٽ کان گهٽ نه لڳندو هو. پر هاڻي مقدر، ويچاري جا ننڍپڻ ۾ والدين گذاري ويا. پاڻ چاچي جي ڪلهن تي بار بڻجي ويهڻ پسند ڪونه ڪيائين، ۽ روزگار لاءِ شهر هليو آيو. تقريباً ٻن سالن کان هن گهر ۾ پنهنجيون خدمتون انجام ڏيئي رهيو هو. بنگلي جي سرونٽ ڪوارٽر ۾ رهندو هو. بنگلي ۾ صاحب ۽ بيگم صاحبه کان علاوه سندن ٻه پٽ ۽ هڪ ڌيءُ رهندي هئي ۽ اهي ٽيئي ڄڻا ڪاليج ۾ پڙهندا هئا.

امير پيءُ ماءُ جي امير، بگڙيل ۽ لاپرواهه اولاد هئي. ڪاليج به مرضيءَ سان ويندا هئا. اڪثر دوستن ۽ يارن تي ٽائيم خراب ڪندا هئا. ڪڏهن پاڻ انهن وٽ ويندا هئا ته ڪڏهن اهي اتي ايندا هئا. صاحب ۽ بيگم صاحبه ٻئي نوڪري ڪندا هئا. صبح جو آفيس ۽ شام جو اهم دعوتن ۽ ميٽنگن ۾ سندن وقت گذري ويندو هو. گهر ۾ بورچي چوڪيدار ۽ مالهيءَ کان علاوه سنهي ٿلهي ڪم لاءِ دينو موجود هيو. گهر جي ڪنهن به ڪم ۾، گهر جو ڪو به ڀاتي حصو نه وٺندو هو. هرڪو پنهنجي ڪمري ۾ چانهن ۽ ماني گهرائي کائيندو هو، ڇوجو ڪنهن وٽ به ڊائننگ ٽيبل تي اچي، گڏجي هڪ ئي ٽائيم تي ماني کائڻ لاءِ وقت ڪونه هو. مطلب ته هي گهر، گهر گهٽ ۽ هوٽل وڌيڪ لڳندو هو. ۽ دينو ويچارو هڪ ڪمري کان ٻئي ڪمري ڏانهن پيو ڊوڙندو هو.

ايڏي ڊوڙ ڊوڙان جي باوجود به سڀني جي ڪاوڙ وري هن مسڪين تي لهندي هئي. جاهل هو ويچارو پر وري به سڀني پڙهيل لکيلن کي ائين هينڊل ڪندو هو ڄڻ سڀني جو وڏو هجي. صبر ۽ انڪساري ته ڪو دينوءَ کان سکي. هي ننڍڙو ڳوناٺو هزارين ڀيرا پڙهيل شهرين کان بهتر هو.

دينوءَ کي ڪاڏي پيتي، لٽي ڪپڙي جي ڪابه ڳڻتي ڪونه هوندي هئي، ڇوجو ٻچيل ڪاڏو ۽ گهر جي ٻارن جا اڌ پراڻا ڪپڙا هن جي لاءِ لڪ هئا.

وقت گذري رهيو هو ۽ دينو حياتيءَ جا ڏکيا سکيا ساهه کڻندو رهيو.

هڪ ڏينهن دينو ڪم ڪندي ڪندي اوچتو منهن پر ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. گهر ۾ ڪو به موجود ڪونه هو. ڪلاڪ کن گذري ويو. بورچي فريزر مان گوشت ڪڍڻ لاءِ ڊائينگ روم ۾ داخل ٿيو ته سامهون دينوءَ کي بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڏسي پريشان ٿي ڪيس سڏيندو اڳيان وڌيو.

دينو- دينو- ڇا ٿيو دينو، اکيون کول، اکيون کول دينو. ويچاري کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته ڇا ڪري، اوچتو اٿيو ۽ فرج جو دروازو کولي ان مان ٿڌي پاڻيءَ جي بوتل ڪڍي دينوءَ مٿان هارڻ لڳو. دينو اکيون کول- دينو- دينو-

دينو اکيون مهٽيندو اٿي ويٺو. بورچي ڪيس سهارو ڏيندو سرونٽ ڪوارٽر تائين وٺي آيو. کٽ تي ليٽندي ئي دينو وري سمهي پيو. لڳن مان طاقت ئي ڇڏائجي ويئي هيس. هو ته انسان جو ٻچو، پر ڪم سڄو ڏينهن جانورن وانگر ڪندو هو.

بورچي گهر جي ڪم ڪارن ۾ لڳي ويو. جڏهن ٻار ڪاليج مان آيا تہ بورچي، صاحب جي وڏي پٽ سهيل جي ڪمري ۾ ويو ۽ کيس دينو بابت ٻڌايائين.

مهرباني ڪري منهنجو مٿو نہ کاءُ، مان ڏاڍو ٿڪجي آيو آهيان، باجيءَ کي وڃي ٻڌاءِ ۽ ها وري ڪمري ۾ نہ اچجانءِ ۽ مون کي شام جو ڇهين بجي اٿارجانءِ، مان ماني کائي آيو آهيان. سهيل کيس هدايتون ڏيندي ڪمري جو دروازو بند ڪري سمهي پيو.

بورچي باجيءَ جي ڪمري طرف ويو ۽ آهستي آهستي دروازو کڙڪائڻ لڳو-

باجي جيئن ئي دروازو کوليو تہ سامهون بورچيءَ تي نظر پيس-

ماني تيار آهي تہ دينو جي هٿ موڪل، ڏاڍي بک لڳي آهي. ائين چئي ڪمري ۾ واپس وڃڻ لڳي.

باجي... دينو.. ۽ سچي ڳالهہ کيس ٻڌايائين

اوهو! مون کي ڇوٽو ٻڌائين، مان ڇا ڪندس، مما ۽ پپا اچن تہ انهن کي ٻڌائجانءِ. هن وقت تہ مون کي ماني کپي ۽ بس.جلد ڪر ماني کڻي اچ.

۽ بورچي اپاٽڪو ئي ماني کڻڻ لاءِ هليو ويو.

شام تائين دينوءَ جو بخار چوٽ چڙهي ويو. گهر جي ڪنهن بہ ڀاتيءَ کي دينوءَ جي ڪا بہ پرواهہ ڪونہ هئي. ڇڄ دينو مشين جو اهو بيڪار پرزو هيو، جيڪو هلي هلي پنهنجي توانائي وڃائي چڪو هجي ۽ هاڻي گهر وارن کيس بيڪار شيءِ سمجهي گهر جي ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو هيو.

دينو هن گهر جي هر ڀاتيءَ جي بي انتها خدمت ڪئي هئي. ڏينهن هجي يا رات، دينو سندن ڪمن ۾ ائين مگن رهندو هو ڄڻ هن جو پنهنجو ذاتي ڪم هجي. مجال آهي جو ڪوبہ ڀاتي، ڪنهن وقت بہ ڪوبہ حڪم ڪري ۽ دينو ان جي تعميل نہ ڪري، پوءِ ترتڪڙ ۾ جيئن بہ ويچاري ڪان پڄندو هو حاضر حال هوندو هو. دينوءَ جي ضرورت تہ سڀني کي هوندي هئي پر هن معصوم جو قدر ۽ خيال ڪوبہ ڪونہ ڪندو هو. بس هر ڪنهن کي ڪم سان ڪم هيو ۽ ڪم ڪرڻ واري جي ڪا بہ اهميت ڪونہ هئي.

دينوءَ جي بيمار ٿي پوڻ ڪري، گهر جو هر ڀاتي چڙچڙو ۽ چتو ٿي پيو هو، ڇوجو ننڍا ننڍا ڪم هاڻي کين پنهنجن هٿن سان ڪرڻا ٿي پيا. هر ڪنهن جي منهن تي ٻارنهن ٿي وڳا. پر ڪنهن کي بہ اها فرصت ڪونہ هئي جو دينو کي ڪنهن سٺي ڊاڪٽر وٽ وٺي وڃي ۽ سندس باقاعده علاج ڪرائي. ڪوبہ اهڙو ڪونہ هو جيڪو پنهنجي قيمتي وقت مان چند لمحا دينو کي ڏي. جنهن ويچاري تندرستيءَ ۾ دل وجان سان گهر جي هر ڀاتيءَ جي خدمت ڪئي. افسوس! دينوءَ جي طرف ڪنهن بہ توجهہ نہ ڏني. ۽ دينو جي حالت سڌرڻ جي بجاءِ ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي وئي.

دينو ڪٽ تي جيئن ستو وري اٿي نہ سگهيو. ويچارو سُڪي ڪنڊا ٿي ويو. وڏي صاحب باورچيءَ کي ٻہ دفعا پئسا ڏنا، دينوءَ کي ڀاڙي واري ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ موڪليو پر دينوءَ کي ان ڊاڪٽر جي دوا مان ڪوبہ افاقو ڪونہ ٿيو ۽ هلندڙ، جلندڙ، کائيندڙ، پيئندڙ ۽ کلندڙ معصوم ڇوڪرو بيماريءَ جي هٿان مجبور ٿي زندگيءَ کان ڪنجي ويو.

دينوءَ کي بيمار ٿيندي پورا ٻہ مهينا ٿي ويا، پر دينو بي بس لاوارثن وانگر ڪٽ

تي پيو رهيو. گهر وارا دينوء جي بيماريءَ کان تنگ ٿي پيا. آخرڪار هڪ ڏينهن علاج ڪرائڻ جي بجاءِ وڏي صاحب بورچيءَ جيءَ هٿان ڪيس نياپو ڪرايو ته هاڻي هو پلي هتان وڃي سگهي ٿو. ڇوجو هاڻي هن بيمار جي هنن کي ڪابه ضرورت ڪانهي. ان ڪري جو دينو هاڻي ڪم ڪرڻ جي لائق نه رهيو هيو.

غريب ۽ معصوم ٻار اکين ۾ آب آڻي هن آخري حڪم جي تعميل ڪئي ۽ روئندو، سڏڪندو، ٿاٻا کائيندو ڪوارٽر مان پنهنجي ڪپڙن جي هڙ ڪاڇ ۾ پاڪر ۾ وجهي بنگلي تي الوداعي نظر وجهي گيٽ طرف وڌيو.

بيگم صاحبه ڪار ۾ شايد ڪنهن پارٽيءَ ۾ وڃي رهي هئي. دينو کي ڏسي ڪار بيهاريائين. پرس کولي هڪ ڳاڙهو نوٽ ڪڍي هن کي ڏيندي چيائين
وٺ هي رک، ڪم ايندئي.

دينو ڏڪندڙ هٿن سان نوٽ ورتو، ڇوجو اهو سندس مالڪ جو حڪم هيو ۽ ڪار اڳيان وڌي ويئي.

هزارين ڳوڙها دينوء جي ڳاڙهين ۽ سجيل اکين مان وهندا ڳلن تان ترڪندا سندس پاڪر ۾ پيل ڪپڙن جي ميري هڙ ۾ جذب ٿي ويا.

هن جا آهستي آهستي اٿندڙ قدم اڻ ڄاڻ منزل طرف کڄندا ويا. دينوء کي گيٽ مان ٻاهر نڪرندي پندرهن منٽ مس گذريا ته اوچتو ٽائرن جي چيڪٽ سان گڏوگڏ فضا ۾ هڪ هيبتناڪ چيخ بلند ٿي، ۽ دينو هميشه هميشه جي لاءِ سک جي ننڊ سمهي پيو.

روشن، جلدي چانهن کڻي اچ.
روشن منهنجا ڪپڙا استري ڪيئي؟
روشن منهنجا جوراب ڪٿي آهن؟
روشن ٻاهر ڏس ڪير آيو آهي؟
روشن ماني کڻي اچ.
روشن ، روشن، روشن

دينوء جي جڳهه هاڻي روشن وٺي چڪو هو. روشن جي عمر به دينوء جيتري هئي، هي به معصوم، ڳوناڻو رنگ جو گورو، ڪلٽو، تندرست ۽ ڪم جو هوشيار هو ...!!!! ......!!!! ......!!!! ......!!!




ڪن ڪولي پڌ، مون وٽ ٽڪو به ڪونهي هاڻي، توکي ڏيڻ لاءِ. ڪجهه شرم ڪر گهر ۾ ٦ پيئرون ڪنواريون ويٺيون آهن. مهيني جو خرچ الائي ڪيئن ٿا چکي چکي پورو ڪيون. آخر هڪ چٽو ڪمائڻ وارو. توکي ته نوڪري ڪرڻي ئي ڪونهي. هت مهيني جا اخراجات الائي ڪيئن ٿا پورا ڪجن ۽ هن نواب جي پٽ کي هر مهيني گهمڻ ڦرڻ لاءِ دوستن جو ٻيٽ پرڻ لاءِ هزار کپن. اڙي ڇورا اها ڪني سنگت ڪٽي ٻوڙي مارينديئي. سڄي وچ هرويرو مون کي سختي ڪرڻ تي مجبور نه ڪر، منهنجين

پريشانين ۾ گهٽتائي نٿو ڪري سگهين ته خدا جي واسطي اضافو به نه ڪر. هاڻ تو منهنجين نظرن اڳيان.

۽ ها حيدر ماءُ، توبه هن ڇوري کي سمجهائي ڇڏ. ڀون وٽ ڪو قارون جو خزانو ڪونهي جو هر مهيني پوتهه ڪنيو بيٺو آ.

حيدر جا پيءُ، ڪاوڙ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. هاڻي ڪٿي ننڍو ٿي، مان حيدر کي سمجهايان ٿي. تون ڪو الڪو نه ڪر.

حيدر کي ٻانهن کان جهلي سندس ماءُ ٻئي ڪمري ۾ وٺي آئي.

امان! ڏسين ٿي نه بابا کي، مان ڪو ننڍو ته ناهيان جو روز روز ٻن ٽڪن جي ڪري ننڍڙين پيسن جي اڳيان بيعزتي ٿو ڪري. ٥٠ هزار ئي ته گهريا ٿي ماتس نه، آسمان ڪٿي مٿي تي کنيو اٿئي. ڳالهائين ائين ٿو ڄڻ هڙ ۾ ٽڪو به ڪونهيس. مون کي خبر آ. بابا جو ڪيترو بئنڪ بيلنس آهي ۽ ڪيترا پلاٽ اٿس. چوي ٿو ٽڪو به ڪونهي هونهه حيدر حقارت وچان ڪنڌ لوڏيندي چيو.

حيدر، شرم ڪر! پيءُ لاءِ ٿو ائين ڳالهائين. ٻڏي مرڻ گهرجئي. حيا ڪر، پيسن جي شادي لاءِ به ڏوڪڙ تاري رکيا آهن سي به تنهنجي ترڻ تي رکي ڇڏجن ته جيئن تون پنهنجي دوستن سان ڪپائي ويهي رهين.

بس بس امان! منهنجن دوستن جو نالو به نه وٺ، پئسا نٿو ڏيڻا ته نه ڏيو مان پاڻهي ڪوڙ ڪو بندوبست ڪندس. حيدر ڪاوڙ مان زور سان دروازو بند ڪري ڪمري مان نڪري ويو.

سيما پٽ!

جي امان،

پٽ آفيس فون ڪري پڇ ته اڄ پٽهين جو ايڏي دير ڪٿي آهي ڪاميٽنگ اٿس ڇا. چار ٿا ٿين!

ها امان، سيما ها ڪندي فون ڏانهن وڌي. پرسيڪريٽري ڪيس ٻڌايو ته ٢ بجي ئي سائين راشد صاحب گهر ڏانهن نڪري ويو هو. راشد کي مختلف هنڌن تي ڳوليو ويو. گهر وارن سان گڏ سڀئي آفيس وارا به پريشان ٿي ويا. راشد کي ڳوليندي ڳوليندي چار ڏهاڙا گذري ويا. پر سندس پتو ڪٿي به ڪونه پيو.

روح راڙو لڳو پيو هو. ڏينهن قيامت بنجي ويا هئا. پيرون هڪ ٻئي سان گلي لڳي هڪ ٻئي کي دلاسا ڏيڻ لڳيون. حيدر کي ماتس خدا رسول جا واسطا وجهي روزانو صبح جو گهر مان ڪيندي هيس ته جيئن شام تائين پيءُ کي ڳولهي اچي. پر سڀ تدبيرون الاهي تقدير آڏو بي وس هيون. پل پل عذاب بنجي ويو. گهر جو سربراهه پاڻ سان گڏ گهر جون رونقون به ڪٿي هليو ويو. ٿهڪ مري ويا هئا. موت جهڙي خاموشي ڇانئجي ويئي هئي.

٦ ڏينهن جي موت مار انتظار کان پوءِ ڪين ڏاڙيلن جي طرفان هڪ چٺي ملي جيڪا سندن پيءُ جي هٿن سان لکيل هئي. "٣٠ لک روپيا کڻي ورنه فلاڻي تائيم فلاڻي ڏينهن روڊ تي منهنجو لاش ملندو. پئسا هر حالت ۾ گهرجن ڪٿان به ڪري گڏ ڪري موڪليو. پوليس کي اطلاع ڏيڻ جي صورت ۾ اوهان مون کي ٻيهر نه ڏسي سگهندو."

نياڻين جا ڳهه ڳٺا، پلاٽ ۽ ٿورو گهڻو گهر جو قيمتي سامان وڪڻي پئسه جمع ڪيا ويا. حيدر هر ڪم ۾ پيش پيش هو ماءُ ۽ ڀينرن کي آٿتون ڏيئي پاڻ به روئي وجهندو هو.

ڊاڙيلن جي دماند پوري ڪرڻ سان ئي ٻئي ڏينهن خير سان راشد گهر پهتو. ڇهه ئي ڏيئر اوچنگاريون ڏيئي پيءُ سان چمبڙي ويون. حيدر سندس پيرن تي ڪري پيو. ۽ سامهون حيدر جي ماءُ سڏڪا ڀري روئي رهي هئي. راشد جي حالت به ڏسڻ وٽان هئي. هڪ هڪ ٻار کي چمي ڏيئي روئي رهيو هو، ڳوڙها بي اختيار ڳلن تان ترڪي رهيا هيس. زندگي جو المناڪ واقعو هن مٿان قيامت بنجي ٽٽي پيو.

هاڻي نئين سري کان ڪين پيسو جمع ڪرڻو هو. راشد کي آخر نياڻين جا هٿ به ته مهنديءَ سان رنڱڻا هئا. محنت ومشقت سان ڪمايل پائي پائي سندس جسم مان رت وانگر چوسي ويئي هئي. پلاٽ به ڪونه رهيا. بس هڪ گهر هو جنهن ۾ رهندا هئا ۽ ان جو سامان به هاڻ موجود ڪونه هو. زندگيءَ جو گاڏو ڏکڻ لڳو. گهر جو هر غمگين فرد آئيندي جي فڪر ۾ ٻڏل هو. حيدر به هاڻ ڪجهه وقت گهر ۾ رهندو هو. نه ته ڪٿي حيدر جيڪو هڪ گهڙي به دوستن کان ڌار نه ٿيندو هو. دوستن جي خراب صحبت ۾ رهي گهر وارن جي صحبت کي ڌڪاريندو هو. هاڻي سڄو ڏينهن ويهي ڪمري ۾ سوچيندو هو.

رات جا ٽي ٿيا هئا. راشد پاڻي پيئڻ لاءِ ڊائننگ روم ڏانهن ويو. اوچتو ڪيس حيدر جي ڪمري مان ڳالهائڻ جو آواز محسوس ٿيس، آهستي آهستي قدم کڻي حيدر جي ڪمري طرف وڌيو. دروازو ٿورو کليل هو. جنهن مان آواز صاف پئي آيو. راشد ڪن ڏنو.

نه يار جميل، ڏس اها سراسر بي ايماني آهي. اسان جو سودو اڌو اڌ ٿيو هو. اڌ نڻا ڏيو ته ڪجهه ته ڏيو يار. خدا جو قسم مون کي اوهان جي اڳ خبر هجي ها ته... مان گهر ۾ ڪجهه به ڪونه ڇڏيو. ڀينرن جا زيور ۽ پلاٽ سڀ ڪجهه وڪڻي ڇڏيو اٿم. نه مان کي ٽي لک وٺڻ جي صلاح به ان ڪري ڏنم جو ڏيڍ لک مون کي ملندو ۽ ڏيڍ لک اوهان ورهائي کڻندؤ. زيور، پلاٽ ۽ سامان سڀ ڪجهه ان ڪري وڪيم ته جيئن ٽي لک پورا ٿين....!!

مان هاڻي هڪ به نه ٻڌندس مون کي هر حال ۾ ڏيڍ لک گهرجي بس. ائين چئي حيدر رسيور ڪريڊل تي رکيو.

حيدر ... نه. نه حيدر... منهنجي پٽ. منهنجي خون مون سان ائين ڪيو... نه. نه. حيدر ڊاڙيل نه. نه. ائين نٿو ٿي سگهي. اهو ڪوڙ آهي. ها ها! اهو ڪوڙ آ منهنجو حيدر ڊاڙيل! ٽي لک نه! نه! راشد دل کي زور ڏيئي رڙيون ڪندو زمين تي ڦهڪو ڏيئي ڪري پيو هارٽ اٽيڪ ايڏو شديد ٿيو جو ان ئي پل ۾ راشد جو هارٽ فيل ٿي ويو.

رڙين جي آواز تي گهر جا سڀئي ڀاتي ڊائننگ روم طرف ڊوڙيا حيدر پنهنجي ڪمري جي در تي پنهنجي پيءُ جو لاش ڏسي سڀ ڪجهه سمجهي ويو.

ڪيئي سال گذري ويا....!!

حيدر پٽ! هاڻ ڏس مون کي انڪار نه ڪجان. تون هر ڀيري اهو چئي انڪار ڪندو هئين ته جيستائين سيني ڀينرن جا هٿ پيلا نه ڪندس تيستائين مان شادي ڪونه ڪندس. هاڻي ته رب جا لکين شڪرانا سيني پنهنجا پنهنجا گهر وڃي وسايا. هاڻ

مان تہنجي هڪ بہ نہ ٻڌندس. مان سياڻي ڪان ئي ڇوڪري ڳولهڻ شروع ٿي ڪيان ۽ ها انڪار نہ ڪجان. هاڻ تہ بس هڪڙو ئي ارمان اٿم تہ تو ڪي گهوٽ ڏسان.

پر امان!! حيدر احتجاج ڪندي چيو.

پر وري ڇا، ماڻس سندس ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو. چڱو پلا هڪ شرط تي. تون بہ هن سال حج تي ويندينءَ. حيدر ماءُ ڏانهن هٿ وڌائيندي چيو.

ڪونہ مڙندين! ماڻهس اکيون ڏيکاريون.

اصل نہ، حيدر مسڪرائيندي ماءُ کي ڀاڪر پاتو.

ٺيڪ آهي تون منهنجو سارم پراءِ ۽ مان تنهنجو رشتو ڳولهيان. ٻئي پنهنجي پنهنجي ڪم کي لڳي ويا.

راشد جي موت کان پوءِ حيدر تي سندس دوستن جي اصليت کلي. تہ هن جون بہ اکيون کلي ويون. پينرن ۽ ماءُ کان حقيقت لڪائي، هن پيءُ جو ڪاروبار سنڀاليو. ڏينهن رات پيءُ جو بي وس لاش سندس اکين اڳيان رهندو هو. ڪيترا ڀيرا ننڊ مان رڙيون ڪندي اٿندو هو. زارو قطار روئيندو هو. پر دل جو حال ڪنهن سان بہ ڪونہ ورندو هو. پابنديءَ سان پيءُ جي قبر تي روز ويندو هو.

پيءُ جو ڪاروبار سنڀالي پنهنجو ڏينهن رات ڪٺي هڪ ڪيائين. آهستي آهستي سڀني ڀينرن جي شادي ڌوم ڌام سان ڪري پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي خواهش کي حقيقت جو روپ ڏنائين. حيدر هاڻي اهو حيدر ڪونہ رهيو هو جهڪو اڳ هو. ڪاش حيدر جو پيءُ اهو محنتي ۽ محبتي روپ پنهنجين اکين سان ڏسي سگهي ها. ڪاش!! حيدر پنهنجي پيءُ کي اٿين صدمو ڏيئي بي موت نہ ماري هان، ڪاش!!

پر چوندا آهن تہ ڪنهن کي ڪيتري بہ نصيحت ڪبي اهو سڌرندو ڪونہ. سڌرندو تڏهن جڏهن ڌڪ کائيندو ۽ اهو سڌرڻ هزار ڀيرا چڱو هوندو آهي. اها حقيقت آهي جيڪو ڌڪ کائي سڌرندو اهو وري ڪڏهن بہ نہ ٻگڙجندو. هرگز نہ.

## خواهشن جو قيدخانو

"بلال" يتيم خاني جي هڪ ننڍڙي ۽ سوڙهي ڪمري جي ڪنڊ ۾ پنهنجي ڪاري نصيب تي رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو. جڏهن تہ هي ٽائيم سڀني ٻارن جي کيڏڻ جو هو. معصوم معصوم ٻار پنهنجي پنهنجي درد ڀري ڪهاڻيءَ کي چند ساعتون پنهنجي ذهن جي اسڪرين تان پٽي اڇلائي ڇڏيندا هئا ۽ اهي چند ساعتون هو سڀ غم ڀلائي کيڏڻ ۾ اٿين مشغول ٿي ويندا هئا، ڇڻ انهن کان وڌيڪ پرسڪون وجود ڌرتيءَ جي سيني تي ٻيو ڪو هوندو ئي ڪونہ.

پر بلال کي سڀ ڪجهہ ياد هو. هر وقت، هر گهڙيءَ ، هر ساعت. هو پنهنجي ذهن تان ڪجهہ مساري نہ سگهيو هو. ٻيو ڪو هجي ها، تہ بلال هڪ دفعي سان ئي دل ۾ اٿندڙ درد کي، خواهشن جي تتل سيني ۾ دفن ڪري ڇڏي ها! پر اهو درد ، اها اذيت وعذاب ڏيندڙ ٻيو ڪو غير نہ پر سندس ماءُ هئي سڳي ماءُ.

هن يتيم خاني ۾ چار سال ڪيس ٿي ويا هئا. بلال کي اڄان تائين سڀ ڪجهه ياد هيو، پنهنجي زندگيءَ جا اهي حسين عيش وعشرت، لاڏ ڪوڏ، ناز ۽ داد وارا ڏينهن، اهو شاندار ۽ ڪشادو وڏي لان وارو بنگلو، پنهنجيون چار چار گاڏيون ۽ ڪيترائي نوڪر چاڪر وساري ڪونه سگهيو هو. آخر وساري به ڪيئن سگهيو هوندو. ان وقت هن جي عمر ۱۰ سال هئي. اکڙين جي اسڪرين تي اڀرندڙ هزارين نقش، يادين جي پاتال ۾ ٽوپيون ڪائيندو به بلڪل چٽا ۽ واضح ڏسندو رهيو. من ۾ مڇ ٻري رهيو هيس. ائين پئي لڳو ڄڻ ڄاڻ سندس سينو ڦاٽي پوندو ۽ دل دانهون ڪندي آڪاش ۾ گم ٿي ويندي.

اها ڪا نئين ڳالهه نه هئي، اهو روز جو عذاب هو. بلال پنهنجي اندر سان نه ختم ٿيندڙ جنگ جوٽي رهيو هو ته انهيءَ ساعت يتيم خاني جو انچارج هڪ ڇوڪري کي وٺي ڪمري ۾ اندر داخل ٿيو.

بلال هن سان مل، هي تنهنجو نئون دوست آهي، ڪمال- اڄ کان هي به هت رهندو.

ڪمال! هي بلال آهي تنهنجو وڏو ڀاءُ. اڄ کان هن سان گڏ رهندين هن ڪمري ۾.

۽ ها بلال اٿ ڀاءُ کي گهماءِ ڦراءِ. سيئي راند پيا ڪيڏن. وڃو اوهان پڻ به گرائونڊ ۾ وڃو. وڏيڪ اوهان جي مرضي. ائين چئي انچارج ٻنهي کي پيار وچان مٿي تي هٿ رکي ڪمري مان ٻاهر هليو ويو.

بلال پنهنجي جڳهه تان اٿيو ۽ آهستي آهستي قدم کڻي ڪمال طرف وڌيو. بلال حسرت ڀري نگاهن سان ڪيس ڏسي رهيو هو. ٻنهي جي اکين ۾ آب هو. دل ۾ اٿندڙ درد کي دٻائي ٻئي چٽا هڪ ٻئي سان چنبڙي ويا. بلال ڪيس نرڙ تي چمي ڏيئي پنهنجي پرسان ويهاريو. گلاس پاڻيءَ جو ڏانهنس وڌائيندي چيو، وٺ ڀاءُ پاڻي پي، ڪجهه اندر جي باهه ٺڌي ٿيندئي.

ڪمال به ڍڪ پاڻي پي گلاس رکي ڇڏيو.

ڪمال جي عمر ڏهه سال هئي. پر لڳي پيو ته حالاتن وقت کان اڳ ئي ڪيس سڀ ڪجهه سمجهائي ڇڏيو آهي. ڪيئي پهر گذري ويا، ٻئي چٽا خاموش ويٺا هئا. ڪمال جون اکيون بند هيون ۽ پٺ سان ٽيڪ لڳائي هلڪا هلڪا سڏڪا ڀري روئي رهيو هو. دل ته بلال جي به سڏڪي رهي هئي. پر وري به پنهنجي درد کي دل ۾ دٻائي، همت ڪري، ڪمال جي ٿڏن ٿڏن هٿن مٿان پنهنجا هٿ رکندي چيائينس:

ڀاءُ مان سمجهان ٿو ته هت ڪهڙي خوشيءَ سان ڪونه ايندو آهي. يقيناً تون به پنهنجي مرضيءَ سان ڪونه آيو هوندين. اگر تون مناسب سمجهين ته مون سان اندر جو حال اور. ائين تنهنجي من کي قرار ايندو. جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي ويو. ائين هلڪان ٿيڻ مان ڪجهه به ڪونه ورندو منهنجا ڀاءُ! مون ک بڌاءِ ڇا ٿيو؟ توسان اهو قهر ڪنهن ڪيو؟ ۽ ڇو ڪو؟؟

بلال جو پيار ۽ همدردي ڏسي، ڪمال پنهنجا چپ چوريا.

اسان ايترا امير ڪونه هئا... ن. بس حال پورو سارو هو. مٺان بابا جو انتقال ٿي ويو. بابا جي انتقال کي سال ٿي ويو آهي... مون کي پڙهڻ مان ڪڍي ڇڏيو ... [illegible] ... هلڻا ... [illegible] ... آئي پاڙي جي ... [illegible] ... روز روز ... احساس ... سروع ڪيو ته تون تمام گهڻي حسين ۽ جوان اهين. ٻي شادي ڪري پنهنجي

زندگي ناهہ. نيٺ هڪ ڏينهن شهر جي ڪنهن وڏي رئيس ڪي اها عورت گهر وٺي آئي ۽ اهو رئيس امان ڪي ڏسي موهجي ويو. يڪدم شاديءَ جو پيغام موڪليائين. رئيس ڪي ان عورت ٻڌايو هو تہ امان ڪنواري آهي ۽ امان ڪي سمجهائيندي چيائين تہ توکي نياڻي هجي ها تہ مان توکي نہ چوان ها، پر ڇوڪرو نيٺ ڇوڪرو آهي، پنهنجي پيرن تي بيهي رهندو. ان ڪي يتيم خاني ۾ داخل ڪرائي ڇڏ. قسمت تنهنجي در تي اچي صدا هڻي آهي، پنهنجي زندگي ناهہ ۽ رئيس سان شادي ڪر. هو توکي راڻي ناهي رکندو. عيش ڪندينءَ عيش.

امان سڄي زندگي ڏال ماني کاڌي هئي، سو رئيس جي دولت جو ٻڌي پنهنجي اندر جي هزارين پوريل خواهشن ڪي زنده ڪرڻ لاءِ رئيس سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويئي. ۽ اهڙي طرح منهنجي قسمت جو فيصلو ٿي ويو. ۽ مان امڙ جي خاطر قربان ٿي ويس، پر امڙ منهنجي خاطر پنهنجي خواهشن ڪي قربان نہ ڪري سگهي. ماءُ ۽ ممتا جي عظمت منهنجي نظرن مان ڪري پئي ۽ امان رئيس سان شادي ڪري ٻاهرئين ملڪ هلي وئي. ۽ مان ان پاڙي واري عورت جي طفيل يتيم خاني پهچي ويس. بس بلال پاءُ، مان شڪايت ڪيان تہ ڪنهن سان. منهنجي شخصيت جا ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ واري منهنجي ماءُ آهي. منهنجي سڳي ماءُ مون تي رحم نہ کاڌو تہ ٻين سان ڪهڙي گلا.

مان ٻہ تہ امڙ سان ڪڏ زندگيءَ جي ڏکن مان گذريو هيس. سڄي زندگي مان ٻہ تہ ڪا خوشي ڪونہ ڏٺي هئي. پوءِ امڙ آخر پنهنجي خواهشن جي تڪميل ڇو چاهي. پنهنجي لاءِ ئي خوشيون ڇو سرچيون. مان ٻہ تہ انسان آهيان، منهنجي اندر ۾ ٻہ هزارين خواهشون جنم وٺي رهيون هيون. آخر مون ڪي ائين دنيا جي رحم وڪرم تي ڇڏي ڇو هلي ويئي. ڇو هلي ويئي مان تہ هن جي خوشيءَ جي خاطر خاموش رهيس ۽ قربان ٿي ويس. آخر هوءَ ائين ڇونہ ڪري سگهي. هوءَ تہ وري ٻہ منهنجي ماءُ هئي ماءُ. بس هاڻي مون ڪي دنيا جي هر ماءُ ڪان نفرت آهي، شديد نفرت ۽ ڪمال اوچنگار سون ڏيئي روئڻ لڳو. بلال جي اکين ۾ وسڪارو لاهي ڏنو.

بس ڪر ڪمال ڀاءُ بس ڪر. دنيا جي هر ماءُ شايد اهڙي آهي. مون ڪي ڏس! مان ٻہ تہ پنهنجي سڳي ماءُ جي هٿان هٽ پهتو آهيان. تنهنجو درد ۽ منهنجو درد مشترڪ آهي. فرق صرف ايترو آهي جو تون غريب هئين ۽ مان امير.

منهنجي امڙ ڪي تہ سڀ ڪجهہ حاصل هو. سڀ ڪجهہ پر خبر نہ اڄان ڪيس ڇا جي حوس هئي.

بابا جي مرڻ ڪان پوءِ مان سندس ڪروڙن جي جائداد جو اڪيلو وارث هيس. پر بابا جي مرڻ ڪان پوءِ منهنجي قسمت پلٽو کاڌو. امان جا عيش وعشرت وڌي ويا. سندس ڏينهن رات ٻاهر گذرڻ لڳا ۽ مان دير دير تائين سندس انتظار ڪندي ڪندي گيٽ تي ئي سمهي پوندو هيس. ۽ چوڪيدار مون ڪي ڀاڪر ۾ کڻي بيڊ تي سمهاري ويندو هو. نيٺ اهو ڏينهن آيو، جنهن ڏينهن مان ممتا جي تصوراتي سيني تان گهري ننڊ جي دوران يتيم خاني جي گود ۾ پهتس.

مون ڪي خبر هئي تہ اهو ائين ڇو ٿيو هو. ان ڪري جو سڀئي شبير امان ڪي [illegible] هو تہ اگر تون بلال ڪي يتيم خاني ۾ داخل نہ ڪرائيندينءَ تہ پوءِ مان توسان [illegible] ڪونہ

ڪندس. اهي لفظ مون پاڻ پردي جي پويان لڪي ٻڌا هئا . ۽ ائين سيٺ شبير جي خاطر امان پنهنجي جگر جي گوشي کي يتيم خاني ۾ داخل ڪرڻ تي راضي ٿي ويئي. ان وقت منهنجي ماءُ جي اکڙين ۾ ممتا جي محبت جي بجاءِ خودغرضي هئي ۽ ائين ڪروڙن جو وارث، يتيم خاني ۾ پيو ٿو پلجي.

بس دوست اسان جو نصيب اسان جي امڙين طرفان ائين تباهه ٿي ويو. اڄ ته اڄ دل کولي پنهنجي ڪاري نصيب تي روئون. ۽ الله جي بارگاهه ۾ پاڇائيون ۽ ان کان ئي ڪٿي پڇون ته اسان جو ڪهڙو ڏوهه هيو؟ اسان کي آخر ڪهڙي گناهه جي سزا ملي آهي؟ آخر اسان کي ائين دربدر ڪرڻو هيئي ته پوءِ اسان جي وجود جي ناقابل برداشت بوجهه کي هن دنيا ۾ آڻڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ آخر ڪهڙي ضرورت هئي؟؟؟ بلال ۽ ڪمال روئندا سجدي ۾ ڪري پيا.....!!! ......!!!

# لالچ جي سزا

"عديل" نالي هڪ ڪاريگر هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. هي جڏهن به ڪا نئين شيءِ ٺاهيندو هو ته هميشه هن جي اها ڪوشش هوندي هئي، ته ڪا اهڙي شيءِ ٺاهيان جو دنيا جا ماڻهو ڏسي حيران ٿي وڃن. پر هميشه ناڪام رهيو، ان هوندي به خدا جي رحمت کان نااميد نه ٿيو، ۽ پنهنجي ڪوشش جاري رکيائين.

آخرڪار خدا کي هن جي محنت تي رحم آيو ۽ عديل جي ڏينهن رات جي ڪوشش رنگ لاتو. سديل، هڪ اهڙي شاندار ۽ خوبصورت ڪرسي ٺاهي جنهن جي خوبصورتيءَ جي هاڪ پٽي سڄي ڳوٺ جا ماڻهو ڏسڻ آيا ۽ انهن کي ڏاڍي خوشي ٿي جو سندن ئي ڳوٺ جو نالو عديل روشن ڪيو.

هڪ ڀيري ملڪ جي بادشاهه اعلان ڪرايو ته "جيڪو به ڪاريگر پنهنجو ڪو شاندار هنر پيش ڪندو تنهن کي وڏي انعام واڪرام سان نوازيو ويندو." ڪيترائي ڪاريگر پنهنجي قسمت آزمائڻ لاءِ آيا، پر بادشاهه کي ڪوبه هنر نه وڻيو.

جڏهن عديل کي خبر پئي اعلان جي، ته هو الله جو نالو وٺي، بادشاهه ڏانهن روانو ٿيو. عديل کي اها پڪ هئي ته ضرور خدا منهنجي محنت جو ڦل ڏيندو. عديل پنهنجي نهيل ناياب ڪرسي کڻي سفر لاءِ روانو ٿي ويو. رستي ۾ هن سان هڪ سوداگر مليو. سوداگر جڏهن ڏٺو ته اهڙي غريب وٽ اهڙي شاندار ڪرسي، سو وائڙو ٿي ويو ۽ عديل کان پڇيائين ته هي ڪرسي ڪنهن ٺاهي آهي؟ عديل وڏي فخر سان ورائيو مون ٺاهي آهي ۽ بادشاهه جي اعلان موجب نمائش لاءِ ٿو کڻي وڃان.

جڏهن سوداگر اهو ٻڌو ته هڪدم اُن جي دل ۾ بي ايماني جاڳي ۽ هن سوچيو ته هي ڪرسي اگر مان بادشاهه کي پيش ڪيان ته بادشاهه مون کي مالامال ڪري ڇڏيندو. اهو خيال دل ۾ ڪري، هڪ نشي وارو رومال عديل کي سنگهائي، ان کي بيهوش ڪري، ڪرسي کڻي بادشاهه ڏانهن روانو ٿي ويو.

ڀري ٻري کان ڪيترائي مشهور ڪاريگر پنهنجو پنهنجو هنر کڻي آيا هئا ۽

بادشاهه وٽ پيش ڪري رهيا هئا. بادشاهه واري واري سان سڀني هنرن کي غور سان ڏسندو رهيو. پر بادشاهه کي ڪنهن جي هنر به متاثر نه ڪيو.

جڏهن بادشاهه، سوداگر واري چورايل ڪرسيءَ جي ويجهو آيو ته حيران ٿي ويو. اهڙي شاندار ڪرسي ڪڏهن به بادشاهه کي نه ڏٺي هئي ۽ اهڙي شاندار ۽ خوبصورت ڪرسيءَ بادشاهه کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. بادشاهه هڪدم دربار ۾ اچي حڪم ڏنو ته "هن ڪرسيءَ جي ڪاريگر کي هڪدم پيش ڪيو وڃي." سوداگر جڏهن ٻڌو ته خوشيءَ ۾ سندس واڇون ٽڙي ويون. سوداگر دربار ۾ حاضري ڏني.

اي نوجوان! اسان تنهنجي ڪم مان تمام گهڻو خوش ٿيا آهيون. اهڙي ڪرسي ٺاهڻ تي 'سان توکي مبارڪباد ڇئون ٿا ۽ اسان توکي ١٠ هزار سونيون ۽ ٥ هزار چانديءَ جون اشرفيون ۽ ٻيا انعامات انعام طور ڏيڻ جو اعلان ٿا ڪيون. بادشاهه جيئن ئي اعلان ختم ڪيو ته دربار ۾ هڪ فريادي بنا اجازت اندر هليو آيو ۽ بادشاهه کي چوڻ لڳو ته بادشاهه سلامت توهان جو شان بلند رهي. هي سوداگر ڪوڙو آهي ۽ دغا باز آهي. هي ڪرسي مان ٺاهي آهي.

بادشاهه کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ۽ سوداگر کان پڇيائين ته هيءُ شخص ڪير آهي؟ ۽ ماجرا ڇا آهي؟

سوداگر، عديل کي سڃاتو پر هن هڪ ٻي چال ڪيڏي. بادشاهه سلامت مان هن شخص کي ڪونه ٿو سڃاڻان.

بادشاهه چيو ته هي شخص توکي هن محنت ڪندڙ شخص تي الزام هڻڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ٿو ڪجي. عديل هٿ ٻڌي بادشاهه کي رحم جي اپيل ڪئي ۽ سچي حقيقت بادشاهه کي ٻڌايائين ته ڪهڙي طرح هن ٺڳ سوداگر هن سان ناانصافي ڪئي آهي. پر سوداگر چيو ظل الاهي! ڪٿي هي غريب شخص ۽ ڪٿي هيءَ شاندار ڪرسي! هي شخص منهنجي محنت تي الزام لڳائي رهيو آهي. هن کي ان الزام جي بدلي ۾ سخت سزا ڏني وڃي.

نه ظل الاهي نه!! عديل عرض ڪيو ته هاڻي اهو فيصلو ٿي ويندو ته هيءَ ڪرسي ڪنهن ٺاهي آهي.

بادشاهه حيران ٿيندي پڇيو، اهو وري ڪيئن؟ عديل عرض ڪيو، بادشاهه سلامت هن سوداگر کي چئو ته اگر هيءَ ڪرسي هن جي ٺهيل آهي ته اهڙي ٻي ڪرسي ٺاهي ڏيکاري! اگر هيءَ ڪرسي هن ئي ٺاهي آهي ته جلد ئي خبر پئجي ويندي.

بادشاهه کي اها تجويز پسند آئي ۽ ٻنهي کي خاص ڪمرن ۾ رهايو ويو. سوداگر هاڻي اچي ڦاٿو ۽ هڪ مهيني جي طويل وقفي ۾ به ساڳئي ڪرسي نه ٺاهي سگهيو. پر ساڳئي ڪرسي هفتي اندر عديل ٺاهي بادشاهه جي اڳيان پيش ڪئي.

بادشاهه کي هن غريب عديل سان ڪيل نا انصافيءَ تي تمام گهڻو افسوس ٿيو ۽ ان ئي وقت سوداگر کي گهرائي ڪيس ڪوڙ ۽ دوکي جي سزا طور قتل ڪرايو ويو. ڇوجو هن سوداگر بادشاهه سان هڪ وڏو ڪوڙ ڳالهايو هو. ۽ اهڙي طرح حقدار کي حق مليو.

عديل بادشاهه جو خاص مهمان رهيو ۽ واپسي مهل انعام واڪرام سان گڏ بادشاهه جي خاص بگيءَ تي خير سان ڳوٺ پهچي ويو. عديل کي صرف ان ڏينهن جو انتظار هو. اهو ڏينهن عديل جي لاءِ هزارين خوشيون ۽ لاتعداد انعام کڻي آيو.

عديلَ خدا جا لک لک احسان مڃيا ۽ خيرات ڪيائين، ڇوجو خدا کيس عزت وآبرو بخشي ۽ اهڙي طرح ڪوڙ ۽ سچ جو فيصلو ٿي ويو.

# ٺڳي چڪوڻ

"جمال" روز صبح جو اٿي، پنهنجي رب جو نالو وٺي، ٻارن جي پيٽ گذران لاءِ ويجهي جهنگ مان ڪاٺيون ڪرڻ ويندو هو. اهو سندس روز جو معمول هو ۽ جيڪو ڪجهه ڪاٺين مان ٺهندو هيس سو ٻارن جي فرمائش ۽ پيٽ گذر جي نظر ٿي ويندو هيس. اوکي ويل لاءِ هڙ ۾ ٽڪو ٻه ڪين رکندو هو. آئيندي جي لاءِ الله جو نالو ۽ توڪل ئي پنهنجي لاءِ ڪافي سمجهندو هو.

هڪ دفعي جمال ڪاٺيون ڪٽڻ لاءِ هڪ ٿلهي وڻ تي چڙهي ويو. عقل جو مڙئي پورو سارو هو سو ٻي عقل کي اها سڌ نه پئي ته جنهن ٽاريءَ تي وينو هو. ان ئي ٽاريءَ کي ڪهاڙيءَ سان ڪٽڻ لڳو. ڪهاڙيءَ جا ڌڪ زور زور سان لڳي رهيا هئا. ساڳي گهڙيءَ هڪ مسافر جو اتان لنگهه ٿيو، تنهن جو ڏنو ته رڙ ڪري چيائين، او ڀائو هي ڇا پيو ڪرين. زندگيءَ مان بيزار آهين ته وڃي ڪوهه ۾ ٽپو ڏيئي ڦاهو کاءُ. باقي مٿو ڦاڙي مرڻ جو ارادو هجئي ته پوءِ بسم الله! اڙي ڇورين ڇا ٿو، مر وڃين تون ۽ تنهنجا اڳيان پويان. جمال ڪهاڙيءَ جو ڌڪ روڪيندي ڪاوڙ ۾ چيو. اڙي هل هل سڄي عمر ڪاٺيون ڪندي گذري ويئي، هاڻي تون صاحب جي چوڻ تي مٿو ڦاٽيم. هونهن مٿو ٿو ڦاٽيم.

چڱو ادا ٺٺو سمجهين ته تنهنجي مرضي پر ڪرندين ضرور، پوءِ نه چئجان ته مون کي ڪنهن ٻڌايو نه ۽ مسافر منزل طرف آهستي آهستي قدم کڻي وڌڻ لڳو.

ٺڪاءُ! ٺا. ڌو اچي جمال ٽاريءَ سوڌو هيٺ ڦهڪو ڪيو!! اڙي ٻيلي ايترا سال گذري ويا مان ڪڏهن به ڪونه ڪريس، پڪ هيءُ ڪو بزرگ هو، ها! مرشد ۽ بزرگ به ائين سچ ڳالهائيندا آهن. اڙي اٺ جمال هلي ڪٿس معافي وٺ نه ته پٽ تباهه ٿي ويندين. جلالي بزرگ هو ڪو، مان ان جي ڳالهه نه مڃي، ڪريو به ڦريون پيرو آهيان. پڪ ڪو بزرگ هوندو. جمال دل ۾ ريڪو پهه ڪري ڪهاڙي کڻي تيز ڊوڙڻ لڳو.

قبلا سائين مرشد سائين! او منهنجا سائين ترسو، جمال آواز ڏيڻ لڳو. مسافر جو ڏنو ته همراهه ڪهاڙي کڻي پيو ڊوڙندو اچي متان ڪٺي ڪهاڙي وهائي نه وجهي ۽ وٺي ڊپ ڪان هي به ڊوڙڻ لڳو. اڳيان مسافر ۽ پٺيان جمال ڪهاڙي سوڌو ڊوڙ ڊوڙان پئي هئي. آخر جمال ڪهاڙي اڇلائي ڇڏي ۽ مسافر جي ساهه ۾ ساهه پيو، گهڙي ڪن ...

بيهي رهيو. جمال به ڊوڙندو اچي پيرن تي ڪري پيس، سائين قبلا مرشد سائين مون کي معاف ڪيو. مان واقعي ڦهڪو ڪري هيٺ ڪري پيس، توهان مرشد هميشه سچ ڳالهائيندا آهيو. سائين مون کي معاف ڪيو، مان اڻڄاڻ هيس توهان کي هاڻ پروڙيم ائين چئي جمال مسافر جا هٿ پير چمڻ لڳو.

مسافر سڄي ڳالهه سمجهي ويو دل ۾ سوچڻ لڳو ته واهه جو ٻي وقوف هٿ آيو اٿم، اڄ ته مان هن جا لاهه ڪڍي ڇڏيندس. مسافر دل ئي دل ۾ مشڪيو. چڱو چڱو مٿي اٿ تون واحد شخص آهين جنهن مون کي سڃاتو آهي، نه ته ٻيا ماڻهو منهنجي ڳالهه سچي ڏسي به مون تي يقين ڪونه ڪندا آهن، آئينده لاءِ وري اهڙي غلطي نه ڪجان.

نہ سائين نہ منهنجي ابي ڏاڏي جي بہ توبهہ. جمال ليلائيندي هٿ ٻڌي نامعلوم منزل ڏانهن مرشد پويان روانو ٿي ويو. ڪجھ ڪن پنڌ جو ڪيائين، جمال ڏاڍو ٿڪجي پيو وري مرشد جي ناراضگي سوچي خاموش رهيو. ابا هي آهي منهنجو جهوپڙو. فقير ماڻهو آهيون، سو سڄو ڏينهن عبادت ڪندي وقت مڙئي الله جي مهرباني سان خاشو پيو گذري. مسافر هڪ جهوني جهوپڙي جي اڳيان بيهي چوڻ لڳو.

ها سائين بلڪل، توهان درويشن ڪي اهو جهوپڙو بہ جنت مثل لڳندو هوندو. سبحان الله توهان فقيرن جي سادگي جمال حسرت سان چيو.

ابا عبادت تہ مان هت ڪندو آهيان، پر منهنجي جاءِ اجها هوءَ ائٿي. گهڻن ڏينهن کان بند پئي آهي. هوندس ڌوڙ پرجي وئي. سوچيان ٿو تہ تون ۽ مان هلي هن جڳهہ جي صفائي ڪيون!!

ڇا سائين صفائي؟؟ ها- ها سائين ڇونہ ڇونہ، توهان تڪليف ڇوٿا ڪريو مان جو ويٺو آهيان. جمال پڪو خوشامندي بنجي ويو.

شاباش! اي پروردگار! هن ڪانير جون مشڪلون آسان ڪر. هن منهنجي دل خوش ڪري ڇڏي آهي، مسافر هٿ مٿي کڻي دعا گهرڻ لڳو. جمال، مرشد کي دعا گهرندو ڏسي واڇون ٽيڙي بيهي رهيو.

سڄي گهر جي صفائي، گلن کي پاڻي، پدر جو چمڪار، سڄي فرنيچر جي صفائي، مسافر جو ڪاڏو تيار ڪري، مرشد کي زور ڏيئي، جمال جو حال هيٺو ٿي پيو، اکيون بلورن وانگر ٻاهر نڪري آيس چپ سڄي پهيند ٿي ويس.. زبان ڇتي ڪتي وانگر ٻاهر لڙڪي آيس، پر ويچارو ماٺ ۽ چپ چاپ حڪم جي بجاآوري ڪري رهيو هو.

ابا تون منهنجي دل خوش ڪري ڇڏي. هاڻ تون وڃين سگهين ٿو. مسافر چيس، سائين هڪڙو عرض اٿم، جمال بدحال ٿيندي چيو.

ٻڌاءِ ٻڌاءِ، اسان توهان جو عرض نہ ٻڌنداسين تہ بيو ڪنهن جو ٻڌنداسين.

سائين، مان ڪڏهن مرندس؟ مسافر عرض ٻڌي حيران ٿي ويو. هاڻي مان هن موڳي کي ڪهڙو جواب ڏيان، سوچ ۾ پئجي ويو ۽ ڪجهہ دير مراقبي جي حالت ۾ ويهي رهيو. ١٠ منٽ گذري ويا، پوءِ ڪنڌ مٿي کڻي ٿڌو ساهہ ڀري چوڻ لڳو، ابا مون کي افسوس آهي موت برحق آهي، جيڪو خدا کي منظور، تون ٽي ڇڪون ڏيئي پوريون ڪندين تہ تنهنجو انتقال ٿي ويندو!!!

جمال کي مسافر جي ڳالهہ تي پورو پورو پساهہ هو. جي! جي سائين ٽي ڇڪون، "اڇو" هڪ ڇڪ خوف ۾ اچي ويس قبلا سائين باقي بہ سائين. باقي بہ الاڙي گهوڙا ڙي هيءُ ڇا ٿي ويو!!

بس ابا جيڪو خدا کي منظور. وڃي هاڻي جلدي ڪر. وڃي مائٽن کان موڪلاءِ. جمال سڄي ڏينهن جو ٿڪيل هو ويچاري گهڙي پل ساهہ بہ ڪونہ پٽيو ڊوڙندو ڊوڙندو ۽ روئيندو گهر پهتو. گهر وارن سان سڄي ڳالهہ ڪيائين تہ مان مرڻ وارو هيان باقي بہ ڇڪون آهن. گهر ۾ ڪوڪڙاٽ پئجي ويا. ڪوڪڙاٽن جي آواز سان گڏ هڪ ڇڪ ٻي بہ نڪري ويس. مٽ مائٽ ڊوڙندا ڊوڙندا ڪانئس موڪلائڻ آيا. اجا همراهہ جيئرو هو پر سندس ڪفن دفن ۽ قبر جو انتظام مڪمل ٿي ويو. رات ٿي وئي سڄي خاندان جا ماڻهو

آخري ڇڪ جو انتظار ڪري رهيا هئا. وچ ۾ جمال جي ڪٽ ۾ چوڌاري مائٽ جڻ مداريءَ جو کيل ڏسڻ لاءِ تيار بيٺا هئا.

اگر ڪنهن جي اک لڳي پئي ويئي ته وري منهن ڌوئي موٽي پئي آيو. مطلب ته اهو لمحه آخر هرڪو ڏسڻ لاءِ بيتاب ۽ چريو ٿي پيو. آخرڪار انتظار جون گهڙيون ختم ٿيون رات جو پوڻي ٻه بجي هڪ ٻه ٿي لاڳيتيون چار ڇڪون آيس. جمال هٿ پير ڊگهه ڪري اکيون بند ڪري سڌو سمهي پيو ۽ موت جو انتظار ڪرڻ لڳو. مائٽن سمجهيو بس موڪلائي ويو، ويچارا اڃي روئڻ ۾ پيا سڄو اوڙو پاڙو ڪٺي مٿي تي کڻي. پر هي ڇا صبح ٿي ويو اڃان جمال جو روح ڪونه نڪتو. گهڙي گهڙي اکيون کولي مائٽن کي جيئري هجڻ و پڪو يقين پيو ڏياري. آخرڪار جمال مائٽن کي چيو مون کي قبرستان ڪٺي هلو من ڪو اتي ئي فرق پوي. سيني مائٽن جمال کي دڙڪا ڏنا. اڙي چپ ڪري ستو پيو هج، سيني کي ’چي اڌ مئو ڪيو اٿئي، ٻه ٿي سوٽا وهائي ڪڍئون ته تنهنجو ڪم اتي ئي پورو ٿي ويندو. جمال مانڙي ڪري سمهي پيو.

جمال جو ڏاڏو جيڪو هاڻي پهتو هو. جڏهن ان کي سڄي معاملي جي خبر پئي ته وچي جمال کي ڪن کان پڪڙي اٿاريائين. اڙي منهن ڪارا هل مون کي ٻه ته ڏيکار اهو مرشد سڳورو جيڪو ٽن ڇڪن ۾ موت ٿو ڏيئي. جمال ڏاڏي کي مسافر جي جڳهه تي وٺي آيو! دروازو کڙڪايائين، ادا، مرشد سائين سان ملڻو آهي. هڪ ٿلهو متارو شخص ٻاهر نڪري آيو ۽ چيائين ابا ڪهڙو مرشد! هت ته ڪوبه مرشد صاحب ڪونه ٿو رهي. پر ڪالهه ته هت مان سڄو ڏينهن هن سان گڏ هيم. هن گهر جي صفائي ٻه مون پنهنجن هٿن سان ڪئي. جمال حيران ٿيندي چيو.

اڇا اڇا ڪمون سان گڏ، تون جاءِ صاف ڪئي هئي. مهرباني ادا، مهرباني! مرشد نالو نه اٿس، ڪمون، ڪمون اٿس نالو، ڪمون منهنجو پراڻو ملازم آهي. مان دراصل لاهور کان ڪالهه هت آيو آهيان ۽ ڪمون کي لاهور موڪلي ڇڏيو آهي، ات ٻه منهنجي هڪ جاءِ آهي. دراصل ڪمون کي ان جي سنڀال ڪرڻ لاءِ موڪليو اٿم. ٻه ٽي مهينا هاڻ ڪونه ايندو. پيو ڪو حڪم هجي ته آءٌ تيار آهيان.

نه ادا نه! مهرباني. چڱو الله وائي ۽ هن شخص گهر جو دروازو بند ڪيو.

بند دروازو جمال ۽ سندس ڏاڏي کي جڻ چهرا ڏيئي رهيو هو. جمال جي ڏاڏي، جمال ڏانهن ڳاڙهين اکين سان جلالي حالت ۾ ڏند ڪرٽي نهاريو!!!

جمال، ڏاڏي جي مار کائڻ جي ڊپ کان وٺي ڊوڙ پاتي، جمال ويچاري جون ٻه ٻه ويون ته ڇهه ٻه ويون. چو جو ننڍپڻ ۾ ڏاڏي جي مار ڪيس اڃان تائين ياد هئي.

## ٽئي جو سير

موڪلون ٿي ويون پر اڃان تائين ڪٺي ٻه گهمڻ جو پروگرام ڪونه ٺهيو، روئي روئي مان ڪٺي دلا پري ڪن ڪيا. تڏهن وڃي ڪٺي امان ۽ بابا مون کي پنهنجي دوست ”هاشم“ جي گهر وارن سان گڏ پڪنڪ تي وڃڻ جي اجازت ڏني.

بابا ۽ امان کي مصروفيت جي ڪري مون کي گهمائڻ جو وقت ڪونہ هو. ان ڪري ڪجهہ بوريت دور ڪرڻ لاءِ مان هاشم وارن سان گڏ پڪنڪ تي وڃڻ لاءِ مجبوراً راضي ٿي ويس. حالانڪہ بابا ۽ امان سان وڃڻ جو خيال هو، پر اندر جي اندر ۾ رهجي ويئي.

صبح صبح جو تيار ٿي هاشم جي گهر ويس. اتي وڃي جڏهن اها خبر پئي تہ هو پڪنڪ لاءِ پنهنجي ناني جي گهر وڃي رهيا آهن تہ چهري تي مايوسي ڇانئجي ويئي ۽ مان ابتا قدم کڻي گهر ڏانهن موٽڻ لڳس ٿي تہ هاشم جي پيءُ سڏ ڪيو، اڙي "سڪندر" پٽ ڇا! پٽ گهڻو انجواءِ ڪندين تاريخي جڳهہ آهي، تاريخي.

پر منهنجو منهن ساڳئي طرح ڦوڪيو پيو هو. چڱو پٽ تون ٻڌاءِ تون ڪٿي ٿو وڃڻ چاهين؟ انڪل مون کي نئين ڏسڻ جو بيحد شوق آهي. توهان ڀنڀور تائين تہ وڃو ٿا نئون اتان ڪان ٻري ڪونهي ڇونہ نئين هلي پڪنڪ ملهائجي، ڳالهہ اها آهي تہ انڪل مان ٻہ ڀيرا اڳ ٻہ ڀنڀور وڃي چڪو آهيان. بار بار ساڳي جڳهہ تي وڃڻ سان بوريت ٿيندي، مزو نہ ايندو، مان تہ بلڪل انجواءِ نہ ڪندس.

منهنجي تقرير اجائي ويئي ۽ انڪل نہ مڃيو. ظاهر آهي تہ هو منهنجي ڪري پنهنجو نهيل پروگرام ڪيئن خراب ڪندا، منهن تي ٻارهن وڄائي گهر واپس آيس. امان ۽ بابا مون کي واپس ايندو ڏسي حيران ٿي ويا.

اڙي هاڻي تہ توکي تيار ڪري موڪليوسين، هي ڇا! واپس ڇو آئين.

۽ مان روئڻ لڳس. اپ ڏاريندڙ رڙيون ڪرڻ لڳس، توهان کي ڇا آهي! توهان ٻنهي کي تہ فرصت ئي ڪونهي، مون کي نئين ڏسڻ جو ڪيڏو نہ شوق آهي. پر هاشم وارا تہ ڀنڀور وڃي رهيا آهن، مون کي ڪونهي ڀنڀور وڃڻو. ٻہ دفعا تہ وڃي چڪو آهيان. بس هن دفعي تہ منهنجيون موڪليون اٿين روئيندي روئيندي گذري وينديون، توهان کي ڪهڙي فڪر آهي. الله سائين اسڪول کولي ڇڏ اسان کي نہ کپن اهڙيون روکهيون سوکهيون ۽ روئيندڙ موڪلون ۽ مان روئيندي خدا سائينءَ سان شڪايت ڪرڻ لڳس ۽ روئيندو رهيس. بابا ۽ امان منهنجي اهڙي حالت ڏسي تڙپي اٿيا.

نہ- نہ پٽ ائين نہ چئو. اسان وٺي ويندا سين پنهنجي پٽ کي. ائين نہ روئبو آهي، پٽ چپ ڪر شاباس، اڳلي ويڪ اينڊ تي اسان سڀ ملي پنهنجي پٽ کي نئين وٺي ويندا سين.

"واعدو"!! ها- ها پٽ واعدو. انشاءَ الله ضرور هلنداسين ۽ مان لالچ ۾ اچي سڀ ڪجهہ وساري خوش ٿي ويس ۽ ويڪ اينڊ جو شدت سان انتظار ڪرڻ لڳس.

خدا خدا ڪري اهو ڏينهن اچي ويو. منهنجي خوشيءَ جي ڪا بہ انتها نہ رهي، ان ڏينهن منهنجي حالت قابل ديد هئي. خوشي ان ڳالهہ جي هئي تہ امان ۽ بابا ٻئي گڏ هلي رهيا هئا. ورنہ مشڪل سان ئي اهڙو موقعو ملندو آهي، ٻئي پنهنجي پنهنجي آفيس ۾ مصروف رهندا آهن.

بابا ڊرائيونگ ڪري رهيو هو ۽ مان ڪار جي دري مان مختلف جڳهون ڏسي امان ڪان انهن جا نالا پڇندو رهيس. مون کي اهو سڀ ڪجهہ سٺو پئي لڳو. اچان ڪجهہ ئي اڳتي هلياسين تہ ڪار هڪ زوردار جهٽڪي سان رڪجي ويئي. منهنجي چهري تي اداسيون ڇانئجي ويون، بابا، اهاڻي ڇا ٿيندو؟؟؟!!!!

هاڻي اسان ڪيئن نئين ويندا سين؟؟ گاڏي ڪڏهن اسٽارٽ ٿيندي؟؟ مختلف

سوال ڪندي ڪندي مون کي هڪ ڪلاڪ گذري ويو. ۽ پوءِ هڪدم گاڏي جي انجڻ اسٽارٽ ٿي ويئي، منهنجي منهن تان ڪجهه دير اڳ ويل خوشي وري واپس اچي ويئي ۽ گاڏي منزل جي طرف ڊوڙڻ لڳي.

اڃان ٻه چار ميل ڪن مس اڳيان وڌياسين تہ پوليس جي گاڏين جي قطار بيٺي هئي ۽ اسان کي هٿ جي اشاري سان روڪڻ لاءِ چيئن. گاڏي هڪدم رڪجي ويئي. اسان حيران نظرن سان پوليس وارن ڏانهن ڏسي رهيا هئاسين.

توهان اڳيان نٿا وڃي سگهو صاحب! هڪ پوليس واري چيو.

پر اسان کي نٿي وڃڻو آهي پري کان آيا آهيون، بابا چيو. اسان کي افسوس آهي اسان توهان جي ڪا بہ مدد نٿا ڪري سگهون. ڪجهه دير پهريون هڪ جج سان پريل بس ۽ هڪ ٽرالي ۾ زبردست ايڪسيڊنٽ ٿي پيو آهي ۽ لاش سڄي روڊ تي پکڙيا پيا آهن. جيستائين انهن سڀني لاشن جي شناخت واري ڪاروائي مڪمل نہ ٿيندي، تيستائين روڊ بلاڪ رهندو. چار پنج ڪلاڪ تہ مشڪل آهي شايد پوءِ رستو کلي وڃي.

بابا ۽ امان مون ڏي ڏسڻ لڳا، مان جو رئڻ وينس تہ گهر اچي اک کلي. بہ ڏينهن خوشيءَ جي ڪري ننڊ بہ پوري ڪونہ ڪئي هئي ان ڪري گهري ننڊ جي آغوش ۾ هليو ويس.

بابا ۽ امان وري پنهنجي مصروف زندگيءَ ۾ مصروف ٿي ويا.

نہ ڪو ڀاءُ آهي نہ ڪا ڀيڻ، مائٽ بہ دور دراز ملڪن ۾ مقيم آهن، انهن جو تہ سوال ٿي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي تہ اچي منهنجو شوق پورو ڪن.

ان ڏينهن کان وٺي اڄ تائين، هن شوق کي دل اندر رکي صدائون ٿو هڻندو وتان تہ، "اڙي آهي ڪو خدا جو نيڪ ٻندو، جيڪو مون کي ٿٽي جو سير ڪرائي."

مگر افسوس اڃان تائين!!!.......!!!

لڳي ٿو تہ هي سڀ موڪلون اهائي صدا لڳائيندي لڳائيندي گذري وينديون.

# جمال ۽ چنبيلي

"جمال" ۽ "چنبيلي" گڏ هڪ ئي اسڪول ۾ پڙهندا هئا. انهن ٻنهي جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هوندي هئي. گڏ اسڪول ويندا هئا ۽ گڏ هوم ورڪ ڪري شام جو کيڏندا هئا. اگر جمال ڪنهن ٻئي سان اسڪول ۾ گهمندو هو تہ چنبيلي ان سان سڄو ڏينهن ڪونہ ڳالهائيندي هئي. جمال کي بہ هن کان سواءِ مزو ڪونہ ايندو هو. آخر جمال کانئس معافي وٺندو هو ۽ وري کل خوشيءَ ۾ کير کنڊ ٿي ويندا هئا.

جمال جو جهڙو نالو هو خدا کيس حسن بہ اهڙو ئي ڏنو هو. جمال کي ڪائنات جي سڄي قدرت مان صرف گلن سان بي انتها پيار هوندو هو. ان ڪري اڪثر شام جي وقت چنبيليءَ کي ساڻ ڪري هڪ خوبصورت باغ ۾ هليو ويندو هو ۽ مختلف گلن کي ڏسي خوشيءَ ۾ ٿي نہ ماپندو هو. صبح جو بہ جمال ۽ چنبيلي اسڪول وڃڻ وقت باغ جي پاسي کان ٿي ٽپي ويندا هئا. جمال جي دلچسپي ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي. ۽ هاڻي هو اسڪول کان اڪثر گسائڻ لڳو. شام جو جلدي جلدي گهر مان نڪري ويندو هو.

چنبيليءَ کي جمال تي ڏاڍي ڪاوڙ ايندي هئي. ان ڪري جو جمال هاڻي چنبيلي کي گڏ ڪونہ وٺي ويندو هو، بس گلن تہ جمال تي جادو ڪري ڇڏيو هو، سڄو ڏينهن غافل رهندو هو هر چيز کان. جمال جا والدين سمجهندا هئا تہ جمال چنبيليءَ سان روز اسڪول ويندو هوندو ۽ شام جو بہ ٻئي گڏ هوم ورڪ ڪندا هوندا. پر انهن کي ڪهڙي خبر تہ جمال سندن هٿن کان نڪري ويو آهي.

چنبيلي پهريون تہ برداشت ڪندي رهي، پر جمال ڏينهون ڏينهن پنهنجي وڌندڙ شوق کان باز نہ آيو تہ مجبوراً چنبيلي جمال جي ماءُ کي سڀ حقيقتون ٻڌائي ڇڏيون تہ هڪ مهيني کان وٺي جمال اسڪول کان اڪثر غير حاضر رهندو آهي وغيره وغيره. جمال جي ماءُ ڏاڍي حيران ٿي.

پر چنبيلي پٽ، جمال تہ روز اسڪول جو يونيفارم پائي پوري ٽائيم تي اسڪول ويندو آهي ۽ وقت تي گهر ايندو آهي، خبر نہ منهنجي پٽ کي ڇا ٿي ويو آهي.

پر آنٽي هاڻي تہ امتحان بہ مٿان آهن. جمال جو اهڙو حال رهيو تہ امتحان ۾ ڪٿئن پاس ٿيندو. جمال تي ڪجهہ سختي ڪيو. هاڻي تہ مون سان بہ ڪونہ ڳالهائيندو آهي. مون وٽ ڪيڏنهن بہ ڪونہ ايندو آهي. چنبيلي روئڻ جهڙو منهن ڪري چيو.

ٺيڪ آهي پٽ، پڙهس کي اڄڻ ڏٺيس تہ پوءِ خبر وٺانس ٿي. تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر، جمال تي هاڻي سختي ڪبي.

پر آنٽي، اهو نہ ٻڌائجوس تہ ڪو مان توهان کي ٻڌائڻ آئي هيس. نہ تہ مون سان بنهہ ڪونہ ڳالهائيندو. چنبيلي معصوميت سان چيو.

نہ پٽ مان ڪو چري ٿي آهيان، جمال جي ماءُ شفقت ڀريو هٿ سندس مٿي تي ڦيرائيندي چيو ۽ چنبيلي جي دل تان وڏو بار لهي ويو.

شام گهري ٿي چڪي هئي. سج آسمان جي اوٽ ۾ لڪي ويو، چنڊ جون ڪرڻيون هر اڱڻ تي ڦهلجي ويون.

جمال اڃان گهر واپس ڪونہ آيو هو. سندس والدين بي چينيءَ سان سندس انتظار ڪرڻ لڳا. سندن پريشاني ڏسڻ وٽان هئي. آخر انتظار جون گهڙيون ختم ٿيون، جمال ڇهري تي مٽي مرڪ سجائي، گهر جي اڱڻ تي قدم رکيو.

جمال!! پيءُ جي رعبدار سڏ تي سندس پير ٿڙجي ويا ۽ جمال ڏڪي ويو.

جي بابا! جمال گهبراهٽ ۾ چيو!!

بابي جا پٽ ڪٿان ٿو اچين؟ پڙهس ڪاوڙ مان پڇيس.

بابا! هو مان ۽ چنبيلي پڙهون پيا، سياڻي ٽيسٽ آهي نہ ان ڪري. جمال ڪوڙ ڳالهائيندي چيو.

اڙي ڪوڙ ٿو ڳالهائين، هان ڙي ڏيڊ فوٽيا، مون کي بي وقوف ٿو سمجهين، تراخ تراخ، جمال جي پيءُ جي آڱرين جا نشان سندس ڳلن تي ڇپجي ويا. اڙي وري ڪڏهن ڪوڙ ڳالهائيندين ٻڌاءِ؟ جمال جي پيءُ پرسان پيل هڪ ڪاٺيءَ جو ٽڪرو هٿ ۾ ڪنيو. نا! نا! جا آواز سندس پنيءَ تي وڄڻ لڳا. نہ با! نہ بابا مان توبهہ ڪئي. جمال ايذاءُ نہ سهندي ليلائڻ لڳو.

سڄي رات سندس ٽنل بدن سور ۾ سلندو رهيو. سندس ڪچي ۽ ننڍي ذهن ۾

پنهنجي پيءُ جي لاءِ شديد نفرت جا جذبا اڀرندا رهيا.

ڪاري رات جا پاڇا چوطرف ڦهليل هئا. جمال جي باغي ذهن پلڪ ڪاڏو ۽ پنهنجي کٽ تان اٿي کڙو ٿيو. ساهه ڪان بہ سنهنا قدم کڻندو ٻاهرين در جو ڪڙو کولي تيز تيز ڊوڙندو ساڄي باغ طرف وڃندو ويو. جمال جو ڳوڙهن سان ڀريل ڳاڙهو چهرو چنڊ جي حسن کي بہ ماند ڪري رهيو هو. خوبصورت گلن جي خوشبودار سڳنڌ جمال کي پنهنجي آغوش ۾ گ- ـ ي ڇڏيو ۽ جمال ننڊ جي مٺي جهولي ۾ جهولندو ويو.

اڄ چنڊ جي پهرين هئي. هر چنڊ جي پهرين تي ڪوهه قاف جون ڪجهه پريون هن باغ ۾ تقريباً رات جي هن پهر ۾ گهمڻ ۽ کيڏڻ اينديون هيون، پرين جي کلڻ جا آواز باغ ۾ گونجڻ لڳا، کيڏندي کيڏندي هڪ پريءَ جي نظر هن خوبصورت جمالي چهري تي پئي. سڀ پريون هن حسين وجميل ٻار کي ڏسي ڏاڍيون خوش ٿيون. هڪ پري ڪوهه قاف جي بادشاهه جي ڌيءَ هئي، هن کي انسانن جي ٻارن سان بي انتها پيار هو. جڏهن هن جمال جهڙو خوبصورت ٻار ڏٺو تہ سندس دل دغا ڪرڻ تي مجبور ٿي پئي، جمال کي ننڊ جي حالت ۾ کڻي ڪوهه قاف جي طرف وڃڻ لڳي، جڏهن جمال سجاڳ ٿيو تہ پاڻ کي هڪ خوبصورت پلنگ تي ستل ڏسندو آهي. ۽ چوطرف پياريون پياريون پريون پنهنجا مسڪراهٽ ڀريا چهرا کڻي بيٺيون هونديون آهن، شهزادي پري اڳيان وڌي جمال کي پيار ڪرڻ لڳي ۽ جمال کي طرح طرح جا طعام کارائي پنهنجي خوبصورت باغ ۾ وٺي ايندي آهي. جمال اهڙا عجيب غريب ۽ خوبصورت گل ڏسي خوشيءَ ۾ ٿي نہ ماپندو آهي. جڏهن ڪوهه قاف جي بادشاهه کي خبر پوندي آهي تہ سندس ڌيءَ هڪ خوبصورت ٻار کڻي آئي آهي تہ بادشاهه پنهنجي ڌيءَ کي گهڻو سمجهائيندو آهي تہ وڃي ٻار اتي ڇڏي اچ جتان کڻي آئي آهين. پري ڀريائين انڪار ڪندي رهي، ڏس شهزادي پري، هي ڪنهن جي جگر جو ٽڪرو هوندو، خبر ناهي هن جا والدين ڪهڙي حال ۾ هوندا. اگر توکي ڪو پنهنجي والدين کان جدا ڪري ڇڏي تہ پوءِ؟ شهزادي پريءَ کي هڪدم احساس ٿيو تہ هن تمام وڏو غلط ڪم ڪيو آهي، آخر جمال کي واپس موڪلڻ تي رضامند ٿي ويندي آهي.

جڏهن جمال کان شهزادي پري پڇيو تہ تنهنجو گهر ڪٿي آهي، تہ جمال روئڻ لڳو نہ! نہ! پياري پري مان گهر وڃڻ نٿو چاهيان بابا مون کي ماري ڇڏيندو، نہ! نہ! مان گهر ڪونہ ويندس، جمال جي معصوم ذهن تي اجان خوف ڇانيل هو، شهزادي پري آهستي آهستي هن کان پڇڻ لڳي تہ آخر ڇو؟ جمال سچي حقيقت ڪيس ٻڌائي، شهزادي پري هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو. بس ايتري ڳالهہ ڏس تنهجي ۽ منهنجي دوستي پڪي آهي، مان توکي دوستيءَ ۾ هڪ معمولي تحفو ڏيڻ چاهيان ٿي، اهو تحفو آهي هڪ خوبصورت ۽ پيارو باغ، تون پنهنجي گهر جو پتو ٻڌاءِ تہ مان هاڻي جو هاڻي ان گهر جي سامهون هڪ خوبصورت باغ تيار ڪرايان. ۽ ها جڏهن تون ۽ مان اتي پهچنداسين تہ باغ اسان جي آجيان ڪندو، ٺيڪ، شهزادي پري کلڻ لڳي، جمال جون اکيون خوشيءَ ۾ چمڪڻ لڳيون، پياري پري تون واقعي مون کي باغ ٺهرائي ڏيندينءَ؟ ها ها! هاڻي جو هاڻي پري مسڪرائيندي ڪيس پيار ڪندي چيو. ان باغ ۾ گلاب، موتيو، ۽ چنبيلي جا گل تمام گهڻا هجن، مون کي ڏاڍا وڻندا آهن ۽ ها ڪوهه قاف جا گل بہ هجڻ کپن. ڇا تون اهو سڀ ڪجهه ڪندينءَ پياري پري؟ پريءَ جمال کي سڀ ڪجهه ڪرڻ جو يقين ڏياريو.

شهزادي پري ۽ جمال واپس انسانن جي دنيا ۾ پهچي ويا، جڏهن جمال پنهنجي گهر جي پرسان پهتو ته هن کي پنهنجي اکين تي يقين ئي نه آيو، هڪ خوبصورت باغ سندس آجيان ڪئي، پري به هن سان گڏ هئي، رات جو وقت هو، جمال ۽ شهزادي پري گهر جي اندر داخل ٿيا، جمال جي ماءُ پيءُ کيس هڪ خوبصورت پريءَ سان گڏ ڏسي حيران ٿي ويا. شهزادي پري جمال جي والدين کي جمال جي ٻي انتها شوق بابت ٻڌايو. اهي حيران ٿي ويا ۽ خوش به ڏاڍا ٿيا ڇوجو جمال جي اچانڪ گمشدگيءَ کان پوءِ روئي روئي آسرو لاهي ويهي رهيا هئا. انهن پنهي پريءَ جو شڪريو ادا ڪيو.

امي! پياري پريءَ مون کي تحفو به ڏنو آهي، جمال پنهنجي ماءُ کي هٿن کان جهلي ٻاهر گهلڻ لڳو، ڏس امي ڪيڏو نه خوبصورت باغ آهي. چنبيليءَ کي چنبيليءَ جا گل وڻندا آهن نه، ڏس امي! پياري پري اهي گل به باغ ۾ لڳرائي ڏنا آهن.

جمال جي والدين جون اکيون ئي ڦاٽي ويون، صبح جو ته ٻ . اغ جو نالو ونشان به ڪونه هو، هاڻي سڄو گهر گلن جي سرهاڻ سان مهڪڻ لڳو. چڱو هاڻي مون کي اجازت ڏيو، مان چنڊ جي پهرين تي هميشه جمال سان ملڻ ايندس. چڱو خدا حافظ. پري ائين چئي نظرن کان غائب ٿي وئي.

جمال پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي پيار ڀريل ٻانهن ۾ جهولجي ويو، سندس والدين کي جمال کان ڪابه شڪايت ڪونه هئي، هاڻي هو جمال جي ننڍي ۽ معصوم ذهن جي ڪمزوري ۽ شوق کان واقف ٿي ويا. ٻار تي سختيءَ جو هاڻي کين احساس هو. صبح جو جمال جلدي اٿي چنبيليءَ جي گهر ويو. چنبيليءَ کي پرچائڻ ۾ دير ته ڪافي لڳس پر پوءِ کير کنڊ ٿي ويا. هاڻي روز گڏ هن خوبصورت باغ ۾ هوم ورڪ ڪندا هئا، جمال اسڪول هاڻي پابنديءَ سان وڃڻ لڳو ڇو جو باغ هر وقت سندس نظر اڳيان رهندو هو، شهزادي پري به پنهنجي وعدي مطابق جمال سان ملڻ ايندي هئي ۽ هزارين نصيحتون ڪري پيهر ملڻ لاءِ جدا ٿي ويندي هئي.

اهڙي طرح جمال به خوش ٿيندو آهي ۽ کل خوشيءَ جا پيارا پيارا ڏينهن گذرندا رهندا آهن.

## وڪي ۽ جمي

وڪي ۽ جمي ٻئي پاڻ ۾ پائر هوندا هئا، وڪي جميءَ کان هڪ سال ننڍو هو، پر ٻئي هڪ ئي ڪلاس ۾ پڙهندا هئا. جمي جهڙو هو چالاڪ، وڪي اهڙو ئي ذهين ۽ هوشيار هو پر جمي پنهنجي وڏائپ جو رعب ڏيکاريندي هر وقت وڪيءَ کي هروڀرو پيو دڙڪا ڏيندو هو، هيئن ڪر هيءُ نه ڪاءِ. هت ويهه، هي کڻي اچ وغيره وغيره. پر ويچارو وڪي فرمانبرداريءَ سان هر رعب کي برداشت ڪندو هو ۽ جمي جي دڙڪن کي هڪ ڪن سان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍي ڇڏيندو هو ۽ وري رلجي ملجي ويندو هو جڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه ۽ جمي هو جو ڪنهن نه ڪنهن طرح ننڍي ننڍي ڳالهه تي وڪيءَ کي پيو روئاريندو هو، ۽ سندس والدين جميءَ کي گهڻو ئي سمجهايو ته "پٽ پائر آهيو، تون جو

ائين پيو ٿو هن ننڍي پاءُ سان وڙهين تہ پوءِ اسڪول وارا ڇوڪرا تہ هن کي مارڻ کان باز ڪونہ ايندا . ڏس پٽ جمي تون وڏو آهين، سڌري وڃ نہ تہ اجايو اسان کي سختيءَ کان ڪم وٺڻو پوندو." پر جميءَ تي ڪنهن جو بہ اثر ڪونہ ٿيو.

جڏهن ڪنهن زيادتيءَ جو ذڪر وڪي پنهنجي والدين کي ٻڌائيندو هو تہ جمي کيس اکيون ڏيکاري چوندو هو تہ "هل پٽ تون اسڪول هل تہ مان توکي ڏسندس." ڪاڏيءَ تي هٿ رکي جمي کيس ڌمڪي ڏيندو هو ۽ پوءِ اسڪول ۾ اچي ويچاري جا لاهہ ڪڍي ڇڏيندو هو.

ڪلاس جي سڀني ڇوڪرن جي اڳيان وڪيءَ جي اهڙي بيعزتي ڪندو هو جو سڀئي ڇوڪرا وات تي هٿ رکي وڪيءَ جي مذاق اڏائڻ لاءِ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندا هئا.

اڙي، اڙي، وڪي ڏسو هلي ڪيئن ٿو جڻ پوڙهو ڪڪڙ، اڙي هن جا اکر ڏسو جڻ مئل ڪوليون، اڙي، ڏسو وڪي ڇوڪرين وانگر پيو ڪلي، ڀوٽ تہ ڏسوس جڻ تازو ڪوڙو ڪريلو اس ۾ ڪومائجي ويو هجي." جميءَ جي ٽوڪ تي سڀئي ڇوڪرا وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳندا هئا. انهن شرمنده ڪندڙ ٽهڪن جو آواز ٻڌي وڪي تڪڙا تڪڙا قدم کڻي اسڪول جي ڪنهن گوشي ۾ پناهہ وٺندو هو، پر جمي ۽ ان جا دوست اتي بہ سندس پيڇو ڪونہ ڇڏيندا هئا.

وڪي وري ان بيعزتيءَ جي ڪري گهر ۾ ڳالهہ اصل ڪونہ ڪندو هو تہ متان پيهر نہ اهڙو ماحول پيدا ٿئي، شايس هئي هن معصوم کي سڄو ڏينهن خاموش رهڻ تي. بس جڏهن هن جا والدين هن کان پڇندا هئا تہ هي ڪو پيو بهانو ٺاهي ڇڏيندو هو. جميءَ جي شڪايت اصل ڪونہ ڪندو هو، جمي هميشه وڪيءَ کي "ڪڪڙ" چوندو هو ۽ صرف ان ڳالهہ کي وڪي برداشت نہ ڪندو هو، دل چوندي هيس تہ جميءَ کي ماري ماري ٽماٽو ٺاهي ڇڏيان، پر ويچارو پنهنجي صابرين طبعيت جي ڪري نہ چاهيندي بہ برداشت ڪري ويندو هو.

امان اڄ ڪهڙو ٻوڙ پچايو اٿو. جمي ڊائننگ ٽيبل تان رڙ ڪندي ماءُ کان پڇيو، پٽ ڪڪڙ جو ٻوڙ ٺيو آهي، بس ٿورو انتظار ڪيو هينئر کڻي آيس. معنيٰ تہ اڄ وڪيءَ جو ٻوڙ ٺيو آهي، ها، ها، ها، ها، ۽ وڪي هڪدم ڊائننگ ٽيبل تان ٽپ ڏيئي اٿيو، بيڊ تي سمهندي نہ ڄاڻ ڪيترا هزار ڳوڙها وهائي ۾ جذب ٿيندا رهيا ۽ اتي ئي پرسڪون ننڊ جي پرسڪون واديءَ ۾ ڪوئجي ويو. ننڊ جي آغوش کيس بکيو ئي سمهاري ڇڏيو.

امان، اڄ ڪلهہ انڊا ايڏا خراب ڇوٿا نڪرن، جمي ناشتي جي ٽيبل تي ماءُ کان پڇيو. پٽ گرمي آهي نہ ن ڪري انڊا خراب ٿا نڪرن، امان پوءِ وڪي صاحب کي چئي ڇڏيو تہ آئينده پنهنجي ڪڪڙ کي فرج ۾ ويهاري آنا لاهرائي، ها، ها، ها، جميءَ جا ٻي سرا ٽهڪ وري فضا ۾ گونججي ويا ۽ وڪي بنا ناشتي جي اسڪول هليو ويو. جميءَ کي والدين سمجهائي سمجهائي تنگ ٿي ويا پر هن تي ڪنهن بہ سختيءَ جو اثر ڪو نہ ٿيو.

اسڪول ۾ [illegible] سيس جو گهنڊ وڳو، جمي پنهنجي خاص خاص دوست سان گڏ راند جي گرائونڊ [illegible] وڪي بہ پنهنجي هڪ ڪلاس [illegible] گرائونڊ ۾ [illegible] [illegible] ڪيڏنديءَ اتي [illegible] سڀني ڇوڪرن جميءَ جي آواز تي هٿ [illegible] پر وڪي [illegible] ڪنيو [illegible] سان [illegible] اسان کي هڪ ساٿي جي [illegible]

آهي، تون به راند ۾ شامل ٿي ته جيئن اسان جا ساٿي پورا ٿين. وڪيءَ ڏانهن نهاريندي جميءَ چيو.

منهنجي پير ۾ سور آهي، مان ڪونه کيڏندس، ائين چئي وڪي ڪلاس روم طرف وڃڻ لڳو. واقعي رات کان وٺي وڪيءَ ڪي پير ۾ ڏاڍو سور هو. پر جميءَ اها بيعزتي ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهيو ته وڪي ننڍو ٿي ڪري دوستن جي اڳيان منهنجي بيعزتي ڪري.

موٽي اچ وڪي، نه ته سٺو نه ٿيندو.!!

مان چيم ته منهنجي پير ۾ سور آهي مان ڪونه کيڏندس. جمي نڪا ڪئي هم نڪا تم سامهون پير تلو پٿر کڻي زور سان وهائي ڪڍيائينس، وڪيءَ جي هٿي پٺي، ان کي اوچتو حملي جي ڪا بہ خبر آهستي آهستي وڃي رهيو هو. زور سان اچي پٿر مٿي ۾ لڳس، پٿر جو لڳڻ هو ۽ فوهاري وانگر رت وهڻ لڳو ۽ وڪي بيهوش ٿي ڪريو. سڀ استاد گڏ ٿي ويا. هيڊماستر جي ڪار تي وڪيءَ کي اسپتال پهچائي سندن والدين کي اطلاع ڏنو ويو. پر افسوس جو سڀ حيلا بيڪار ويا، وڪيءَ جي دماغ جي رڳ ڦاٽي پيئي ۽ سندس روح جو بيچين پکي پنهنجي منزل ڏانهن پرواز ڪري ويو، ڇو جو رت ايترو وهي چڪو هو جنهن جو ڪاٽو ڪرڻ ٿي مشڪل هيو.

وڪيءَ جي موت جو جمي کان وڌيڪ فڪر ڪنهن کي به ڪو نه هو. جميءَ کي اڄان يقين ئي ڪونه ٿي آيو ته ڪو هن جو ننڍڙو ۽ پيارو، صابرين وڪي هن کان وڇڙي ويو آهي. جمي ان حقيقت کي مڃڻ لاءِ هرگز هرگز تيار نه هو، جمي هاڻ اهو جمي نه رهيو سڄو ڏينهن وڪيءَ جي قبر سان چنبڙي، لڙڪ جي اپ ڏاريندڙ رڙيون ڪري پنهنجي گناهه ۽ ڪيل زيادتين جي معافي وٺندو هو. اهو سندس روز جو معمول بنجي ويو. سڄو ڏينهن چرين وانگر گهٽين جي پارن ۾ پنهنجي وڪي کي تلاش ڪندو رهيو، پر وڪيءَ کي نه اچڻو هو سو نه آيو، پر پنهنجي موت سان پڪيل جميءَ کي سڌو رستو ڏيکاري ويو.

ڇاجيون شرارتون، ڇاجيون بدمعاشيون، جمي هرڳالهه وساري ڇڏي. سچ چوندا آهن ته ڏک ڪائي سڌرڻ وارو سڀ کان بهتر ۽ سٺو سڌرندو آهي، جمي به زندگيءَ ۾ هڪ بازي هارائي، پنهنجي ننڍي ۽ پياري ڀاءُ کي وڃائي هميشه هميشه جي لاءِ راهه راست تي اچي ويو. اها فتح وڪيءَ جي موت سان ڪيس حاصل ٿي.

فتح اها نه آهي جيڪا زندگيءَ ۾ حاصل ڪجي، فتح ته اها آهي، اصل فتح ۽ حقيقي فتح جيڪا موت جي منهن ۾ وڃي حاصل ڪجي، ان ئي قربانيءَ کي فتح جو نالو ڏنو ويو آهي. اها هئي وڪيءَ جي فتح ۽ وڪيءَ جي قرباني.

## الوداعي پارٽي

جڏهن اسان پنجون درجو پاس ڪيو ته جوٿين ڪلاس جي چوڪرن اسان کي جيڪا الوداعي پارٽي ڏني سا اڄ به اسان سڀني کي ياد آهي. ڏاڍو مزو ايو هو. ڪهڙو نه پيارو زمانو هو، ڪنهن کي به ڇڳيءَ ناڙيءَ جي هوش نه هو. اڄان پارٽي خيال اسان کي پنهنجي

هنج ۾ ڪنيو بيٺو هو. اڄ اسان کي اُها الوداعي پارٽي ڏاڍي ياد ٿي اچي جوجو هاڻي اسان کي نائين ڪلاس جا شاگرد پارٽي ڏيئي رهيا آهن.

هاشم، عرفان، عمران، رضوان، اطهر، مجتبيٰ، اسان جي ڪلاس جا ذهين ۽ هونهار شاگرد هئا. انهن سيني گوڙ ڪيو ته پارٽي ائين نه بلڪ پڪنڪ جي صورت ۾ ڪبي. ڪنهن درياءَ جي ڪناري هلي پارٽي ملهائي وڃي، اسان به سيني جي ها ۾ ها ملائي، خدا جو شڪر جو اها تجويز اسان جي استادن ۽ ميزبانن کي به ڏاڍي پسند آئي، جمعي جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو. خدا خدا ڪري نيٺ جمعي جو ڏينهن به آيو، سيني جا چهرا ٻهڪي رهيا هئا. اسان جي بس ٺڪي ڪان رواني ٿي ۽ ڪينجهر ڍنڍ جي رستي تي ڊوڙڻ لڳي، موسم ته ڄڻ هنياءَ کي ٺاري وڌو، ڪارا ڪڪر آسمان تي هوريان هوريان نچي رهيا هئا. متان شاگردن گڏجي ڪاڪڙا ڦاڙي ڳائڻ شروع ڪيو. تاڙين جي گونج بس جي ڇت کي ذري گهٽ ڏاري وڌو. رضوان جي لطيفن ڪلاڻي ڪلاڻي پيٽ ڦوڪائي ڇڏيو. دل ته چوي پئي ته اهو سفر ڪڏهن به نه کٽي، پر سامهو سيٽ تي پيل خوشبودار طعامن کي ڏسي وات پاڻيءَ سان ڀرجي ويو ۽ جلدي منزل ڪٽڻ جي تات ۾ لڳي وياسين.

استادن به اسان سان چڱو ساٿ ڏنو ۽ اسان جي اپ ڏارينڊز ٽهڪن سان گڏ استادن جا ٽهڪ به شامل ٿي ويا، ائين پئي لڳو ته ڄڻ سڀ ئي ساٿي سنگتي هجون، ڇا جو استاد ڇا جو شاگرد مطلب ته استادن ۽ شاگردن پاڻ ملهايوسين.

نيٺ سفر اچي کٽو. ڪلندي، نچندي، لڏندي اچي منزل ماڻيسين، ڪو ڍنڍ ۾ وهنجڻ ويو، ڪن وڻجهوٽي ڪيڏي، ڪي وري مڇي جي شڪار تي سنبريا، ڪي وري گول دائرو ٺاهي ڳائڻ ۽ لطيفن سان دل بهلائڻ لڳا مطلب ته ميدان گرم ۽ ملاکڙا لڳا پيا هئا. هر طرف ڇهڇٽو لڳو پيو هو.

جڏهن پيٽ کي کاڌي جي طلب ٿي ته هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي ونڊر ڇڏي، ريسٽ هائوس ۾ جمع ٿيڻ شروع ڪيو. سڄي ڊائينگ ٽيبل خوشبودار کاڌن سان سجائي ويئي، هر ڪنهن کي بک ذري گهٽ ڊاهي وڌو هو، سو اچي کاڌي کي ائين لڳي ويا جو ڪنهن کي ڪنهن جي ڪابه سڌ ڪانه پئي، جڏهن سيني کائي ڍؤ ڪيو ۽ ڇانهه جو دور به پنهنجي پڄاڻيءَ تي هو ته سيني چوڪرن وٽي رڙ ڪئي ته اڙي هو جمال ڪٿي آهي!! هر ڪنهن جي واتان دانهن نڪري ويئي. هاشم، عرفان ۽ جمال وهنجڻ ويا هئا. هاشم ۽ عرفان ته موٽي آيا پر ويچاري جمال جي ڪنهن سڌ ئي نه لڌي. استادن ۽ شاگردن جا منهن ئي لهي ويا، هر طرف ماڻهو ڳولها ۾ نڪري ويا. ٻن ٽوٻن وٽي ڍنڍ ۾ ٽپو ڏنو ۽ جمال جي تلاش ۾ نڪري ويا. پندرهن منٽ به مس گذريا هوندا، جمال جو لاش ٻنهي مهاڻن جي هٿن ۾ ڏسي اسان سيني جون اکيون بي اختيار اسڪبار ٿي ويون، پنهنجي پياري ساٿيءَ جو لاش ڏسي اهو سڄو قافلو جيڪو ڪجهه دير اڳ خوشيءَ ۾ ٿي نٽي ماپيو، پنهنجو پاڻ کي مجرم سمجهڻ لڳو، ڪو ڪنهن سان اکيون نٿي ملائي سگهيو.

بس جي اڳئين سيٽ تي جمال جو لاش پيو هو، اسان جا وات، هٿ جيڪي اڄڻ وقت اسان جي ڪنٽرول ۾ ئي نٿي آيا، سي هاڻ پنهنجو پاڻ بند ٿي ويا ۽ صرف اکيون هيون جيڪي چپ ٿي نه پيون ڪٿي اندر ئي اندر موت جا اداس نغمه ڳائي رهيون هيون، ائين پئي لڳو ڄڻ نيڻن جا بند ئي ٽٽي پيا هجن.

تنل دل سان اسان پنهنجي پياري ساٿيءَ کي مٽيءَ جي سپرد ڪيوسين، اهو منظر، اهو ڏينهن، اها پڪنڪ، اڄ به اسان جي نظرن اڳيان تازي آهي جڻ ڪالهه ڪي ڳالهه هجي. سال گذري ويا. اڄ وري اسان جي الوداعي پارٽي هئي، ڊاڪٽر هاشم، ڊاڪٽر عرفان، ڊاڪٽر اطهر، ڊاڪٽر مجتبيٰ پارٽي ۾ ڪونه هيا مون کي پڪ هئي ته اهي ڪيڏانهن ويا هوندا ۽ پوءِ مان به جمال جي قبر تي گلن جا هار ڪٽي ويس.

اهي اتي ئي وينا هئا، اسان سڀني جون اکيون آليون هيون دل اداس ۽ چپ خاموش هئا ڇو ته سڀني جو درد مشترڪ هو، ڪاش ڪينجهر ڍنڍ جون بي رحم موجون جمال کي اسان کان ايترو پري نه ڪٽي وڃن ها ته جيڪر هو به اڄ اسان وانگر ڊاڪٽر هجي ها، ها ڊاڪٽر جمال، ڪاش ائين ٿئي هان ڪاش!! ڪاش!!

# واعدو

هڪڙو هو بادشاهه پر هو بادشاهن جو به بادشاهه. ان ڪري جو هن کي هر وقت پنهنجي رعيت جي آرام ۽ سڪون جو اونهو رهندو هو. رعيت به بادشاهه سان بي پناهه محبت ڪندي هئي.

بادشاهه اڪثر اوقات ۾ لباس تبديل ڪري ملڪ جو واءُ سواءُ لهڻ ويندو هو، رعيت جي هر ضرورت پوري ڪٽي ويندي هئي، ڪوبه سندس دور ۾ بدحالي جو شڪار نه هو. هر هنڌ خوشحالي ئي خوشحالي هوندي هئي.

هڪ دفعي بادشاهه پنهنجي عادت موجب شهر جو حال معلوم ڪرڻ لاءِ نڪتو. ڪجهه اڳ پرو ٿيو ته ڪجهه ڇوڪرين جي واتان پنهنجو نالو ٻڌي هڪدم بيهي رهيو، انهن ڇوڪرين مان هڪ پئي چيو ته اگر هن ملڪ جو بادشاهه مون سان شادي ڪندو ته مان ان کي اهڙو پٽ ڄڻي ڏيندس، جنهن جي "تري تي چنڊ ۽ مٿي تي تارو هوندو" سندس سهيليون کلي رهيون هيون، هڪ سهيلي چيس، ڪٽي تون ۽ ڪٽي بادشاهه، وڏي ڳالهه ته ڪنهن اهڙو پٽ ڄڻيو نه اسان ڏٺو ۽ نه ٻڌو،ءِ ان کي ٽوڪڻ لڳيون، ان ڇوڪريءَ چيو "اگر بادشاهه شادي ڪري مون سان ته پوءِ ڏسجو ته منهنجو چوڻ ڪيتري قدر صحيح آهي."

بادشاهه جيڪو انهن جي گفتگو ٻڌي رهيو هو. تنهن کي ڏاڍي حيرت ٿي، دل ۾ سوچيائين اگر آزمائي ڏسجي ته ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي؟

ٻئي ڏينهن بادشاهه ان ڇوڪريءَ جي گهر پنهنجي شادي جو پيغام موڪليو، غريبن جي الله ٻڌي، انهن کي ڀلا ڪهڙو اعتراض هو.

بادشاهه جي شادي ڌام ڌوم سان ٿي. اها ڳالهه سڄي ملڪ ۾ مشهور ٿي وئي ته بادشاهه ان ڇوڪري سان ان ڪري شادي ڪئي آهي جو هن هڪ اهڙو واعدو ڪيو آهي، جيڪو سڀني کي حيران ڪندڙ آهي، سڄي ملڪ جا ماڻهو حيرت سان پنهنجي نئين ملڪ کي ڏسندا هئا ۽ ان ڀاڳ ڀري ڏينهن جو بيچينيءَ سان انتظار ڪرڻ لڳا.

بادشاهه جون اڳيون راڻيون جنهن مان بادشاهه کي ڪوبه اولاد ڪونه هو، سي نئين ملڪ کي ختم ڪرڻ جا ڏينهن به ڏينهن پيهه پچائيندڀون هيون. آخرڪار اهو ڏينهن

بہ آيو جنهن ڏينهن واعدو پورو ڪرڻو هو. بادشاهہ پنهنجو عجيب پار ڏسڻ لاءِ بيچين هو. ٻئي طرف ملڪ ڪي پٽ ڄائو، سڀئي راڻيون حيران ٿي ويون، جڏهن انهن ننڍي جاول ٻار کي ڏٺو، ان جي ترڪ تي خوبصورت چنڊ ۽ مٿي تي چمڪندڙ تارو هو. راڻيون هڪ ٻئي کي عجيب نظرن سان ڏسي رهيون هيون، سندن دل ۾ ساڙ پيدا ٿيو ۽ دائيءَ کي تمام گهڻي رقم ڏيئي ان جو منهن هميشه لاءِ بند ڪري ڇڏيون ۽ ان کي منع ڪيون تہ ڪنهن کي بہ هن ٻار جو نہ ٻڌائجانءِ، جيڪو بہ توکان پڇي تہ چئجان تہ نئين ملڪ نڪر ۽ پٽر ڄڻيا آهن. اگر ڪنهن کي ٻڌايو ائين هن حقيقت جي باري ۾ تہ سڀئي ڏڙ ڪان ڏار سمجهجانءِ. وچ هاڻي وجي هن ٻار کي ڪنهن گند جي ڍير تي اڇلائي اچ. دائيءَ کي ايتري ساري رقم ملي سو پلا ڪيئن پنهنجي هٿ آيل پاڳ کي موت جي نذر ڪري.

ٺيڪ آهي هاڻي تون وڃ جيڪو اسان تو کي چيو آهي سو وڃي ڪر، راڻين دائيءَ کي حفاظت سان موڪلي ڇڏيو ۽ نئين ملڪ جي لاءِ اهو مشهور ڪري ڇڏيو تہ هن کي نڪر ۽ پٽر پيدا ٿيا آهن، ٻار جو نالو ونشان ئي ڪونهي.

جڏهن بادشاهہ کي ان ڳالهہ جي خبر پئي تہ سندس سڄي خوشي ڪافور ٿي ويس ۽ غصي ۾ پريل ملڪ جي ڪمري ۾ داخل ٿيو، ڪٿي آهي اهو ٻار جنهن جي مٿي تي تارو ۽ ترڪ تي چنڊ آهي، مڪار، ڪوڙي تون اسان سان ڌوڪو ڪيو آهي. وڃ اسان جي نظرن کان ٽري وڃ، ان کان اڳ جو اسان توکي ختم ڪرائي ڇڏيون، اسان جي نظرن اڳيان ٽري وڃ، توکي اهڙي مذاق ڪرڻ جي جرات ڪيئن ٿي اهو بہ اسان سان، تنهنجي اها غلطي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪنداسين ڪڏهن بہ نہ.

سائين مان بي قصور آهيان، سرتاج ٿورو غور ڪيو، ڪا عورت نڪر ۽ پٽر ڪيئن ٿي ڄڻي سگهي، اهو مون تي سراسر الزام آهي. مون کي يقين آهي تہ مان ٻار کي جنم ڏنو آهي، مان بيهوش ٿي ويئي هيس، مون کي ڪا بہ سڌ نہ ٿي پوي تہ ڌوهہ ڪنهن جو آهي. نئين ملڪ روئيندي رهي. پر بادشاهہ هن جي هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ هڪدم ان کي محل مان ڪڍي ڇڏيائين.

نئين ملڪ ٿاپا ڪائيندي شهر کان گهڻو پري نڪري ويئي. سندس پيءُ ۽ ماءُ جو آخري سهارو بہ هن دنيا ۾ ڪونہ رهيو هو. وڃي تہ ڪاڏي. رستي تي هن ڏٺو تہ هڪ نئون ڄاول ٻار گندگي جي ڍير تي پيو آهي. "جنهن کي رب رکي تنهن کي ڪير چکي" تڪڙا تڪڙا قدم کڻي نئين ملڪ گند جي ڍير تي چڙهي ويئي.

چاڏسي تہ سندس ٻار پيو آهي، ڇوجو ٻار ۾ اهي نشانيون موجود هيون، کڻي ڇاتيءَ سان لاتائين. ويچاري پنهنجي قسمت تي روئيندي اچي پرسان هڪ جهنگ ۾ پناهہ ورتي. جيئن تيئن اتي هڪ ننڍي جهوپڙي ناهي ان ۾ رهڻ لڳي، دل تہ گهڻو چيس تہ وڃي بادشاهہ کي پٽ ڏيکاري پنهنجي مٿان بي گناهيءَ جي داغ کي صاف ڪري ۽ ان کي ٻڌائي تہ مان بي قصور آهيان پر ٻري بادشاهہ جي ڪيل بيعزتيءَ جو احساس ٿيس ۽ اهو خيال دل مان لاهي ڇڏيائين ۽ ها ڏينهن اتي جهنگل ۾ گذارڻ لڳي.

هن بياتي حال ۾ ڏينهن گذرندا ويا ۽ هاڻي نئين ملڪ جو پٽ ستن ورهين جو ٿيو. خدا جو ڪرڻ اهڙو ٿيو جو ساڳيو بادشاهہ ان جهنگ ۾ شڪار ڪندي ڪندي اچي ان جهوپڙي جي پرسان رهندڙ هڪ واهہ تي بيٺو ۽ گهوڙي کي پاڻي پيئارڻ لڳو. تيئن

ملڪ بادشاهہ کي جلدي سجاڳي ورتو، پر پاڻ کي ظاهر نہ ڪيائين. بادشاهہ گهڻو ڪري هن ئي جهنگ ۾ شڪار ڪرڻ ايندو هو. جڏهن نئين ملڪ جو پٽ گهوڙي کي ڏسندو هو تہ هو بہ ضد ڪندو هو ماءُ سان، تہ امان مون کي بہ گهوڙو وٺي ڏي نہ.

آخر ماءُ مجبور ٿي، پنهنجي پٽ کي چپ ڪرائڻ جي لاءِ هڪ ننڍڙو ڪاٺ جو گهوڙو ناهي کيس ڏنو ۽ ان گهوڙي ۾ لوهہ جو لغام وڌائين. سندس ٻار گهوڙو ڏسي بيحد خوش ٿيو ۽ ماءُ کي چيائين "امان جڏهن اهو گهوڙي وارو ماڻهو پنهنجي گهوڙي کي پاڻي پيارڻ ايندو نہ، تہ مان بہ پنهنجي گهوڙي کي پاڻي پياريندس."

ملڪ ويچاري بي وسيءَ سان پنهنجي پٽ کي ڏسي کلي ۽ سوچڻ لڳي تہ هن معصوم کي ڪهڙي خبر تہ هي گهوڙي وارو سندس بادشاهہ پيءُ آهي.

بادشاهہ شڪار ڪرڻ کان پوءِ، وري ساڳئي واهہ تي آيو. ننڍڙو بہ جلدي جلدي پنهنجي گهوڙي کي کڻي آيو ۽ گهوڙي جي وات ۾ پاڻ وجهي چوڻ لڳو "ڪاٺ جا گهوڙا لوهہ جا لغام پاڻي پيءُ، پاڻي پيءُ. ڪاٺ جا گهوڙا لوهہ جا لغام پاڻي پيءُ پاڻي پيءُ."

بادشاهہ کي ڪاوڙ آئي ۽ چيائينس هل ڙي چورا ڪڏهن ڪاٺ جي گهوڙي بہ پاڻي پيتو آهي. ٻار ويچارو هو ننڍڙو، هن کي ڪنهن بہ دڙڪو ڪونہ ڏنو هو. سو روئيندي روئيندي جهوپڙي جي طرف ڊوڙڻ لڳو ۽ ماءُ کي ٻڌايائين. ماءُ ٻار کي چپ ڪرايو ۽ چيائينس، هو گهوڙي وارو ماڻهو ڪنو آهي، تون سٺو آهين. وڃ تون وڃي گهوڙي کي پاڻي پيار ۽ ننڍڙو خوشيءَ سان ٻاهر هليو ويو.

بادشاهہ جي سواري وڃي چڪي هئي، هڪ مهيني کان پوءِ وري بادشاهہ شڪار تي آيو هو، جڏهن بہ شڪار تي ايندو هو تہ گهوڙي کي پاڻي پيارڻ وقت ننڍي ٻار کي ضرور دڙڪا ڏيندو هو.

هن دفعي بہ ائين ٿيو. جڏهن بادشاهہ گهوڙي کي پاڻي پياري رهيو هو تہ ملڪ کي سندس پٽ چيو، امان. امان! مان بہ وڃان پنهنجي گهوڙي کي پاڻي پياري اچان. ملڪ هن کي گهڻو ئي روڪيو پر پنهنجي لاڏلي جي ضد آڏو مجبور ٿي ويئي ۽ چيائينس تہ چڱو وڃ. اگر توکي گهوڙي وارو چوي تہ "ڪڏهن ڪاٺ جي گهوڙي پاڻي پيتو آهي؟ تہ تون چئجانئنس تہ، "جي ڪا عورت نڪر ۽ پٿر پيدا ڪري سگهي ٿي تہ پوءِ هي ڪاٺ جو گهوڙو بہ پاڻي پي سگهي ٿو."

معصوم ٻار حيرت سان ماءُ کي ڏسڻ لڳو. پر جيئن گهوڙي تي نظر پيس تہ ڊوڙندو ٻاهر هليو ويو. بادشاهہ جو گهوڙو پاڻي پي رهيو هو. هن بہ پنهنجي گهوڙي جو منهن پاڻي ۾ وجهي چيو، "ڪاٺ جا گهوڙا لوهہ جا لغام پاڻي پيءُ. پاڻي پيءُ"

بادشاهہ دل ۾ سوچيو تہ ڪيترا ڀيرا هن بيوقوف کي منع ڪئي اٿم تہ بہ ڪونہ ٿو سڌري، ڪاوڙ ۾ چيائينس تہ

چورا هزار ڀيرا چيو اٿم تہ ڪاٺ جو گهوڙو پاڻي نہ پيئندو آهي، بدبخت اٿڻ ٽر هتان. بادشاهہ جي گهوڙي سان گڏ ڪنهن بہ سوار جو گهوڙو پاڻي ڪونہ پيئندو هو. جڏهن بادشاهہ جو گهوڙو پاڻي پي بس ڪندو هو تہ پوءِ ٻيا وزير ۽ امير واهہ جي اڳيان ايندا هئا. ان ڪري بادشاهہ کي ڪاوڙ لڳي تہ هن ننڍڙي ٻار کي جرات ڪيئن ٿي ٿئي تہ مون سان گڏ ويهي پنهنجي ڪاٺ جي گهوڙي کي پاڻي ٿو پياري.

بادشاهہ جا ڏڪا ٻڌي ننڍڙو ٻار هيسجي ويو پر جلدي همٿ ڪري چيائينس "اي گھوڙي وارا! اگر ڪا عورت نڪر ۽ پٽر پيدا ڪري سگھي ٿي تہ پوءِ هي ڪاٺ جو گھوڙو بہ پاڻي پي سگھي ٿو."

ايترو چئي وري پنهنجي گھوڙي جي طرف متوجهہ ٿي ويو. بادشاهہ جون بہ بہ ويون ۽ ڇهہ بہ ويون، دل تي ڪنٽرول ڪري گھوڙي تان هيٺ لٿو ٻار کي ڀاڪر ۾ وجهي چيائين "تنهنجو گھر ڪٿي آهي پٽ، بادشاهہ جون اکيون پرجي آيون. ٻار بادشاهہ کي پنهنجي جھوپڙي ڏيکاري ۽ پوءِ ٻئي هن طرف وڌڻ لڳا.

بادشاهہ پنهنجي ملڪہ کي هن ننڍڙي جھوپڙي ۾ ڏسي حيران ٿي ويو ۽ ٻار کي عجيب نظرن سان ڏسي اڳيان وڌيو ۽ ان جي هٿن جون تريون ڏسڻ لڳو. هڪ خوبصورت چنڊ جو نشان ڏسي، وري مٿي تان ٽورا وار پري ڪري تارو ڏٺائين تہ وات مان دانهن نڪري ويس ۽ ملڪہ کي غور سان ڏسندو رهيو. بادشاهہ جي اکين مان بي اختيار گوڙها نڪري آيا.

ساڳيو حال ملڪہ جو بہ هو هن جي نيڻن مان بہ نير جاري هئا، بادشاهہ اڳيان وڌي هن کي چپ ڪرائڻ لڳو.

ملڪہ روئندي سڏڪندي پاڻ سان گذريل حقيقت جي باري ۾ بادشاهہ کي ٻڌائيندي رهي ۽ اهڙي طرح ملڪہ بي قصور ثابت ٿي.

بادشاهہ کي پنهنجين راڻين تي تمام گھڻي ڪاوڙ آئي. بادشاهہ سوچي بہ نہ ٿي سگھيو تہ ڪو اهڙي چالاڪيءَ سان ڪيس بي وقوف بڻايو ويو آهي.

ايڏي وڏي مڪاري ۽ دوکيبازيءَ جي ڪري بادشاهہ سڀني راڻين کي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ پنهنجي پياري پٽ کي واپس محل ۾ وٺي آيو پنهنجي بي گناهہ ملڪہ سان گڏ.

سڄي شهر ۾ ملڪہ جي واپسيءَ جو خوشيءَ ۾ جشن ملهايو ويو. خوشيون ڪيون ويون، بادشاهہ کي پهرئين اولاد ڪونہ هئي، سو پنهنجي پٽ جون خوشيون بہ دل کولي ملهايائين. مختلف ملڪن مان هن ننڍڙي شهزادي لاءِ عجيب وغريب تحفا اچي رهيا هئا ۽ هي ننڍڙو شهزادو پيار جي جھولڻ ۾ جھولندو رهيو.

محل ۾ ورهہ اڳ گم ٿيل خوشيون ورهي واپس موٽي آيون هيون.

اهڙي طرح ملڪہ جي عزت بادشاهہ جي نظرن ۾ وڌي ويئي، چوجو ملڪہ پنهنجو وعدو پورو ڪري ڏيکاريو هو.

## دولت جو نشو

وحيد ۽ مراد پاڻ ۾ گھاٽا دوست هوندا هئا. سندن دوستي گھڻي پڪي هئي، دوستيءَ جي ڪري سڄي پاڙي ۾ مشهور هوندا هئا. دنيا ۾ سندن ٻيو ڪوبہ وارث ڪونہ هو. ان ڪري ٻئي گڏ رهندا هئا ۽ ڏک سک ۾ ٻئي هڪ ٻئي جا مددگار پڻ هئا. سندن ذهانت بہ آسمان جي بلندين جھڙي اوچي هئي. هر مقابلي ۾ ٻئي دوست هميشه کٽيندا هئا ۽ وقت جو بادشاهہ انعام واڪرام سان سندن جھوليون پري ڇڏيندو هو.

هڪ دفعي وقت جي بادشاھ اعلان ڪرايو تہ جيڪو بہ منهنجي هڪ سوال جو صحيح جواب ڏيندو ان کي مان شاهي خزاني مان ٻہ سچا هيرا ڏيندس. حسب معمول ٻئي دوست ان مقابلي ۾ ويٺا . قدرت اهڙي ٿي جو وحيد سوال جو جواب صحيح ڏنو ۽ مراد کي ان سوال جو جواب ڪونہ آيو. بادشاھ تمام گھڻو خوش ٿيو ۽ وحيد کي اٿي پاڪر پائي پاڻ سان گڏ تخت تي اچي ويهاريائينس ۽ تاڙي وڄائي ان وقت ٻہ هيرا گهرائي سندس هٿ تي رکيا .

وحيد کي بادشاھ ايڏي عزت ڏني. جو اها عزت مراد برداشت نہ ڪري سگھيو ۽ دل ۾ اچي ساڙ پيدا ٿيس تہ ڪهڙي طرح ٻہ اهي هيرا مان حاصل ڪيان. دل جي اندر جيڪا رقابت پيدا ٿيس سا وڌندي ويئي ۽ گھري دوستيءَ جو بہ خيال نہ ڪندي هڪ ڏينهن وحيد کي گھمائڻ لاءِ دريا جي ڪپ تائين وٺي آيو. گھمندي گھمندي اچانڪ مراد چاقو ڪڍيو ۽ وحيد کي بيدرديءَ سان وحشين وانگر پيٽ ۾ وار ڪندو رهيو. تان جو وحيد جو ساھ نڪري ويو. مراد جلدي ان جي لاش کي ڪٽي درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو. اهڙي طرح معمولي هيرن جي ڳالھ تي سالن جي گهاٽي دوستي هميشه هميشه جي لاءِ درياءَ جي بي رحم لهرن جي نظر ٿي وئي.

مراد هيرا حاصل ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اهو شهر ڇڏي وڃي ٻئي هنڌ رهيو تہ جيئن ماڻهن کي شڪ نہ ٿئي. ماڻهو تہ اهو سمجهڻ لڳا تہ ٻئي دوست گڏجي هليا ويا آهن.

ڏينهن گذرندا رهيا مراد ان ناجائز طور حاصل ڪيل دولت کي ڏسي خوش ٿيندو هو. هن کي ڪڏهن بہ پنهنجي وفادار دوست جي ياد نہ آئي.

خدا جو ڪرڻو اهڙو ٿيو جو جت مراد رهندو هو اتي هن جي دوستي "هاشم" سان ٿي ويئي ۽ هن بيوقوفي ڪندي هيرن جي باري ۾ هاشم کي ٻڌايو تہ هن وٽ قيمتي هيرا آهن. جڏهن کان مراد هاشم کي هيرا ڏيکاريا تہ هاشم جي ننڊ حرام ٿي وئي. هاشم چاهيو تہ اهي هيرا جيڪر مون وٽ هجن ۽ هن هيرن کي حاصل ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. هاڻي سندس زندگي جو مقصد ئي صرف اهي هيرا حاصل ڪرڻ هو.

هڪ ڏينهن هاشم موقعو ڏسي، مراد کي گهري ننڊ جي حالت ۾ قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان جو سامان اٿلائي پٿلائي ڏٺائين پر هيرا ڪٿي بہ ڪيس ڪونہ مليا. سندس رڳ رڳ ۾ وحشي پن پرجي ويو ۽ هو چرين وانگر سڄي ڪمري جي ڀيهر تلاشي وٺڻ لڳو. آخرڪار هن جي ڪوشش ڪامياب ٿي، مراد جي بوٽ ۾ اهي ٻئي هيرا پيا هئا . هيرن کي حاصل ڪري هاشم وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو ۽ خوشيءَ ۾ ٿي نٿي ماپيو. جلدي جلدي مراد جي ڪمري کي ڇڏي هيرا پنهنجي کيسي ۾ وجهي ٻاهر نڪتو. هن وقت هاشم جو ذهن صحيح طور ڪم نہ پيو ڪري ۽ هاشم جيئن ئي گهٻراهٽ ۾ روڊ کي پار ڪري رهيو هو تہ سامهون تيز رفتار لوڊ سان سندس ٽڪر ٿيو ۽ هاشم بچي نہ سگھيو، سندس لاش لوڊ جي ڳرن ڦيٿن جي هيٺيان اچي چيپاٽجي ويو.

اهڙي طرح قدرت ٻنهي کي پنهنجي انتقام تائين پهچايو. سچ چوندا آهن تہ دولت هڪ اهڙي طاقت آهي ۽ اهڙو نشو آهي جيڪو سيني رشتن ۽ طاقتن کان مضبوط آهي.

دولت جو انڌو نشو دوست کان دوست، ڀاءُ کان ڀاءُ کسڻ ۾ دير ڪونہ ڪندو آهي. تنهن ڪري پيارا ٻارؤ! اگر توهان ڪنهن سان دوستي رکڻ چاهيو تہ صرف ۽ صرف

خلوص ۽ محبت جي تحت دوستي رکو، کنهن سان محبت ڪريو تہ دل وجان ۽ سچائيءَ سان. دولت جي اجائي نشي جا حامي نہ ٿيو.

دوستيءَ جو رشتو عظيم ۽ بالاتر آهي. اگر اهو رستو اختيار ڪندؤ تہ پوءِ محبت ئي محبت توهان جي منتظر رهندي. اگر دولت جي نشي، حوس، لوڀ ۽ لالچ کي اختيار ڪندؤ تہ دوکن، دولابن، فريبن کان سواءِ توهان ڪجهہ بہ حاصل ڪري نہ سگهندؤ. ۽ توهان جو انجام بہ مراد ۽ هاشم جهڙو ٿيندو.

تنهن جي ڪري دولت جي پاڇي کان بہ بچو، ڇوجو دولت جو اهو ڪوڙو پاڇو سنتل نانگ وانگر ڪنهن وقت بہ اوهان کي ڏنگي سگهي ٿو.

## آخر ڪيستائين اهو قهر ڪڙڪندو؟

اک کوليم، تہ هر ڪنهن جي اکين ۾ پنهنجي لاءِ محبت جي مناس ڏٺم، هيرن ۽ جرڪندڙن موتين جيان نيڻن ۾ پيار کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. اهو سڀ ڪجهہ منهنجي لاءِ هو، پر نہ، پيار جي پالوٽ ۾ پلجڻ واري مرڪندڙ جيون، هر ڪنهن جي آجيان ڪئي.

سپني جو خواب هڪ هو. سپني جو خيال هڪ هو. سپني جو پيار هڪ هو. جڏهن مان ننڍڙن ننڍڙن پيرن سان ڦهريون پيرو قدم کڻڻ شروع ڪيم تہ ڇهرا مرڪي پيا، گل ٽڙي پيا، هوائن گيت ڳايا، موسمن ڦيرو کاڌو، بهار لوڏا کائيندو ٽڏڙي ٽڏڙي هير کڻي اڱڻن ۾ مهمان بنجي آيو.

هر طرف خوشيون آهن، سڪون آهي. اطمينان آهي غير جو ڏک پنهنجو ڏک سمجهيو ٿو وڃي. غمن جا غمناڪ پاڇا تہ آهن ئي ڪونہ. رات جي آخري پهر تائين چانڊوڪيءَ کي همسفر بنائي سفر ڪيو ٿو وڃي. نہ ڪا لٽ نہ ڦر نہ چوري نہ قتل، پين جي جال ومال جي حفاظت پنهنجي جان کان وڌيڪ ڪئي ٿي وڃي. بلڪل هڪ امانت وانگر، نہ خيانت آهي نہ ڪوڙ آهي نہ دوکو آهي نہ نافرماني، پيار ومحبت جا رشتہ هر طرف، هر وقت مرڪ پريل جذبن سان تمنار ٿا ملن. پيار ئي پيار خوشيون ئي خوشيون آهن.

مان انهن پيار پريل جهولين ۾ جهولندي مستقبل جي راهن ۾ پنهنجي منزل تلاش ڪرڻ نڪتس.

پر هي ڇا!!

اڇانڪ قيامت خيز ڌماڪ، ذري گهٽ آسمان ڏاري رهيا هئا، هي آسمان جو رنگ ايترو ڪارو ڇو ٿي ويو آهي؟ ڪٿي آسمان ڦاٽي تہ ڪونہ پيو آهي؟!! اف بهار جي ٽڏڙي ٽڏڙي هير ايڏا تيز تيز قدم کڻي اڱڻن مان ڪاڏي وڃي رهي آهي؟ باهہ جا اولا بندوق جي گولين وانگر هيڏي هوڏي موت جهڙي خاموشي ڦهلائي رهيا آهن، ڪکرن ۾ سواءِ دونهي جي ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي.

هر طرف دونهون، اف اکيون ٻري رهيون آهن. آخر هي سڀ ماڻهو هيڏانهن ڪان هوڏي ڇو ڀڄي رهيا آهن!! انساني جسم جا ٽڪرا، وڏا وڏا سڏڪا ٻري، نڪائن سان گڏ،

ڪاري آسمان طرف ڇو ادامي رهيا آهن؟!!

هر طرف چيخ ويڪار، رڙيون ، ڇيڻان، حشر جو سامان لڳو پيو آهي پيار ڀريا چهرا ايڏا مڪروهہ ۽ خوفناڪ ڇو ٿي ويا آهن، رت، رت ڪي نئي سجائي، ڪٿي قيامت تہ ڪونہ اچي ويئي آهي؟؟؟

سپني جا خيال منتشر ٿي ويا آهن. خواب الٽا ٿي ويا آهن. پيار شيطاني روپ اختيار ڪري ڇڏيو آهي. ڪاڏي ويا اهي پيار ڀريا رشتا؟ شايد سپئي ڏاڙيل، چور ۽ خوني ٿي ويا آهن. پنهنجي پنهنجي انتقام وٺڻ لاءِ انڌاڌند حملا ڪري، هزارين جانيون ضايع ڪري رها آهن

هي دنيا ڪاڏي وڃي رهي آهي؟ آخر ڇا ٿي ڪرڻ چاهي؟ ڇا انهن شيطانن جي بک ڪونہ ختم ٿي آهي، دولت جي بک، جان جي بک، بي حيائيءَ جي بک، بي غيرتيءَ جي بک، خبر نہ اجان گهڻن کي پنهنجي ناپاڪ حوس جو نشانو بنائيندي، خبر نہ ڪڏهن اهي بکون ختم ٿينديون....!!!

هائي اها سوچ ڪونهي، اهو پيار ڪونهي، اهي ٽڙيون هيرون ڪونهن، اهو بهار ڪونهي، اها خوشي ڪونهي، اهو امن امان ڪونهي، پنهنجو پنهنجن جي ڪچين تي ڪات ڪنيو بيٺو آهي، غمناڪ پاڇا هر طرف نانگن وانگر زهريلو ڏنگ ھنجي گهاٽ ۾ لڳا پيا آهن. ڪو سک ڪونهي، لٽ ڦر، چوري، قتل جي خوف کان رستا ويران لڳا پيا آهن، ڇا سڀ جي هنياءَ ڦاڙي روئي رهي آهي. ڪو ڪنهن جو ڪونهي، افراتفري لڳي پيئي آهي خود غرضي ئي خود غرضي آهي، هر طرف نفرت ئي نفرت آهي.

اي رب العزت پنهنجو قهار وارو روپ اجان ڪڏهن ظاهر ڪندين؟ هود، لوط ۽ شعيب جي قوم تي بہ تہ تون قهر نازل ڪيو هو!! انهن کي تہ تون معاف ڪونہ ڪيو هو؟ تہ پوءِ آخر هيڏي بربادي ۽ تباهيءَ تي تون ڪيئن خاموش ٿي ويٺو آهين؟ آخر ايتري خاموشي ڇو؟؟ آسمان بہ نير وهائڻ بند ڪري ڇڏيا آهن، آخر ايتري بي پرواهي ڇو؟ روز روز جي نئين نئين قيامتن کان سٺو آهي تہ هڪ ڀيرو ئي آسمان ڦاٽي پوي!!!

آخر ڪيستائين موت جي هولي هلندي؟ ڪيستائين سوين سهاڳ لٽجندا؟ ڪيستائين لکين لعل ليٽندا؟ ڪيستائين پيڻ، ماءُ ۽ ڌيءُ جو تقدس پامال ٿيندو رهندو؟ آخر ڪيستائين اها رت جي راند، هزارين لکين ۽ ڪروڙين اکين جون خوشيون موت جهڙي خاموشيءَ ۾ بدلبندي؟ آخر ڪيستائين؟؟ ڪيستائين ائين ٿيندو رهندو؟؟؟ آخر ڪيستائين اهو قهر ڪڙڪندو؟؟؟؟

## لاوارث

عيد جون تياريون زور شور سان هر گهر جي آڳڙ ۾ پنهنجي عروج تي هيون. سڀ ڪو عيد تي بهتر کان بهتر وڳي ۽ بوٽ پائڻ جي شوق ۾ هڪبئي کان اڳ کيڻ ۾ لڳو پيو هو.

اڄ رمضان المبارڪ جو ٢٩ روزو هو. سڄ لهندي ئي سڀئي ٻار، وڏا، پوڙها،

بزرگ گهرن جي ڇتين تي چڙهي ويا ۽ ڪجهه اڱڻن تي نڪري آيا. آسمان جي وسعتن ۾ چنڊ جي تلاش هر اک ۾ سمائجي ويئي. جيئن ئي چنڊ نظر آيو تہ سيئي هڪ ٻئي کي خوشيءَ وچان ڀاڪر پائي عيد جون اڳواٽ مبارڪون ڏيڻ شروع ڪيون.

مبارڪن ۽ خيرمبارڪن جا دور شروع ٿي ويا. عيد جي شاپنگ ڪرڻ ۾ عيد جي رات جيڪو مزو ايندو آهي اهو انهن کان ئي پڇجي جنهن جو کيسو ڀريل هوندو آهي. ظاهر آهي عيد جي رات هر شيءِ پنهنجي ٻيڻي ٽيڻي اگهہ تي ملندي آهي. پر وري بہ ماڻهو الائي ڇو! عيد جي رات ئي پنهنجي رهيل سهيل شاپنگ پوري ڪرڻ ۾ لطف حاصل ڪندا آهن، پر صرف اهي، جن جو کيسو ڀريل هجي.

بازارن ۾ دڪانن جي رونق بہ ڏسڻ وٽان هوندي آهي. شيشن جي شوڪيسن ۾ رنگين لائيٽن جي جيڪا جهرمر ماحول کي وڌيڪ رونق بخشيندي آهي، ان جي ڪشش ماڻهن کي بي اختيار پاڻ ڏانهن ڇڪڻ ۾ پورو پورو ڪردار ادا ڪندي آهي. شايد ان ڪري ئي مهانگي کان مهانگي دڪان جي طرف ازخود قدم ڪجي ويندا آهن.

فيملين دڪانن جي اندر وڃن پيون ۽ مختلف قسمن جا دٻا کڻي ٻاهر پيون نڪرن، ٻارن جا چهرا خوشيءَ وچان ٽڙيل هئا. وڏيون وڏيون ڪارون دڪانن وٽ اچي بيهن پيون ۽ هر ننڍو وڏو پنهنجي پنهنجي پسند جي شيءِ وٺي ڪلندو ٽهڪندو ڪار تي چڙهي هليو ٿي ويو.

انهن ئي رنگينين، رونقن ۽ خوشين جي ماحول ۾ هڪ ننڍو معصوم، هيسيل، سڪيل ۽ بي وس وجود، هڪ دڪان جي دروازي جي پرسان بيٺو، اهو سڀ لڪاءُ ڏسي رهيو هو. پر ڪنهن بہ اک کڻي هن مسڪين ڇهري جي طرف ڪونہ ڏٺو. هرڪو پنهنجن ٻارن ۾ ۽ سندن خوشين پورين ڪرڻ ۾ لڳو پيو هو.

نہ پيا، مني بہ اڳئين عيد تي چار وڳا ورتا هئا. هڪ عيد جي صبح ۽ ٻيو عيد جي شام ۽ بہ وڳا ٻئي ڏينهن لاءِ، ۽ ها وڳن تي ميچ سينڊل بہ کپن.

نيڪ آهي پٽ، پنهنجي لاءِ جيڪا ۽ جيتري شاپنگ وٺڻي اوتري ڪر. بس هاڻي تہ خوش نہ.

"ٿينڪ يو" پيا...!!!

باجيءَ کي چار وڳا ۽ سينڊل بہ. باقي مان ڪهڙو ڏوهہ ڪيو؟ شهزاد پنهنجي عيد واري ڪيل شاپنگ جا سيئي دٻا اڇلائيندي ڪاوڙ ۾ چيو.

شهزاد، نہ پٽ عيد جي پلاري رات ائين منهن ڪرنہ سجائبو آهي. تون تہ جيڪو چيو سو توکي وٺي ڏنوسين. اگر اڃان وڌيڪ ڪجهہ کپئي تہ کڻي وٺ، پيڻ سان ساڙ ڇوٿو ڪرين؟ پٽس کيس ڀاڪر پائيندي چيو.

شهزاد جي چهري تي ٻيهر رونق اچي ويئي.

اوکي پيا! ۽ شهزاد دل کولي شاپنگ ڪئي. اهي ناز ۽ نخرا ڏسندي شيشي جي دروازي پٺيان سيساٽيل وجودَ روئي ڏنو. ۽ نہ ڄاڻ ڪيترا لڙڪ ڳلن تان ترڪندا ميري قميص جي پلاند ۾ جذب ٿيندا رهيا. بہ ڳاڙهيون، سجيل، ويران ۽ سواليہ اکيون آسمان ۾ کپجي ويون.

اي الله آخر مان ڪير آهيان؟

مان ڪهڙي گناهہ جي سزا آهيان؟
آخر مان ڪنهنجو آهيان؟
مون وٽ عيد تي تن ڍڪڻ لاءِ ڪو وڳو ڪونهي ۽ هت عيد لاءِ چار چار وڳا تا ورتا وڃن. مون وٽ کيسي ۾ وجهڻ لاءِ ٽڪو ڪونهي ۽ هت هزارين روپيہ اک ڇنڀ ۾ خرچ ٿا ڪيا وڃن. آخر اهو ڪهڙو انصاف آهي؟ تون تہ سڀني جو رب آهين؟ تون تہ رب العالمين آهين! پوءِ اهو ايڏو فرق ڇو؟؟؟ هڪ طرف تہ نوازيلن کي وڌيڪ ٿو نوازين ۽ ٻئي طرف سڪايلن کي وڌيڪ ٿو سڪائين!! آخر ايڏي ناانصافي ڇو؟؟؟
اميرن جا تہ روز ناٺ ۽ عيش لڳا پيا آهن جڏهن سندن روز عيد هجي ۽ اسان غريبن جي حقيقي عيد اهڙي؟؟
نہ- نہ! اهو سراسر ظلم آهي. اها سراسر ناانصافي آهي.
اي الله! انهن اميرن کي ڪجهہ نوازڻ کان اڳ سندن دلين ۾ اسان جهڙن کي ڏيڻ لاءِ ٿورو جذبو ضرور ڀرجهين هان. ائين نٿو ڪري سگهين تہ پوءِ اسان جي سينن اندر اٿندڙ سيني جذبن کي فنا ڪري ڇڏ. فنا ڪري ڇڏ اسان جي سيني جذبن، امنگن، خواهشن، آرزوئن ۽ خوشين کي فنا ڪري ڇڏ ۽ هڪ سڏڪندڙ وجود گوڏن ۾ منهن لڪائي سڄي رات سڏڪندو رهيو ۽ اهي سڏڪا ايندڙن ويندڙن جي ٺهڪن ۾ گم ٿي ويا.
ٻئي ڏينهن هڪ معصوم لاش کي سوين جذبن، لکين ارمانن، ڪروڙين خواهشن ۽ لاتعداد سوالن سميت لاوارث سمجهي مٽين مٺيءَ هيٺان دفن ڪيو ويو.
اڄ عيد هئي، ان ڪري هر گهر جون عروج تي پهتل خوشيون ڏسڻ وٽان هيون. ڪنهن کي ڪهڙو احساس تہ هڪ معصوم ٻچو سڄي رات روئندو سسڪندو دنياوارن جون خوشيون ۽ پنهنجيون محروميون نہ سهي زمين اندر لڪي ويو.
آخر دنيا وارن جو ڇا وڃي، سندن اولاد تہ اکين اڳيان هئي. ڪنهن ٻئي جي انهن کي ڪهڙي پرواهہ پنهنجي جگر جو ٽڪرو هجين ها تہ ڪل بہ پوين ها. پر هي تہ لاوارث هو. ۽ لاوارثن جي ڪهڙي عيد!!!!!......!!!!......!!!

## ڪليل اکڙيون

هي ڪهاڻي هر گهر جي ڪهاڻي آهي. اڄ اوهان ننڍا ۽ معصوم آهيو سياڻي نيت اوهان انشاءالله جوانيءَ جي حدن ۾ قدم رکندؤ ۽ اوهان جي بہ شادي ٿيندي، اوهان جون امڙيون بہ سو سو پيرا اوهان جي واري ويندڙيون، اوهان کي ڪلندو ۽ خوش ٿيندو ڏسي ٺلنديون رهنديون. اوهان جي سک ۽ راحت تي پنهنجو چين و آرام قربائي ڇڏينديون.
پوءِ ڇا اوهان بہ اهڙي بدنصيب اولاد وانگر پنهنجي امڙين کي ڇڏي هليا ويندؤ؟ ڇا اوهان بہ اهڙي بدنصيب اولاد وانگر ممتا جي سالن جي محبت کي ٻن ڏينهن جي محبت تي قربان ڪري ڇڏيندؤ؟ ڇا اوهان بہ اهڙي بدنصيب اولاد وانگر اجاين ڪوڙين ۽ بي بنياد ڳالهين تي يقين ڪري پنهنجين امڙين کي سالن جي جدائيءَ جو بي موت انتظار سونپي پنهنجي لاءِ جهنم جو عذاب خريد ڪندؤ؟ جنهن وقت اوهان جي، اوهان جي امڙين کي سخت

ضرورت هوندي محبت جي، خدمت جي. توجهه جي. تہ ڇا اوهان بہ اهڙي بدنصيب اولاد وانگر انهن جي اکين جي آڏو رهڻ جي بجاء دنيا جي رنگينن ۾ گم ٿي ويندؤ؟ ڇا اوهان بہ بدنصيب عديل ۽ بدنصيب نادر بنجي ويندؤ؟ اهو فيصلو مان اوهان تي ٿي ڇڏيان. ڪهاڻي پڙهو ۽ فيصلو ڪيو.

ڇوڪريون، هاڻي ڇڏيو هنَ ٺهہ ٺهہ کي جيج پهچي وئي آهي. جلدي ڪيو جاڻ روانيءَ جي رڙ پوندي. ڪپڙا، زيور رکيا ٿي مانو، اٿو جلدي ڪيو، ڇوڪرين کي تيار ڪرڻ ۾ بہ ڪلاڪ ڪپن اوهان کي.

آنٽي اوهان فڪر ئي نہ ڪيو. بس هڪ سيڪنڊ ۾ اوهان کي ٻئي ڪنواريون تيار ڪري ٿا ڏيون. فرح ڇپٽي وڃائيندي آنٽي رشيده جي ڪلهن کي زور ڏيندي چيو.

جلد ڪيو پٽ دير نہ ٿيڻ کپي. مهمانن سان سڄو هال پريو پيو آهي. مان اوڏانهن ٿي وڃان. ٻارن سيني کي ڪمري کان ٻاهر ڪڍو. پٽ فرح سامان تي نظر رکجانءِ. هڪ سئي بہ گم ٿيڻ نہ گهرجي. مان هلان ٿي. رشيده فرح کي هدايتون ڏيندي هلي وئي.

اڙي اٿو، هلو توهان سيئي ٻاهر، اٿو! هلو هلو! فرح، آنٽي رشيده جي وڃڻ کان پوءِ ٻارن جي پٺيان پئي. سيني ٻارن کي زوري ٻاهر ڪڍيائين.

باجي، گڏو بيڊ جي هيٺان لڪيو وېٺو اٿوَ. صائمہ ويندي ويندي گڏؤ جو پول کوليو.

اڙي نکر ٻاهر گڏو. فرح گڏؤ جي ٽنگ پڪڙي گهلي کيس بيڊ کان ٻاهر ڪيڻ لڳي. نڪران تو باجي ايمان سان نڪران ٿو. مون کي ڇڏيو مان پاڻهي ٿو نڪران. گڏؤ کي ٻاهر ڪڍي فرح ساهہ ئي مس کنيو تہ دريءَ مان گڏو رڙ ڪندي کيس چيو، باجي مُنو صوفي پٺيان ويٺو اٿو، ان کي نٽا ڪيو ٻاقي اسان....!!

اڙي منو ڇوان ٿي نکر صوفي جي پٺيان، منو پنهنجو نالو ٻڌي وٺي تيزيءَ سان ڊڪ پاتي. منوءَ جي ان تيزيءَ تي سيني کان ٺهڪ نڪري ويو. فرح ڪلنديءِ ڪلندي در ۽ دريون بند ڪيون.

رخصتيءَ جي وقت آنٽي رشيده جا ڳوڙها ئي نٽي بيٺا. روئي روئي اکين سان گڏ سندس منهن بہ ڳاڙهو لعل ٿي ويو هيس. سڄو گهر خالي ٿي ويو ۽ سندس ٻئي ڌيئرون "خوشبو" ۽ "وفا" خير سان پنهنجن زندگين جي سائين سان زندگيءَ جي نئين سفر تي روانيون ٿيون تہ رشيده ان گهڙيءَ کي ياد ڪري رهي هئي جڏهن کيس اهي ٻئي جاڙيون ڌيئريون ڄايون هيون.

رشيده جي شاديءَ کي چار سال گذري ويا هئا. پر سندس جهولي اولاد جي مهڪ کان اڃان خالي هئي. شاديءَ جي پنجين سال سندس جهولي سائي ٿي تہ سڄي گهر ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي وئي. خوشبو ۽ وفا خدا جي طرفان ڪيل صبر جو نتيجو هيون. ٻئي جاڙيون ڀينرون هڪ ٻئي کان وڌيڪ خوبصورت وحسين هيون. سڄي خاندان ۾ سندن حسن جي هاڪ هئي گڏ اسڪول ۾ داخل ٿيون، آهستي آهستي جوانيءَ جي حدن کي پار ڪندي ڪاليج ۾ داخل ٿيون. سڄي خاندان وارن جون اکيون انهن ٻنهي ڀينرن ۾ هيون. سيني کي اهو تجسس هو تہ نہ ڄاڻ اهي ٻئي ڪنهن جو نصيب بنجنديون. ٻنهي ڀينرن جو پاڻ ۾ پيار بہ حد کان وڌيڪ هو. هڪ ٻئي کي ڏسي جيئنديون هيون. مزي جي

ڳالهه تہ پينرون گهڻ پر دوست وڌيڪ هيون. ڪابہ ڳالهہ هڪ ٻئي ڪان سندن لڪيل ڪونہ هئي. هڪ جهڙا زيور، ڪپڙا ۽ شوز استعمال ڪنديون هيون. شڪل وصورت ۾ تہ اڳيئي خدا ڪين هڪ ڪيو. هو. جڏهن تيار ٿي ڪاڏي وينديون هيون تہ سڀني جون دليون سيني اندر اڌما ڪائينديون هيون.

جواني جي حدن کي ڇهندي ئي حسن اجان نکري آيو هين. مختلف گهر مان قسمت آزمائيءَ لاءِ رشتا آيا. سيني پنهنجي ننهن ۽ چوٽيءَ جو زور لڳايو. آخرڪار هڪ گهر جي آفر قبول ڪئي ويئي. جڏهن اهي وڏي پيڻ خوشبوءَ کي ڏسڻ آيا تہ وفا تي نظر پوندي ئي سندس دل بي ايمان ٿي پئي ۽ پنهنجن پنهي پڻن لاءِ پنهي پينرن جو رشتو گهري ويئ. جڏهن خوشبو ۽ وفا ڪان سندن رضامندي پڇڻ لاءِ ماءُ ڪمري ۾ آئي تہ پنهي ڀينرن زندگيءَ جي اچڻ وارن لمحن ۾ بہ سدا گڏ رهڻ لاءِ ها ڪئي. اهڙي طرح شاديءَ جون تياريون شروع ٿيون ۽ اڄ ٻئي پينرون جڏهن رخصت ٿي پنهنجي گهر رواتيون ٿيون تہ رشيده جو هنياءُ پرجي آيو. چوجو ٻي ڪابہ سندس اولاد ڪونہ هئي. سندس زندگيءَ جي ساٿيءَ جو ٢٠ سال اڳ انتقال ٿي ويو هو. رشيده هاڻ اڪيلي رهجي ويئي. ايڏي وڏي گهر ۾ سندس ساهہ منجهڻ لڳو. مهمان بہ ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن روانہ ٿي ويا. زندگي پنهنجي پراڻي روٽين تي موٽي آئي.

خوشبو ۽ وفا جي شاديءَ کي بہ سال گذري ويا. خدا پنهي کي هڪ هڪ خوبصورت ۽ صحمند پٽ جي نعمت سان نوازيو. سڄي خاندان ۾ پنهي پينرن جي اخلاق ۽ سيرت جي هاڪ هئي. جيڏيون هيون خوبصورت، ايڏيون ئي پنهنجيءَ سيرت جي ڪري ساهورن ۾ هر دل تي راڄ ڪنديون هيون. پراوا توڙي پنهنجا سڀ سندن تعريف ڪندا هئا. سڄي گهر کي ٻئي پينرون پنهنجي سگهڙائپ سان سينگاري ويٺيون هيون.

زندگيءَ جون مسڪراهٽون پنهنجي عروج تي هيون. خوشيون اڱڻ ۾ ڪيڏي رهيون هيون. چمن ۾ بهار هئي. پر! خدا کي ڪجهہ ٻيو منظور هو. بزنس جي سلسلي ۾ راحيل ۽ جميل پنهنجي والدين کي ساڻ وٺي لاهور ويل هئا. وفا ۽ خوشبو جي والده بہ ساڻ وئي هين. ڪيس لاهور ۾ ڪو ڪم هو. واپسيءَ تي سندن ڪار جو زبردست ايڪسيڊنٽ ٿي ويو جنهن ۾ پنجني مان ڪوبہ ڪونہ بچيو.

خوشبو ۽ وفا جي دنيا ئي انڌير ٿي ويئي. شاديءَ جي ٽئين سال ئي بيوهہ ٿي ويون. جن بزرگن جي سهاري فخر سان ڪنڌ مٿي ڪئي گهمنديون هيون. سهاڳ جي سهاري پيون مسڪرائينديون هيون. اهي سيئي خوبصورت سهارا سند ن مٿي تان قدرت ڪسي ورتا. قدرت ساڻن اهڙو سنگين مذاق ڪندي، اهو ڪڏهن هنن سوچيو بہ ڪونہ هو. ٻئي پاڻ ۾ پاڪر پائي جو روئڻ شروع ڪنديون هيون تہ پهر گذري ويندا هئا. ڏوراپو ڏين تہ بہ ڪنهن کي، شڪايت ڪن تہ بہ ڪنهن سان. اهو سڀ ڪجهہ تہ رب جي رضا سان ٿيو هو. ان ڪري رب جي رضا تي روئي ڌوئي نيٺ زندگيءَ جي گهما گهميءَ طرف موٽيون.

پنهي جي جيئن ئي عدت پوري ٿي تہ سڄي خاندان جا اهي گهر جيڪي اڄ بہ خوشبو ۽ وفا جي محبت دل ۾ لڪائي ويٺا هئا تن سيني وري پنهنجي پنهنجي قسمت آزمائيءَ لاءِ هٿ پير هڻڻ شروع ڪيا تہ من هاڻ سندن ڀاڳ کلن.

پر خوشبو ۽ وفا سيني کي سختيءَ سان منع ڪيو تہ اهو ڪڏهن سوچين بہ نہ.

هاڻ صرف ٻئي ننڍڙا نادر ۽ عديل سندن زندگيءَ جو محور هئا. جن جي چوگرد سڄو ڏينهن گذري ويندو هين. نادر ۽ عديل جي پرورش ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪمي ڪانہ ڪئي ويئي. مرڻ وارن سندن پنيان ايڏي ملڪيت ڇڏي هئي جو هنن ٻنهي ڪي ڪنهن بہ قسم جي پريشاني ڏسڻي نہ پئي. ڪراچي ۽ لاهور وارين جڳهون جيڪي ٻنهي مرحوم ڀائرن جي نالن تي هيون. انهن کي ڪرائي تي ڏيڻ سان ماهوار آمدنيءَ جو مسئلو بہ حل ٿي ويو. زندگي پنهنجي پراڻي رنگ ۾ موٽي آئي. ڏينهن راتيون گذرنديون رهيون. ڪيترئي لاهيون چاڙهيون آيون، پر خوشبو ۽ وفا جا پير ڪونہ ترڪيا. ڏک ۽ خوشيءَ ۾ بس ٻئي ڀينريون هڪ ٻئي جو سهارو هيون. سڄي خاندان وارا سندن همت جي داد ڏيندا هئا. ٻنهي ڀينرن لاءِ سڄي خاندان وارن جي دلين ۾ محبت تہ اڳ ۾ ئي سمائيل هئي. پر هاڻ عقيدت بہ پيدا ٿي ويئي هين. خوشبو ۽ وفا جوانيءَ ۾ بيواهہ ٿيڻ ڪان پوءِ پنهنجي اولاد جي پرورش ڪندي ان همت ۽ صبر جو مظاهرو ڪيو هو جيڪو گهٽ ماڻهن ۾ نظر ايندو آهي.

نادر ۽ عديل اڄ ننڍا سپاڻي وڏا نيٺ اڇي جوان ٿيا ۽ پنهنجن پيرن تي بيٺا. ٻنهي جي سندن مرضيءَ مطابق سندن پسنديده ڇوڪرين سان شادي ڪرائي ويئي. عديل ۽ نادر جي محبت بہ خوشبو ۽ وفا وانگر هئي. ظاهر آهي ننڍپڻ ڪان وٺي جوانيءَ تائين هنن ٻنهي ممتا جي سچي محبت ڪانسواءِ ٻيو ڏٺو ئي ڇا هو. هڪ ٻئي ڪانسواءِ تہ ڪائيندا هئا ۽ نہ پيئندا هئا. شاديءَ ڪان پوءِ بہ سندن اهو حال هو. ٻنهي ڀينرن جي محبت جو رنگ مڪمل طرح ٻنهي ماساتن جي رڳ رڳ ۾ سمائجي چڪو هو. ڇٽني جو اهو پيار، اها محبت اها چاهت نئين ڪنوارين کي پسند ڪونہ آئي. حالانڪ کين هر سڪون، راحت، سک وچين، آسائش ميسر هئي، ڇٽني جي، ٻي تحاشا پيار سميت، تنهن هوندي بہ سدائين ٻنهي ڪنوارين جي منهن تي ٻارنهن وڄندا هئا.

بہ غير ڇوڪريون ڇا گهر ۾ آيون، گهر جو سڄو نظام درهم برهم ٿي ويو. خوشبو ۽ وفا محبت سان ننڍا ننڍا ڪانا جمع ڪري جيڪو پنهنجي لاءِ آشيانو جوڙيو هو، ان کي نفرت جي باهہ سان اڇي ٻنهي نُهرن ساڙڻ شروع ڪيو. پنهنجي آشياني جا ڪانا ائين سڙندا ڏسي خوشبو ۽ وفا ڏکي ويون. ٻئي ڀينريون جيترو گهر جي سڪون کي ٻيهر قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديون هيون، تہ ٻئي نُهرون اوترئي هڪ ٻئي کي ڏار ڪرڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪنديون هيون.

هاڻ عديل ۽ نادر بہ پنهنجي پنهنجي زالن جي وهندڙ ڪوڙن مڪار ڳوڙهن جي اثر هيٺ دٻجي چڪا هئا. ڪيترا ڪيترا ڏينهن ٻئي پاڻ ۾ ڳالهائيندا بہ ڪونہ هئا. روز نيون نيون ڳالهيون پيدا ٿيڻ لڳيون. ماحول ايتري قدر ناسازگار ٿي ويو هو جو هاڻ خوشبو ۽ وفا بہ ٿوري ٿور ڳالهہ تي پاڻ ۾ ڏند چپ ڏيڻ لڳيون. ۽ وري پهر وڃهي هڪ ٻئي کي پرچائينديون هيون. نفرت جي باهہ، جيڪا ٻنهي نُهرن پيار ڪندڙ دلين ۾ ٻاري هئي سا هاڻ مڪمل طرح پنهنجا پير جمائي ٻري رهي هئي. اهو سڀ ڪجهہ صرف ٻن غير ڇوڪرين جي گهر ۾ اچڻ تي ٿيو هو. جن کي سڳين نياڻين جهڙو وفا ۽ خوشبو گهر ۾ درجو ڏنو هو. ٻنهي ڄڻين کي مڪمل آزادي هئي. سندس مٿان ڪنهن بہ قسم جي ڪابہ روڪ ٽوڪ ۽ پابندي ڪانہ هئي.

عديل ۽ نادر ٻئي ڄڻا بزنس پارٽنر هئا. زالن جي ڳالهين ۾ اچي شاديءَ کان پوءِ الڳ الڳ بزنس شروع ڪيائون. جڏهن حصا ورهايا ويا ته جهڳڙو تمام گهڻو وڌي ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته ٻئي ڄڻا پنهنجي پنهنجي زال کي وٺي گهر ڇڏي الڳ ٿي ويا. ٻنهي ڀُڻن جي چهرن تي فتح جي مسڪراهٽ هئي. خوشبو ۽ وفا ڪنهن قيمت تي به پنهنجو آشيانو ڇڏڻ لاءِ تيار ڪونه ٿيون. ٻئي ڄڻيون روئينديون رهيون. ڪين سمجهه ۾ ڪونه پئي آيو ته ڇا ڪيون، پٽن کي سمجهائي سمجهائي ٿڪجي پيون. پر شايد مائرن کان وڌيڪ زالن جي محبت جو اثر سندن دلين تي راڄ ڪري رهيو هو.

ممتا جي سالن جي تربيت، محبت، چاهت ۽ قربانيءَ جو اهو نتيجو مليو. ٻن ڏينهن جي زال جو پيار، ممتا جي سالن جي محبت جي مٿان غالب اچي ويو. هن وقت ته ممتا جي ٿڪيل وجود کي آرام ۽ آسائش جي ضرورت هئي، پيار ۽ محبت جي ضرورت، توجهه ۽ خدمت جي ضرورت هئي.

ڇا ان ڏينهن لاءِ خوشبو ۽ وفا پنهنجي جواني تباهه ڪري ڇڏي هئي؟ ڇا ان ڏينهن لاءِ هنن ٻنهي سڄي زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي؟ ڇا اهي ڏينهن ڏسڻ لاءِ هنن ٻنهي پنهنجو ڏينهن ۽ رات هڪ ڪري ڇڏي هئي؟ ڇا اهي ڏينهن ڏسڻ لاءِ ٻئي ڄڻيون خدا کان روئي روئي عديل ۽ نادر جي جوان ٿيڻ جون دعائون گهرنديون هيون؟ ڇا اهي ڏينهن ڏسڻ لاءِ هنن ٻنهي سندن شادي ڪرائي هئي-!!!-!!!

وفا ۽ خوشبوءِ جو سوچي سوچي دماغ مائوف ٿيڻ لڳو. هڪ ٻئي کان پنهنجي پنهنجي حالت لڪائڻ لاءِ راتين جو اٿي اٿي پنهنجي دل جو بار ڳوڙهن جي صورت ۾ ڪينديون هيون. ڪين يقين هو ته نادر ۽ عديل ضرور هڪ ڏينهن پنهنجي پنهنجي غلطيءَ تي شرمنده ٿي موٽي اچي ڪين پيرين پئي معافي وٺندا. ضرور سندن ممتا جي محبت جوش کائيندي. ان ئي اجائي انتظار جي پنجن سال لنگهي ويا. پر ٻنهي پوڙهين مائرن جي، هڪ به جوان پٽ خبر گيري ڪونه ورتي. روئي روئي هاڻ ته ٻنهي پيرن جي نظر به گهٽ ٿي وئي هئي. ڪمر ڪندي سندن هٿ به ڏڪندا هئا. وڇوڙي جي بيماري سندن وجود کي ئي لچڪائي ڇڏيو هو. انتظار ۽ بيماريءَ سان وڙهندي وڙهندي وفا زندگيءَ جي پوين پساهن ۾ هئي. خوشبو روئي روئي حال ئي ڪارا ڪري ڇڏيا.

بس پيڻ هاڻي موڪلائي اٿئي. هاڻ مان ڪونه بچندس. لڳي ٿو منهنجي انتظار ۽ بيماريءَ جا ڏينهن بس هاڻ پورا اچي ٿيا آهن. پر ڏس! تون عديل ۽ نادر جو انتظار ضرور ڪجان. جڏهن اچن تو کان معافي وٺن، ته معاف ڪري ڇڏجان. هرو ڀرو تنگ نه ڪجانءِ ٻچا آهن پنهنجا، مون کي يقين آهي ضرور هڪ نه هڪ ڏينهن هن آشياني ۾ موٽي ايندا ۽ هڪ هڪ پکڙيل ڪاني کي گڏ ڪري وري جوڙيندا. ضرور ايندا. ڏس جانءِ ضرور ايندا. وفا ڪنگهندي، ڪنگهندي، سهڪندي چيو.

اڄ تون کهڙيون ڳالهيون ٿي ڪرين چري. خدا ڪندو ته ٻئي گڏ پنهنجن ٻچن کي ڏسنداسين، چو دل لاٿي اٿئي. بس هڪ پيرو ٻنهي کي اچڻ ته ڏي. خوشبو کيس آٿت ڏيندي چيو، پر کيس خبر هئي ته ٻئي ڄڻا ڪڏهن به ڪونه ايندا، ڪڏهن به ڪونه. چوجو اگر ڪين اچڻو هجي ها ته سال اڳ اچي چڪا هجن ها. شايد اجا محبت ۾ ڪا ڪمي رهجي وئي، تڏهن ئي ته ٻنهي جي سخت دلين ۾ اجان ڪوبه ممتا جي محبت جو اثر ڪونه ٿيو هو.

پاڻي.... پا...ڻي وفا سهڪندي چيو.

ها، اجهو ٿي آڻيان پاڻي. خوشبو جلد پلنگ تان اٿي ۽ فرج مان ٿڌي بوتل ڪڍي ڏڪندڙ هٿن سان پاڻي گلاس ۾ پري آئي. اٺ وفا پاڻي پيءُ...! خوشبو گلاس ڏانهنس وڌائيندي چيو. پَهَرُ ڪن گلاس هٿ ۾ جهلي بيٺي پر وفا ڪونه اٿي. پاڻي جو گهريئي، وري نند وني ويئي چا. پر وفا وري به ڪونه اٿي.

وفا... وفا..... وفا سندس اوچتو پٽيل اکيون ڏسي خوشبو ڏڪي ويئي. هٿ سان ڪيس لوڏي ڏنائين ته وفا جو ڪنڌ هڪ طرف لڙڪجي ويو.

وفا.... نه.... نه خدايا هي تون ڇا ڪيو!! نه وفا تون اڪيلو مون کي ڇڏي نٿي وڃي سگهين. تون نٿي مري سگهين. نه- نه مان توکان سواءِ ڪيئن جيئندس. تون ته مون سان گڏ هن دنيا ۾ اڪ ڪولي هئي. اڙي چري مون کي ڪنهن جي سهاري ڇڏي وئينءَ. مان نه جي سگهندس نه- مان نه جي سگهندس، نه مان نه جي سگهندس. خوشبو زاروقطار روئيندي وفا جي بي جان جسم جي مٿان ڪيس ڀاڪر پائيندي ڪري پئي.

پاڙي وارا رڙين جي آواز تي ڊوڙندا آيا. به پوڙها ۽ ٿڌا وجود هڪ ٻئي جي مٿان ابدي نند ستا پيا هئا. پنهي پينرن جي پيار جي، وفا جي، انتظار جي ۽ بيماريءَ جي ڪهاڻي گڏ شروع ٿي ۽ گڏ ختم ٿي ويئي. هڪ ٻئي سان گڏ ايندڙ به زندگيون ويندڙ وقت به گڏ هيون.

سندن پٽن کي اطلاع ڏيئي پاڙي وارن ڪفن دفن جوانتظام شروع ڪيو. اطلاع پهچائيندڙن اها خبر ڏني ته عديل پنهنجي ٻارن کي وٺي سوئيزرلينڊ گرمين جون موڪلون گذارڻ ويو آهي ۽ نادر پنهنجن ٻارن کي وٺي سَسُ سميت پيرس ويو آهي. ڇوجو سندس سَسُ کي پيرس گهمڻ جو بي تحاشه شوق هو.

به پوڙها لاش پنهنجي ڪليل اکين سان آخري وقت تائين پنهنجي اولاد کي آخري پيرو ڏسڻ لاءِ ترسندا، سسڪندا، سڏڪندا مٽيءَ هيٺان پورجي ويا، اهي انتظار جون ماريل ۽ سڪايل اکيون قيامت تائين ڪليل رهنديون ۽ جيستائين اهي ڪليل رهنديون تيستائين اهڙي اولاد جي مٿان خدا جي لعنت پئي وسندي.



## اميد

زيبو ڪچيءَ جي پٽن جي نهيل ڇت هيٺان، گاري جي نهيل پٽين جي اندر زمين تي هڪ پراڻي ۽ ڪٽان ڦاٽل رليءَ تي ڪچين سرن جو وهاڻو ناهي بنا ڦيٿن تي هلندڙ گاڏيءَ جهڙي زندگي ۾ جهاز جهڙي تيزي اچي وڃڻ جا ڪليل اکين سان خواب ڏسي رهي هئي. ڪيئي لمحه گذري ويا. اهو سندس روز جو معمول هو. سڄو ڏينهن ڀڄڻ منيءَ جي راند سندس نازڪ وجود کي ٽڪاٽي ڇڏيندي هئي ته رات جا اهي چند پهر ڪيس سوچڻ تي مجبور ڪندا هئا ته آخر ائين زندگي ڪيستائين گذرندي. ڪيستائين مان ۽ ادا غريبيءَ جي چادر پائي جيئنداسين. ڪڏهن اسان جا ڏينهن ڦرندا. ابو امڙ ته اسان کي هن دنيا جي چڪيءَ ۾ پيسجڻ لاءِ اڪيلا ڇڏي هليا ويا. اهو به نه سوچين ته ڪيئن انهن

بنا هڪ ٻئي کي روز ڪوڙا دلاسا ڏيئي ساھ پيا کڻنداسين. اھو نہ سوچين تہ انھن بنا اسان جو جيون ڪيئن گذرندو!!

ڪيس خيالن جي اونھيءَ سمنڊ ۾ ٻڏل ڏسي پرسان پاھين پڳل ڪٽ جي، لڙڪيل واڻ تي ستل سندس پاءُ علي ڪيس سڏ ڪيو.

زيبو! او زيبو! زيبو!

آن! ھا! جي ادا؟ زيبو خيالن جي گھري کُن مان ٻاھر نڪتي. ڇا پئي سوچين؟ ڪيترا پيرا چيو ٿي مان، تہ اجايو نہ سوچيندي ڪر. ڏس تہ رات اڌ گذري ويئي آھي، ائين تہ بيمار ٿي پونديءَ. علي آھستي آھستي قدم کڻي سندس پرسان ھيٺ اچي ويٺو.

پلا ٻڌاءِ تہ ڇا پئي سوچي منھنجي پيڻ. علي ڪيس مٿي تي ھٿ ڦيريندي پڇيو.

توکان سواءِ ٻيو ڪير آھي ادا جنھن جي لاءِ سوچيندس. زيبو اداس ٿيندي چيو.

يعني اڌ رات جو تنھنجي ننڊ ڦٽائڻ وارو ڪارڻ مان آھيان! ڪا غلطي ٿي وئي ھجي تہ معاف ڪر پيڻ. علي ٻئي ھٿ ٻڌي پنھنجي ننڍي پيڻ کان معافي وٺي رھيو ھو.

نہ ادا نہ ھي ڇا پيا ڪريو منھنجو مطلب اھو تہ نہ ھو. زيبو ھڪدم اٿي ويٺي ۽ سندس ٻئي ھٿ پنھنجن ھٿن ۾ لڪائي ڇڏيا.

ھون تہ پلا پوءِ ڇا پئي سوچين؟ جلدي ٻڌاءِ. علي بيتاب ٿيندي پڇيو. سچو ڏينھن ڪڙھيل اُس ۾ مٽيءَ جا رانديڪا وڪڻي جڏھن تہ تون گھر ايندو آھين ادا ۽ چند ڪاغذ جا ٽڪرا آڻي منھنجي ترڻيءَ تي رکندو آھين، تہ دل رت جا ڳوڙھا ڳاڙيندي آ. نہ ڄاڻ تون ڪٿي ڪٿي منھنجي خاطر پيو ٿو رلندو وتين. سڻو تہ اھو ھو جو امان ۽ بابا سان گڏ مان بہ مري وڃان ھا. گھٽ ۾ گھٽ تون...!!

نہ زيبو ائين نہ چئو، علي سندس وات تي ھٿ رکي ڇڏيو. جيري تون بہ نہ ھجين ھا تہ مان ٻنھ چريو ٿي وڃان ھا. تون منھنجي لاءِ جيئڻ جي اميد آھين. اگر اھا اميد نہ ھجي ھان تہ مان بہ جيئرو نہ رھان ھان. علي جذباتي ٿيندي چيو.

پر ادا تون سچو ڏينھن...!!

بس بس وڌيڪ ھڪ لفظ بہ نہ چئجان. علي سندس ڳالھہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو. جيري اگر مان تنھنجي لاءِ ٿو اھو سڀ ڪجھہ ڪيان تہ تون بہ تہ ھن پيارن پيارن ھٿن سان سچو ڏينھن مٽيءَ جا رانديڪا ناھي سُھڻن سُھڻن رنگن ۾ رنگي مون کي ڪاري ۾ سجائي ٿي ڏين. خبر اٿئي جيري انھن رنگن جي ڪري تہ سچو ڪارو خالي ٿي ويندو آھي. ۽ وري منھنجي پياري پياري پيڻ مٽيءَ ۾ پنھنجا ھٿ ڀري ٻئي ڏينھن جي لاءِ تياري ڪندي آھي. سو گھٽ آ. جيري اسان ٻنھي ھڪ ٻئي جي ضرورت آھيون. آئنده ائين نہ سوچيندي ڪر. سمجھئي علي زيبو کي مٿي تي ھلڪو پيار وجان ڏڪ ھڻندي چيو.

زيبو پيار وچان ڪنڌ لوڏيو.

۽ ھا ھاڻي ھڪ لفظ وڌيڪ نہ چئجان ۽ نہ سوچجان. ٺيڪ . ھاڻي سمھي پئو تون بہ تہ سچو ڏينھن ڪم ڪري ٿڪجي پئي ھونديءَ. چڱو ھاڻي سمھي پئو. الله ڀلو ڪندو.

زيبو کي سمھاري علي ڪٽ تي اچي ليٽيو. چند لمحن ۾ ئي زيبو کي ننڊ جي حسين پريءَ پنھنجي آغوش ۾ کڻي اڏامي وئي.

پر علي خود خيالن جي ڇاڏيءَ ۾ ولوڙجڻ لڳو. خبر نہ آھي ڪڏھن اسان جي

اميدن جو سج اڀرندو، جيڪو اسان لاءِ ڪروڙين روشن خوشيون کڻي اسان جي انڌيري زندگيءَ تي ڇانئجي ويندو.

خبر نه ڪڏهن ڏينهن ڦرندا. ڪڏهن منهنجي پيڻ جي هٿن ۾ مٽيءَ جي بجاءِ مهندي سجندي، ڪڏهن...!! ڪڏهن...!! علي به آهستي آهستي پنهنجي خيالن سان ٽڏي جنگ وڙهندو ننڊ جي پرسڪون آغوش ۾ حسين مستقبل جا خواب ڏسڻ لاءِ لڪي ويو.

ادا! اُٿ نه، ڏس ٻاهر ڇا جو گوڙ آهي. ماڻهو خوشي ۾ پيا نچن دهلن ۽ شرنائين جا آواز پيا اچن. ضرور ڪا خاص ڳالهه آهي. اٿ نه ادا، ڏس نه ٻاهر ڇا پيو ٿئي. زيبو ماڻهن کي خوش ٿيندو ۽ نچندو ڏسي پنهنجو غم وساري ويئي.

علي اکيون مهٽيندو اٿيو. منهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻي قميص جي ميري پلاند سان منهن اگهي ٻاهر نڪتو. زيبو دريءَ تان ليٽا پئي پاتا.

علي به ٿوري دير کان پوءِ ماڻهن جي هجوم سان نچڻ لڳو. ائين پئي لڳو ته ڄڻ ڪين قارون جو خزانو هٿ آيو هجي.

انقلاب زنده باد انقلاب زنده باد جا نعرا زيبو ٻڌي حيران ٿي ويئي.

زيبو! زيبو! منهنجي پيڻ بس هاڻي اسان جا ڏکيا ڏينهن دور ٿيندا. خبر اٿئي ملڪ ۾ انقلاب اچي ويو آ. هاڻي غريبن جي حڪومت ٿيندي اسان جو راڄ هوندو. هڪ ئي رات ۾ ظالم ۽ جابر حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو آهي. آخر غريبن جي به الله ٻڌي. ڪيستائين آخر غريب پنهنجن حقن جو ڪليل اکين سان ائين خون ٿيندو ڏسندا. بس الله ڏينهن ڦيرايا آهن. ڏس مان تو کي چوندو هيس نه ته ڏکيا ڏينهن بس ٿورا آهن. ها منهنجي پيڻ بس هاڻي اسان جو داد، اسان جي حڪومت هوندي ۽ اسان جو انصاف ٿيندو.

علي ۽ زيبو خوشيءَ وچان نچي رهيا هئا. سڄو ملڪ سائو ٿي ويو. هر وجود پيهر جي اٿيو. وسايل اکين ۾ پيهر روشنيون اچي ويون. سڀني کان وڌيڪ غريب ترين ماڻهوءَ کي ملڪ جو بادشاهه بنايو ويو. جنهن جو محل سنگ مرمر، هيرن، جواهرن، عاليشان باغ ۽ ڪروڙين دربانن جي بجاءِ، کليل آسمان هيٺ ڪانن جي تيلن جو ٺهيل هو جنهن جي چوڪيداريءَ لاءِ ڪوبه دربان مقرر نه هو. پيتين ۾ لڳل ڪوبه در ڪونه هو، جنهن جي ڪلڻ جو سائل انتظار ڪري. هر ڪنهن کي بنا اجازت هن ڪانن جي ڇت هيٺ اچڻ جي اجازت هئي.

رات جي اونداهيءَ ۾ هڪ جوان ڇوڪري هڪ شهر کان ٻئي شهر اڪيلي سفر ڪري ٿي سگهي، امن امان هو نه اهڙو. ڪوبه بدديانت، قاتل، ڌاڙيل، ظالم ۽ راشي قاسيءَ جي تختي کان نه بچي سگهندو هو، قانون هو نه اهڙو. ڪوبه سوالي در تالي نه خالي ويندو هو. داد هو نه اهڙو. ڪوبه فريادي انصاف ملڻ کان سواءِ واپس نه ويندو هو، عدل هو نه اهڙو. ڪوبه پيٽ اهڙو نه هو جيڪو بکيو سمهندو هجي، خوشحالي هئي نه اهڙي. ملڪ ۾ نه ڪو امير هو ۽ نه ڪو غريب هو، مساوات هئي نه اهڙي. سڀني درسگاهن جو معيار هڪجهڙو هو، تعليم هئي نه اهڙي. سڀني جو هڪ جيترو حصو هو، ورهاست هئي نه اهڙي.

مطلب نه دنيا جي هر ڪنڊ ۾ بهار ئي بهار هئي. ڏينهن ايترو جلد ڦرندا، اهو نه ڪنهن سوچيو به نه هو. اي رب العالمين تنهنجا لکين ٿورا ڪروڙين احسان. واقعي تون اسان جون زندگيون ئي بدلي ڇڏيون آهن. واقعي صبر وارن سان تون گڏ آهين. هنن

خوشين ۽ آسائشن ته اسان جي سيني زخمن جا نشان ڌوئي ائين صاف ڪري ڇڏيا آهن ڄڻ اڳ هئا ئي ڪونه. بس اي الله، اهي مهربانيون هميشه قائم رکج. هي امن امان هميشه قائم ودائم رکج.

اي الله...!!

نا! نا! نا! نا!

اوچتو گولين جا هنياء ڦاڙيندڙ آواز ٻڌي علي ڇرڪيو. ڪٽ تان اڇي هيٺ ڪريو. وائڙن وانگر هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳو.

اف خدايا ته ڇا هي سڀ خواب هو، خواب هو. نه! نه! منهنجا خدا. علي حيران ٿي رڙيون ڪرڻ لڳو.

زيبو ته گولين جي آواز تي روئڻ لڳي ادا لڳي، ٿوته ڏاڙيلن پنهنجي ڳوٺ تي حملو ڪيو آهي، زيبو هيسجي ڇيو. ايتري ۾ ڳوٺ وارن رڙيون شروع ڪيون. گولين جا آواز ويجهو ٿيندا ويا. عليءَ کي ڪجهه سمجهه ۾ نه پئي آهي ته ڇا ڪجي. زيبو سمس سيني سان چمبڙي روئي رهي هئي.

علي ٻاهر ليٿو پاتو، ڳوٺ ۾ ٻاهه جا اُولا ٻري رهيا هئا ۽ ٻاهه آهستي آهستي سندن گهر طرفن وڌي رهي هئي. ڪيس ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ته ڇا ڪجي. ٻاهر گولين جو وسڪارا ٿي رهيا هئا.

عليءَ زيبوءَ جو هٿ پڪڙيو ۽ زور سان ٻئي ڄڻا ڊوڙندا گهر ڪان ٻاهر نڪتا. افراتفري لڳي پئي هئي. علي ۽ زيبو جا هيسل هيسل قدم نامعلوم منزل طرف کڄي رهيا هئا. علي، زيبوءَ جو هٿ مضبوطيءَ سان پڪڙي تيزيءَ سان ڊوڙي رهيو هو.

اوچتو زيبوءَ کي ٿاٻو آيو ۽ ڪري پئي ادا منهنجو پير، زيبو روئڻ لڳي.

زيبو همت ڪري اٿ منهنجي پيڻ علي پريشان ٿي ويو. پر ادا مان هاڻي هڪ قدم به نٿي هلي سگهان. زيبو بس باقي ٿورو پنڌ آ. همت ڪري منهنجي پيڻ زيبوءَ جو هٿ مضبوطيءَ سان پڪڙي ڪيس اٿاريو ۽ ٻئي ڄڻا تڪڙا تڪڙا قدم کڻي تقريبا ڊوڙڻ لڳا.

اوچتو هوا ۾ به فائر ٿيا ۽ به معصوم سسڪيل، ڏتڙيل، ڊڄل، غريب ۽ يتيم وجود ڦهڪو ڏيئي هيٺ ڪريا. گرم گرم رت ٽڙن جسمن مان نڪري مٽيءَ ۾ جذب ٿيڻ لڳي ۽ سڪون ڇانئجي ويو

شايد ائين رب کي ڪرڻو ئي هو. آخر عليءَ جي ڏٺل خواب کي به ته تعبير ڏيڻي هئي نه، هن دنيا ۾ اهڙي سڪون جو سوچي به نٿو سگهجي. مرڻ کان پوءِ اهڙي خوابن جهڙي دنيا جي انصاف، خوشحالي، مساوات، قانون، داد ۽ عدل جي تصور جو حقيقي رنگ ڏسي سگهجي ٿو.

علي ۽ زيبو جا خواب به هن دنيا ۾ نه بلڪ هُن دنيا ۾ ئي پورا ٿي پئي سگهيا. هي ٻئي ڄڻا ته وري به خوشقسمت هئا جن کي خوابن جي تعبير ايترو جلد ملي ويئي. پر اڃان تائين اهڙا هزارين ڪروڙين علي ۽ زيبو اسان کي ڇپي ڇپي تي ملندا. جيڪي پنهنجن خيالن جي دنيا ۾ ۽ خوابن جي وادين ۾ گم ٿيل آهن، پر انهن کي ڪير ٻڌائي ته هن ظالم ۽ بي رحم دنيا ۾ سندن اهي اڌورا خواب، ڪڏهن به پورا نه ٿيندا. ڪڏهن به نه. پر شايد اهي اڻ ڄاڻ ۽ سادا انسان اهو به ڄاڻن ٿا ته دنيا اميد تي قائم آهي، جيستائين سندن جسم ۾ روح، سيني ۾ دل ۽ دل ۾ ڌڙڪن ڌڙڪندي رهندي تيستائين سندن اميد به قائم رهندي.

# غرور جو نتيجو

"انور" نالي هڪ غريب ڪانير ڳوٺ ۾ رهندو هو. سخت محنت ڪان پوءِ ڪيس ٿورو گهڻو حاصل ٿيندو هو، غريب حال ۾ بہ خدا جو شڪر گذار هو ۽ ڪڏهن بہ خدا سان شڪايت نہ ڪيائين. انور جي دل ۾ صرف هڪ خواهش هئي. اها هئي، اولاد.

سندس شاديءَ کي ٨-٩ سال گذري ويا هئا، پر ڪو بہ گل سندس اڱڻ تي اڃان نہ ٽڙيو هو. سواءِ صبر جي ڪري بہ ڇاتي سگهيو. ٩ سال گذرڻ بعد خدا کي انور ۽ سندس زال نورجهان جي طويل صبر تي رحم آيو، ۽ سندن خالي جهوليءَ ۾ هڪ خوبصورت پٽ ڏنو.

نورجهان ۽ انور کي بيو ڇا کپندو هو. سندن پٽ ڏاڍو خوبصورت هو. ان ڪري ان جو نالو "جمال" رکيو ويو. جمال پيار جي جهولين ۾ جهولندو رهيو ۽ ائين ئي هو پرائمري پاس ڪري هاڻي ڳوٺ ڪان ۽ والدين ڪان جدا ٿي رهيو هو. ان ڪري جو هاءِ اسڪول ڳوٺ ۾ نہ هو.

انور جي دلي تمنا هئي تہ سندس پٽ وڏو آفيسر ٿئي ۽ ان ئي شوق جي ڪري سندس پيارو پٽ جدا ٿي رهيو هو. دل تہ گهڻو چيس تہ جمال اکين آڏو رهي، پر وري جمال جي بهتر مستقبل جو سوچي دل تي پٿر رکي ڪيس شهر موڪليائين.

نورجهان سڄو ڏينهن پٽ ڪان سواءِ اداس رهندي هئي. پر وري جمال جي بهتريءَ جو سوچي خوش ٿي ويندي هئي. اهڙي طرح زندگيءَ جي گاڏي آهستي آهستي هلندي رهي.

جمال هاڻي ڪاليج ۾ داخلا ورتي. انور ڪڏهن بہ جمال کي ڏکيو نہ رکيو. هميشه ضرورت ڪان وڌيڪ ڪيس پئسا ڏيندو هو. جڏهن ڪان جمال ڪاليج ۾ ويو تڏهن ڪان جمال ڪونہ ڪو بهانو ٺاهي پئسا وڌيڪ گهرندو هو ۽ پنهنجي غريب پيءُ جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪندو هو. انور پنهنجي لاڏلي جي هر جائز وناجائز خواهش پوري ڪندو رهيو ۽ مجبوراً ڪيس قرض وٺڻو پيو. تہ بہ جمال جو پيٽ نہ ڀرڻو هو ۽ نہ ئي ڀريو.

جمال پيءُ کي سختيءَ سان منع ڪئي تہ بابا توهان شهر نہ ايندا ڪيو. جڏهن بہ پئسا وٺڻا هوندا تہ مان پاڻ ڳوٺ ايندس. انور سمجهيو تہ جمال ڪيترو نہ منهنجو خيال ٿو ڪري ۽ پاڻ تڪليف سهي مون کي آرام ٿو ڏي.

خير ڏينهن گذرندا رهيا، آهستي آهستي انور، جمال ۾ ڪافي تبديلي محسوس ڪئي ۽ سندس ڳالهائڻ ۾ بہ ڦيرو اچي ويو، ڳالهائيندو ائين هو ڄڻ ڪنهن نواب جو پٽ هجي. انور، جمال جي انهن اندازن ۽ نخرن کي پنهنجو وهم سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏيندو هو. پر ڪيستائين!! آخر هڪ ڏينهن انور، جمال کي چيو،

جمال پٽ مان ڪجهہ ڏينهن ڪان ٿو ڏسان تہ تو ۾ ڪافي تبديلي اچي چڪي آهي. ڏس پٽ اڃان تون پڙهين ٿو. توکي اڃا مٿي پرواز ڪرڻو آهي. تنهنجي منزل دور آهي. اڃا ين ڳالهين ۽ شوقن کي ڇڏي دل سان پڙهڻ شروع ڪر ۽ اهڙن ڇوڪرن سان دوستي ڪ جيڪي تنهنجي حال آهر هجن. ڏس مان غريب ڪانير آهيان، توکي تہ هر مهيني پئسا ملي ٿا وڃن، پر تون سوچين نٿو تہ اهي پئسا مان ڪهڙي طرح سخت پورهي

ڪان پوءِ ٿو حاصل ڪيان. تو ڪي منهنجو ڪوبہ احساس ڪونهي، ڏس پٽ هر انسان ڪي پنهنجي چادر آهر پير ڊگهيڙڻ گهرجن. هرويرو نواب ٻڻجڻ جي ڪوشش نہ ڪر ڪجهہ پنهنجي غريب پيءُ جو قياس ڪر.

غريب، غريب، غريب، اونهن، او مان تہ توهان جهڙن سڄن وٽ ڄمي ڦاٿو آهيان. اوخدا!! توهان جهڙن جي بہ ڪا زندگي آهي. اونهن. جمال حقارت مان پنهنجي پراڻي گهر تي نظر وجهي بيگ کڻي هليو ويو.

نورجهان روئيندي رهي، ماءُ هئي نہ ڪيڏو بہ بي فرمان پٽ هيس وري بہ پنهنجي ممتا هٿان مجبور ٿي پئي. انور نورجهان کي چپ ڪرائي رهيو هو. خدا ڪان اسان اهڙي تہ اولاد ڪونہ گهري هئي. نورجهان! تنهن ڪان نہ ڏٺي ها تہ سور تہ نہ ٿئي ها. خدا جمال کي پناهہ ۾ رکي. چري تون چپ ڪر روئڻ بند ڪر، اچ تہ خدا ڪان گڏجي جمال جي صالح ٿيڻ جي دعا گهرون.

جمال گهر اڇڻ ڇڏي ڏنو. انور وري بہ هر مهيني باقاعده پئسا ڏياري موڪليندو هيس. نہ حهان سڄو ڏينهن روئيندي رهندي هئي. آخر انور جو بہ پٽ هو، هڪ ڏينهن نورجهان جي کهڻي اسرار ڪرڻ تي جمال ڏي شهر وڃڻ جو ارادو ڪيائين.

نورجهان صبح جو سوير اٿي. مکڻ ۽ سڄي گيهہ جي ڪٽي ناهي، گوار، ساڳ ۽ جوئر جي ماني ناهي، ٽفن باڪس پري ۽ ڪجهہ پئسا ڏيندي چيائينس تہ منهنجي جمال کي پرچائي ربي ڇڏجانءِ. ها هي سڀ شيون پنهنجي هٿن سان ڪارائجانس. انور هائو ڪندو هليو ويو. حُ هن جمال جي ڪاليج جي سامهون پهتو تہ سامهون جمال پينٽ شرٽ پائي اکين تي وڏر چشمو رکي ڪجهہ دوستن سان اچي رهيو هو. جمال پنهنجي دوستن سان ڳالهائڻ ۾ مشغول هو.

جمال پٽ، او جمال پٽ. جمال پنهنجي پيءُ جو آواز ٻڌي ڪنڌ مٿي ڪنيو. ڦاٽل گوڏ ۽ ميرو پهراڻ، پيرن ۾ پراڻي جتي جنهن کي ڇا ِ تہ چتيون لڳل هيون. وار ڏوڙ سان پريل، پنهنجي پيءُ کي ان حالت ۾ ڏسي نروس ٿي ويو، آخر ان سان امير گهراڻي جا دوست گڏ هئا. جن کي جمال ٻڌايو هو تہ منهنجو پيءُ وڏو بزنس مين آهي. هاڻي انهن کي ڪهڙو جواب ڏي، جمال اڃا سوچي ئي رهيو هو تہ، انور وڏي وجي ڀاڪر پاتس ۽ چيائينس پٽ ايتري ڪاوڙ چڱي ناهي، مان تنهنجي پلاٽي توکي چئي. ڻهيو ڇڏ انهن ڳالهين کي وٽ ڏس ماڻهين ڇا ڇا موڪليو اٿئي. انور پراڻو ٽفن باڪس ڏيکاريس.

اوجمال ڊيئر! هي ڪير آهي؟ جمال جي هڪ دوست ڪانئس پڇيو. جمال سوچ ۾ پئجي ويو، پر جلدي چيائين او، يار اسان جو نوڪر آهي ويچارو، مون سان ڏاڍو پيار اٿس، بس جيڪا شيءِ کائيندو آهي، پهريائين چوندو آهي تہ تون کاءُ، جمال مرڪي جواب ڏنو. چڱو بابا تون گهر هل مان پوءِ اچان ٿو. جمال ائين چئي پنهنجن دوستن سان گڏ ڪار تي چڙهي هليو ويو.

انور جا حوصلا خطا ٿي ويا ۽ ٽفن باڪس سندس هٿ مان ڪري پيو، جمال جي چيل لفظن تي هن کي يقين ئي ڪونہ آيو تہ اهو سڀ ڪجهہ جمال چيو، انور سوچي سوچي چريو ٿي ويو. نہ! نہ! جمال ائين نٿو چئي سگهي. نہ! نہ! منهنجو جمال ائين نٿو چئي سگهي. انور، جمال جي ڪار جي پٺيان تيز ڊوڙ پاتي، پر سامهون هڪ وڏي لوڊ سان

سندس ايڪسيڊنٽ ٿي پيو. لوڊ جو ڊرائيور هن اچانڪ حادثي ڪان پريشان ٿي لوڊ جي رفتار تيز ڪري فرار ٿي ويو. انور جو لاش رت ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. وڏي شهر ۾ ڪوبہ سندس سڃاڻپ وارو ڪونہ هو. ٻن ڏينهن ڪان پوءِ سندس لاش کي لاوارث سمجهي دفنايو ويو.

هوڏانهن نورجهان انتظار ڪندي ڪندي اڌ مئي ٿي ويئي. ڳوٺ جون مايون سواءِ همدرديءَ جي ٻيو ڪري بہ ڇا ٿي سگهيون. جمال جا امتحان ٿي رهيا هئا. ڪيس فيس جي لاءِ پئسن جي سخت ضرورت هئي. ڪ...ن دوست ڪان بہ نٿي وٺي سگهيو. ان ڪري جو هو انهن کي ٻڌائي چڪو هو تہ منهنجو پيءُ وڏو بزنس مين آهي. جمال سوچيو تہ ڳوٺ وڃي بابا ڪان معافي وٺندس تہ پئسا بہ ملي ويندا. اهو خيال ڪري ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو.

گهر جي اندر داخل ٿيو تہ سندس ماءُ ڪٽ تي موت جي منهن ۾ پئي هئي. جمال جي اکين ۾ آب ڀرجي آيو. هن کي پنهنجي ماءُ سان بي انتها محبت هئي. جمال اهو منظر ڏسي نہ سگهيو ۽ ماءُ جي قدمن کي چمڻ لڳو.

امان هي توکي ڇاٿي ويو آهي؟ جمال روئيندي چيو. جمال پٽ آيو آهي ڇا؟ منهنجو لعل آيو آهي. ڏس مان چوان پئي نہ، تہ انور جمال کي وٺي ايندو. آخر هن جو بہ پٽ آهين نہ تون. نورجهان، جمال جو آواز سڃاڻي خوشيءَ ۾ چيو.

امان بابا ڪٿي آهي؟ اڙي پٽ توسان گڏ آيو هوندو، توکي وٺڻ ويو هو نہ!

پر امان بابا تہ ان ڏينهن ئي واپس اچي ويو هو. جمال حيران ٿيندي چيو.

ڇڏ پٽ اچان مذاق ڪرڻ ڪونہ ڇڏيئي ماءُ سان بہ مذاق ڪبي آهي، ڏاڍو شرير آهين، ماڻس مرڪي چيو.

امان خدا جو قسم بابا ان ڏينهن واپس آيو هو، مون سان گڏ ڪونهي. ماڻهس جو ٻڌو تہ جلدي جمال کي ٻانهن ڪان پڪڙي چيائين وڃ جلد وڃ تڪڙو ٿي.

پر امان ما... توکي هن حالت ۾ ڇڏي ڪيئن وڃان؟ جمال پريشان ٿي ويو. نہ پٽ منهنجو فڪر نہ ڪر، خبر نہ تنهنجو پيءُ ڪهڙي حال ۾ هوندو وڃ پٽ وڃ دير نہ ڪر وڃ.

جمال پريشان حال ۾ شهر پهتو، هن سوچيو تہ ٿي سگهي ٿو، متان بابا جو ايڪسيڊينٽ ٿي پيو هجي ۽ ڪنهن اسپتال ۾ داخل ٿيو هجي، اهو خيال ڪري هن اسپتال جا چڪر شروع ڪيا، پر ڪجهہ بہ ڪونہ وريو. سڄو شهر ڳولهي ڳولهي ٿڪجي پيو. جمال کي پريشان ڏسي هڪ دوست پڇيس، جمال تون ڪجهہ پريشان ٿو ڏسجين يار ڪهڙيءَ ڳالهہ اهڙا حال ڪيا اٿئي؟ جمال پنهنجي پيءُ کي ڳولهي ڳولهي ٿڪجي پيو هو، ان ڪري سچي حقيقت پنهنجي دوست کي ٻڌايائين.

جڏهن هن جي دوست سڀ ڪجهہ ٻڌو تہ چيائينس، جمال هاڻي تلاش ڪرڻ اجايو آهي. خدا کي جيڪو منظور هو، اهو ڪيترو وقت اڳ ٿي چڪو آهي. ڇا مطلب؟ جمال حيران ٿيندي ڪانئس سوال ڪيو.

جمال اڄ ڪان مهينو اڳ جڏهن مان ڪاليج ڪان واپس ٿي ويس هڪڙو پوڙهو شخص اسان جي ڪاليج واري روڊ تي مئو پيو هو، شايد ان جو ايڪسيڊنٽ ٿي پيو هو. ان شخص جو حليو بلڪل اهو هو جيڪو تون ٻڌايو آهي، منهنجي خيال ۾..... ائين چئي دوست خاموش ٿي ويس.

جمال جي اکين مان بي اختيار نير جاري ٿي ويا. بس ڪر دوست خدا جي واسطي بس ڪر، مون کي خدا اهڙي ڪڙي سزا ڏيندو مان اهو ڪڏهن سوچيو به نه هو. مان هاڻي امان کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس، امان مون کي ڪڏهن به معاف نه ڪندي. ڪڏهن به نه، جمال اوڇنگاريون ڏيئي روئڻ لڳو. پيءُ جي شديد محبت جو ڪيس اڄ احساس ٿيو.

اٿ دوست همت ڪر، جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي چڪو، هل ته چاچا جي قبر جي پڇا ڪيون ۽ هلي ... تون چاچا کان معافي وٺ، من ائين ٿي تنهجي دل جو بوجهه هلڪو ٿئي، جمال پنهنجي دوست جي چوڻ تي ساٿس گڏ ويو.

وڏي مشڪل ۽ جاکوڙ کان پوءِ پنهنجي پيءُ جي قبر ڪيس ملي، قبر سان پاڪر پائي اهي آسمان ڏاريندڙ رڙيون ڪري روئيندو رهيو جو آسمان به لرزجي پيو.

ٻئي ڏينهن جمال ڳوٺ واپس آيو ۽ جڏهن گهرجي پرسان پهتو ته تالو لڳل ڏٺائين، پ ڙ پ ر رن کان پنهنجي ماءُ جو پڇيائين. "پٽ جمال مرڻ وقت به ادي نورجهان توکي ۽ ادي ... ڪي ياد ڪندي ويئي خدا ڪيس جنت ۾ جاءِ ڏيس."

جڏهن پ ڙ پ واري ماسيءَ ٻڌايس ته جمال کي يقين ئي نه آيو. هڪ هارايل انسان وانگر ندامت کان ڪنڌ هيٺ ڪري روئيندو رهيو. هن ڪڏهن سوچيو به نه هو ته ايترو جلد سندس پيار ڪندڙ والدين جا روح پکين جيان پرواز ڪري ويندا. جمال جي مقدر ۾ ڏجهه پيو لکيل هو. خدا کي اجان سزا ڏيڻي هئي، ۽ جمال خدا جي عذاب کان بچي نه سگهيو. چريو ٿي ڳوٺ ڳوٺ ۾ رڙيون ڪندو رهندو هو ۽ انهن خوفناڪ رڙين جي عيوض ڳوٺ جي ٻارن جا ٽولا سندس منتظر رهندا هئا. چريو جمال چئي ڳوٺ جا ٻار ڪيس تنگ ڪندا هئا. جمال هاڻي اهو نه رهيو هو، جنهن جي ٿيڻ جا پاڻ يا سندس والدين خواب ڏٺا هئا. سندس غرور جو ڪنڌ جهڪيو ۽ خدا ڪيس غرور جو نتيجو ڏيکاري ڇڏيو.

پيارا ٻارؤ! ڪوبه تڪبر ۽ وڏائيءَ جو ڪم ڪجي ته اهو نه سمجهجي ته خدا اها وڏائي ۽ تڪبر هميشه رکندو. خدا اسان جي اعمالن کان اسان جي باطل وظاهر ٻنهي پهلوئن کان واقف آهي. انسان جي اندر جي پوشيده رازن کي به چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو، تنهنڪري ڪوبه قدم کڻجي ته دل ۾ خوف خدا ضرور رکجي ورنه تڪبر وغرور ڪندڙ جو نتيجو ۽ حشر جمال کان مختلف نه ٿيندو.




جميل نالي هڪ غريب، پڪرار هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ سڄي ڳوٺ جون ٻڪريون چاريندو هو. جميل جي شاديءَ کي سال گذري ويا پر اولاد جهڙي نعمت کان اڃا تائين محروم هو. سندس زال ۽ جميل سالن کان ننڍڙي ٻار جي آواز ٻڌڻ لاءِ سڪندا رهيا، پر خدا کي جيڪو منظور هو، هن جي رضا خوشيءَ ۾ خوش هئا.

آخر صبر جو ڦل کين مليو، خدا کين هڪ ننڍڙو پيارو پٽ عطا ڪيو. جميل ۽ سندس زال، ٻئي ڄڻا ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سڄي ڳوٺ ۾ مٺايون ورهائيون ويون. ننڍڙي جو نالو "سليم" رکيو ويو. سليم سڄو ڏينهن پيار جي جهولين ۾ جهولندو رهيو. ائين ئي

وقت گذرندو رهيو ۽ هاڻي سليم پنجن سالن جو ٿيو. جميل، سليم کي پاڻ سان گڏ ٻڪريون چارڻ لاءِ وٺي ويندو هو. جميل کي پنهنجي به هڪ ٻڪري هوندي هئي. ان کي به وٺي ويندو هو. سليم سيني ٻڪرين کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جميل جي ٻڪري کي هڪ ننڍو ڇيلو ڄائو. تنهنڪري ٻڪري ڌڻ سان گڏ ڪونه ويندي هئي. سليم جڏهن ڏٺو ته انهن جي گهر ۾ هڪ ننڍڙو ڇيلو اچي ويو آهي ته هو به سڄو ڏينهن ڇيلي سان رهندو هو ۽ سڄو ڏينهن ڇيلي کي ڪڇ ۾ کڻي ويهندو هو، جيڪا به شئي کيس کائڻ لاءِ ڏيندا هئا ته پهرين ڇيلي کي کارائيندو هو. ۽ پوءِ پاڻ کائيندو هو. انهن ٻنهي جو پيار ڏينهن بہ ڏينهن وڌندو ويو. جڏهن سليم ٻارهن سالن جو ٿيو ته ڇيلو به تمام گهڻو وڏو ٿي چڪو هو پر سندن پيار ۾ ڪمي ڪونه آئي. اگر ڇيلو سليم کي ڪجهه دير نه ڏسندو هو ته رڙيون ڪري ٻيڪي ٻيڪي سڄي گهر کي مٿي تي کڻندو هو، جيستائين سليم اکين جي اڳيان نه ايندو هيس، تيستائين اصل ماٺ ئي ڪونه ڪندو هو. بهرحال وقت سان گڏوگڏ سندس محبت به پروان چڙهندي وئي.

ڏينهن گذرندا ويا ڪجهه ڏينهن کان پوءِ عيدالاضحيٰ اچڻ واري هئي. ڳوٺ جي وڏيري پنهنجي منشيءَ کي سڏائي چيو ته وڃي ڳوٺ ۾ ڏسي اچ ته ڪنهن جو ٻڪرو تمام سٺو ۽ صحتمند آهي، مان ان کي خريد ڪري عيد تي قرباني ڪندس. منشي ڳوٺ جي گهر گهر ۾ ويو پر سڀ ٻڪرا ڏٻرا ۽ ڪمزور هئا ۽ ڪوبه ٻڪرو کيس ڪونه وڻيو، پر جڏهن جميل ٻڪرار جي گهر آيو ته سندس ٻڪرو تمام گهڻو پسند آيس ۽ ان کي چيائين ته هن ٻڪري سوڌو شام جو وڏيري وٽ اچجان، جميل کي ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه آئي، تنهن پڇيس ته چو ڪا خاص ڳالهه آهي چا؟ ۽ هن ٻڪر کي چو وٺي اچان؟ منشي چيس ته اڙي نياڳا تنهنجا ڀاڳ کليا آهن، جو سڄي ڳوٺ مان تنهجو ٻڪرو سٺو آهي ۽ توکي ايتري قيمت ملندي جيتري تون چوندين. وڏيري کي قرباني ڪرڻ لاءِ ٻڪرو گهرجي، موڳا ڪجهه سمجهه ۾ آئيئي يا نه!! ضرور اچجان شام جو. منشي، جميل کي حيران وپريشان ڇڏي هليو ويو. سليم بہ پيءُ سان گڏ ويٺو رهيو، تنهن سموري ڳالهه ٻڌي ۽ رڙ ڪري پيءُ جي پيرن تي ڪري پيو.

خدا جي واسطي بابا، منهنجي ٻڪر کي مون کان جدا نه ڪجان، نه ته مان مري ويندس ۽ ائين چئي ڊوڙندو وڃي ٻڪري کي ڀاڪر پائي، اوڇنگاريون ڏيئي روئندو رهيو. ٻڪرو پنهنجي ننڍڙي دوست کي روئيندي ڏسي زور زور سان ٻاڪارڻ لڳو. پر سليم هو جو چپ ئي ڪونه پيو ڪري.

شام تائين سليم کي تيز بخار ٿي پيو ۽ اکيون بند ٿي ويس جميل ۽ سندس زال پنهنجي سڪيلڌي پٽ جي پرسان ويهي سندس زندگيءَ لاءِ دعائون گهرندا رهيا.

وڏيري کي انڪار ڪرڻ سان جميل کي ڳوٺ مان ڪڍيو وڃي ها، تنهن ڪري مجبور ٿي وڏيري کي سڄي ڳالهه ٻڌايائين، پر وڏيري چيو اڙي چوري کي ڀيو ٻڪرو وٺي ڏجان، اهڙو ضد ٻارن کي ڪونه ٿو سونهي.

وڏيرا صاحب، سليم ٻڪري کانسواءِ زنده رهي ڪونه سگهندو. جميل ٻڌندي ٻڌندي چيو، اڙي ٻاهر وٺي وڃي هن جي ڪل لاهيو. وڏيري ڪاوڙ ۾ چيو. ڪجهه جوان اڳيان رڙ ڪندي ڪهاڙين سان وڌيا پر جميل رڙ ڪندي چيو سائين ترسو، مان ٻڪر ڪٺي

تو اچان، وڏيري ان کي وحڻ جي اجزت ڏني. اهڙي طرح ٻڪر ڪٺي اچي وڏيري کي ڏنائين.
جميل جي زال ۽ جميل بيوس ٿي پيا، پر ان ڪان سواءِ انهن کي ٻي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي.
اچ جڏهن ڏينهن هو سليم تي بيهوشي طاري هئي. اگر هوش اچيس به پيو ته چوڻ پيو ته "منهنجي ٻڪر کي نه ماريو. مان مري ويندس. مان مري ويندس." ائين چئي ورڻ بيهوش پيو ٿي وڃي.
اچ عيد جو ڏينهن هو سڀ ڳوٺاڻا عيد جي نماز پڙهي وڏيري جي حويليءَ ڏانهن وڌيا ڪيس عيد جون مبارڪون ڏيڻ لاءِ. جميل به شامل هو، مبارڪون جڏهن پوريون ٿيون ته وڏيري سليم واري ٻڪر کي ڪاسائيءَ جي حوالي ڪيو. جميل اهو منظر نه ڏسي سگهيو، ڇو جو سليم هن ٻڪر کي ساهه کان به وڌيڪ سانڍيو هو. پنهنجي پٽ جي پياري ٻڪر کي ائين ذبح ٿيندو ڪيئن ڏسي، تنهن ڪري منهن کي ڪٽي ٻئي پاسي ڪيائين.
هوڏانهن جڏهن سليم کي هوش آيو ته رڙيون ڪندو گهر ڪان ٻاهر نڪري آيو.
"منهنجي ٻڪر کي نه ماريو نه ته مان به مري ويندس، نه ماريو منهنجي ٻڪر کي" سليم دانهون ڪندو اچي حويليءَ ۾ پهتو، پر ڇا ڏسي ته سندس پيارو ٻڪر ڪاسائيءَ جي ٻي رحم هٿن سان ذبح ٿي رهيو آهي. بس ايترو ڏسڻ بعد سليم ڊوڙندو وڃي ٻڪر کي ياڪر ياتو. "مون کي به ڪاتي هڻو مان به پنهنجي پياري دوست سان گڏ مرڻ ٿو چاهيان، ...جي واسطي مون کي به ماري ڇڏيو." سليم رڙيون ڪندي روئي رهيو هو، اجانڪ سندس آواز جهڪي سان بند ٿي ويو سليم پنهنجي دوست جي پرسان ابدي ننڊ سمهي پيو. جميل ۽ جميل جي زال لاءِ سليم ڇا ويو ڄڻ سڄي دنيا جي روشني انڌيري ۾ بدلجي وئي. سندن دنيا ئي انڌير ٿي وين.
وڏيري وٽ سيني ماڻهن جون اکيون اهو منظر ڏسي اشڪبار ٿي پيون، وڏيري جو ڪنڌ شرم کان هيٺ ٿي ويو ۽ ان کي ان ڪيل زيادتيءَ جو بيحد افسوس ٿيو. پر هاڻي ٿي به ڇاٿي سگهيو. جڏهن ته سڀ ڪجهه ختم ٿي چڪو هو.
وڏيري سڄي عمر ندامت جا ڳوڙها ڳاڙيندي گذاري. پر انهن ڳوڙهن جميل ۽ سندس زال کي سندن لعل ته واپس ڪونه آڻي ڏنو. صرف وڏيري جي ضد آڏو انهن جي جگر جو ٽڪرو قربان ٿي ويو.
عيدالاضحيٰ جڏهن به ايندي آهي سليم جي ماءُ ڪٺي ڪو ڇيلو ذبح ٿيندي ڏسندي آهي ته هڪدم رڙيون ڪندي وڃي ڪاسائي کي ماريندي آهي ۽ ڇيلي کي ياڪر پائي زاروقطار روئيندي چوندي آهي.
ڏس پٽ سليم، مان تنهنجي ڇيلي کي ڪهڻ ڪونه ٿي ڏيان. ڏس هاڻي ته واپس اچ منهنجا ٻچڙا، ڪاڏي رسي هليو ويو آهين. واپس اچ منهنجا لعل واپس اچ بس ويچاري پنهنجو ذهني توازن گم ڪري ويٺي آهي. هوڏانهن جميل به وائڙن وانگر هلندو وتندو هو. پاڻ ئي پاڻ ڳالهائيندو هو ۽ پاڻ ئي پاڻ ڪلندو هو، وري روئيندي روئيندي سليم کي سڏ ڪندو هو.
سليم جي دردناڪ موت انهن ٻنهي کي چريو ڪري ڇڏيو. هنن کي ڪهڙي خبر ته سليم هن کي ايترو جلد ڇڏي هليو ويندو!! سليم جون پياريون پياريون ڳالهيون، ڪلهه

گهمڻ، رسڻ ۽ خود سليم هنن کان ايترو جلد موڪلائي هليو ويو!! سندس اڳڻ مان اهي خوشيون جيڪي سليم جي چوگرد ڦرنديون هيون، ايترو جلد انهن کان کسجي وينديون!!
پر خدا جي مرضيءَ اڳيان ڪنهن جي به ايتري جرئت ڪونهي جو خدا جي قانون ۽ منشا ۾ ڪا به ردوبدل ڪري.
جميل ۽ سندس زال هاڻي سڄو ڏينهن چرين وانگر ڳوٺ جي گهٽين ۽ رستن تي گهمندا وتندا آهن ۽ پنهنجي پٽ جي واپسيءَ جو شدت سان انتظار ڪندا رهندا آهن.

# مذاق جو نتيجو

هاشم، خرم ۽ آصف پاڻ ۾ گهاٽا يار هئا. پنهنجي شرارتن جي ڪري سڄي پاڙي ۾ بدنام هئا. گهر گهر انهن ٽنهي جي ڪرتوتن کان واقف هو. هميشه گڏجي ڪنهن نه ڪنهن کي تنگ ڪندا هئا. عمر ڪا خاص ڪانه هين، انين ڪلاس ۾ پڙهندا هئا. اسڪول ۾ به هر ڇوڪري جي نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو هين، ڪنهن جا ڪتاب ڦاٽا پيا آهن، ڪنهن جي پين غائب، ڪنهن جو ٽفن باڪس خالي پيو آهي، ڪنهن جي هٿن مان ڪائڻ جي شيءِ. مطلب ته سيني ڪمن ۾ اهي ٽئي دوست ماهر ۽ اڳرا هئا.
سندن مائٽ توڙي استاد سڀ انهن کان بيزار هئا، جيترو وس هين، اوترو هنن به وسان ڪونه گهٽايو.
سندن ڪلاس ۾ هڪ تمام ٿلهو ڇوڪرو هوند هو. موڪلن ۾ هن ڇوڪري گرمين جي ڪري، پنهنجا وار ڪوڙائي ڇڏيا هئا. هاڻي اسڪول ۾ مٿي تي تيل لڳائي ايندو هو، ۽ اڄ جڏهن پنهنجي ٽڪڻ تي خوب تيل لڳائي ڪيس چمڪائي آيو، تڏهن اهي ٽئي دوست جڏهن ڪلاس ۾ داخل ٿيا ته سندن نظر وڃي ان ٿلهي ڇوڪري تي پئي، ٽنهي کان بي اختيار کل نڪري ويئي. ۽ کلندي کلندي کين پيٽ ۾ سور پئجي ويو. ويچارو ٿلهو ڇوڪرو شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪري، ٽڪڻ ڪنهڻ لڳو. ٽيئي دوست پيٽ کي هٿ ڏيئي، کلي ان جي چمڪدار ٽڪڻ جو مذاق اڏائي رهيا هئا.
ايتري ۾ سندن ماستر ڪلاس ۾ اندر داخل ٿيو. سڀ ڇوڪرا اٿي بيٺا، پر هي پنهنجي کل ۾ ئي پورا هئا، ماستر جي سڏ تي خاموش ٿي ويا.
ماستر کي پڙهائيندي پندرهن منٽ مس ٿيا ته خرم چيو، هاشم يار، وڃي هن ٿوڙهي جي ٽڪڻ تي هڪ زوردار چماٽ هڻي اچ ته مجانءِ.
نه يار! ماستر ڏسي ٿو، پر خرم ڪيس چيو ته جڏهن ماستر بورڊ تي لکڻ لاءِ هوڏي منهن ڪري ته تون جلدي چماٽ وهائي ڪيجانس. هاشم، پهرئين ته انڪار ڪندو رهيو پر خرم جي چوڻ کي موٽائي به ته نه ٿي سگهيو متان دوست ناراض نه ٿي وڃي.
ماستر بورڊ تي لکڻ لاءِ جيئن ئي بورڊ جي طرف منهن ڪيو ته هاشم پنهنجي پوري طاقت سان ان ٿوڙهي جي ٽڪڻ تي چماٽ وهائي ڪڍي، جيڪو هن جي اڳينءَ بينچ تي وينو هو.
الاڙي، الاڙي، ٿلهو ڇوڪرو سور نه سهي رڙيون ڪرڻ لڳو.

ازي ڪنهن اها حرڪت ڪئي. اٿي بيهي اهو، ماستر ڪاوڙ مان چيو. هاشم ڪنڌ هيٺ ڪري اٿي بيٺو.

ازي هيڏانهن اچ بدبخت! ماستر ڪن ڪان وٺي ڪيس ٻه چماٽون هنيون. نڪري وڃ ۽ ڪن ڪولي ٻڌ منهنجي پيرڊ ۾ وري ڪلاس ۾ نه اچجانءِ. هاشم ڪنڌ هيٺ ڪري ڪلاس مان ٻاهر وڃڻ لڳو ته خرم ۽ آصف ٻه پنهنجي پنهنجي جڳهه تان اٿيا ۽ هاشم جي پٺيان وڃڻ لڳا. ازي ڇورا توهان ڪاڏي ٿا وڃو؟ ماستر رڙ ڪندي پڇيو.

سائين، هاشم جيستائين توهان جي ڪلاس ۾ نه ايندو، تيستائين اسان ٻه ڪونه ايندا سين. هل هاشم يار، خرم معصوم صورت ناهي چيو.

چڱو چڱو نيڪ آهي هلي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويهو. ۽ ها هاشم، وري منهنجي پيرڊ ۾ ڪا به شرارت نه ڪجانءِ. وڃ ويهه پنهنجي جاءِ تي.

موڪل جي وقت ٽيئي دوست کلندا کلندا گهر پهتا. شام جي وقت ٽيئي دوست گڏجي هوم ورڪ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ جي گهر ته ٻئي ڏينهن ٻئي جي گهر ۽ واري واري سان ايندا رهندا هئا.

هاشم جي ڏاڏي ويچاري ڏاڍي پوڙهي ۽ ڪمزور هئي، گهڻو وقت پنهنجي ڪمري ۾ ئي گذاريندي هئي. هڪ ڏينهن ٽنهي دوستن هوم ورڪ جلد ختم ڪري ڇڏيو. ٽيئي ٻيا سوچين ته ڇا ڪجي؟ هاشم جي دل ۾ خيال آيو ته هلي ڏاڏيءَ کي ٿا ڊيڄاريون، اصف ۽ خرم کي ٻه اها ڳالهه وڻي.

انهن ڇا ڪيو جو ٽنهي وڏا وڏا ڪارا جبا پاتا جيڪي سندن پيرن تائين ڊگها هئا ۽ منهن تي ڇاريءَ وارا نقاب پاتائون. جيڪي ڪجهه ڏينهن اڳ ميلي تان ٽنهي خريد ڪيا هئا.

ٽنهي پنهنجو نمي ميڪ اپ پورو ڪيو ته آهستي آهستي قدم کڻي ڏاڏيءَ جي ڪمري طرف وڌڻ لڳا.

هاشم ڏاڏيءَ جي ڪمري جي بتي وسائي ڇڏي هئي. صرف زيرو جو بلب ٻري رهيو هو، جنهن سان سڄي ڪمري ۾ هلڪي هلڪي نيري روشني ڦهليل هئي. هاشم جي ڏاڏي بستري تي ستي پئي هئي. هاشم ڏاڏيءَ کي هٿ ڪان وٺي لوڏيو ۽ آواز ناهي چيائين، "اي پوڙهي! اٿ اسان تنهنجو ساهه ڪڍڻ آيا آهيون." ڏاڏي ويچاري ڇرڪ ڀري اٿي، پنهنجي پرسان اهڙو منظر ڏسي دل جهلي نه سگهي.

توهان ڪير آهيو؟ ڏاڏي ويچاريءَ روئي ڏنو، اڳ ۾ ئي هڪ پوڙهو هڏ، ويتر اهو منظر! سندس هنياءُ نڪري آيو.

مان ملڪ الموت آهيان، هي ٻئي منهنجا ساٿي آهن، اسان تنهنجو ساهه ڪڍڻ آيا آهيون، ائين چئي هاشم پنهنجا پلاسٽڪ چڙهيل هٿ پنهنجي ڏاڏيءَ جي ڳچيءَ جي طرف وڌائڻ شروع ڪيا.

نه- نه- نه ڇڏيون مون کي. مون کي نه ماريو. توهان ڪير آهيون. مون کي نه ماريو، ڇڏيو....!!! .....!!! ....!!!

ائين چئي ڏاڏي وڃي وهاڻي تي ڦهڪو ڪيو. ۽ سندس ڪنڌ هڪ طرف جهڪي ويو ۽ سندس ساهه نڪري ويو، ۽ هاشم جي ڏاڏي هميشه هميشه جي لاءِ ڪائنات جدا ٿي وئي.

ان اوچتو بدليل حالت کي ڏسي ٽئي دوست رڙيون ڪرڻ لڳا. امان ڏاڏي- او ڏاڏي امان، مان آهيان هاشم. هي ڏس مان آهيان هاشم! ائين چئي هن نقاب لاٿو ۽ ڏاڏيءَ کي پاڪر پائي روئڻ لڳو. خرم ۽ آصف به روئي رهيا هئا. ڏاڏيءَ کي زور سان سڏڻ لڳا. پر سندن ڪمزور ڏاڏي امان، ڪانئن هميشه هميشه لاءِ موڪلائي وئي.

ٽنهي دوستن کي يقين ئي ڪونه آيو ته ڪو ائين ٿيندو. سڄي ڪمري ۾ ٽنهي جون رڙيون بلند ٿي ويون. گهر جا ڀاتي ڊوڙندا آيا.

پر هاڻي ڇا ٿيڻو هو. جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي ويو، وقت گذري ويو، هاشم ته چڙ اڏ چريو ٿي پيو، پنهنجي ڏاڏي امان سان ڪيس بي انتها پيار هو.

ٽئي دوست سڄو ڏينهن روئيندا رهيا ۽ ڏاڏيءَ جي قبر تي بار بار وڃي ڪانئس معافي وٺڻ لڳا، انهن کي ڪهڙي خبر ته معمولي مذاق سان سندن پياري ڏاڏي امان ائين مري ويندي! ڏاڏيءَ جي موت سان انهن ٽنهي جي دماغ تي اهڙو اثر ٿيو جو ٽنهي وڃي ڏاڏي امان جي قبر تي اهو واعدو ڪيو ته آئينده ڪوبه مذاق يا شرارت نه ڪنداسين، جنهن سان ڪنهن جي دل ڏکي يا ڪيس ڪا تڪليف پهچي.

اهڙي طرح پنهنجي واعدي تي قائم رهيا ۽ هميشه جي لاءِ مذاق ۽ شرارت کان توبهه ڪري ڇڏيائون ۽ خدا پاڪ به ڏاڏي امان جي موت جي ذريعي انهن مان اها گندي عادت ڪيڻ پيو چاهي ان ڪري ڪين اهو ڏينهن به ڏسڻو پيو ته ٿوري مذاق سان ڪل ئي ڪل ۾ ڪنهن جي جان ختم ٿيڻ جو به خطرو پيدا ٿي سگهي ٿو.

اهڙي طرح ٽنهي دوستن هاڻي اها ڪني عادت ڇڏي ڏني. جڏهن به ويچارن کي ڏاڏي امان جي ياد ايندي هئي ته صرف ڳوڙهن ڳاڙڻ کان سواءِ ڪجهه به نٿي ڪري سگهيا. ۽ سندن غلطيءَ جو احساس ڪين شدت سان ٿيندو هو.

پيارا ٻارو! مذاق ڪجي پر ڪنهن حد تائين. اهڙا مذاق به نه ڪجن جو هاشم، خرم ۽ آصف وانگر سڄي عمر ندامت جا ڳوڙها وهائيندي گذري.

## شرارت جي سزا

رحمت ڏاڍو شرير ڇوڪرو هوندو هو. سڄو پاڙو سندس شرارت مان بيزار اچي چڪو هو. ماءُ پيءُ رحمت کي سمجهائي سمجهائي ٿڪجي پيا هئا. پر رحمت تي ڪوبه اثر نه ٿيو. اگر پاڙي ۾ ڪو جهيڙو ٿيندو هو ته اهو به صرف رحمت جي ڪري. رحمت کي شرارت ڪندي ۽ سڀني سان وڙهندي ڏاڍو مزو ايندو هو. هن جي شرارت جو مقصد اهو هوندو هو ته ڪي به به پاڻ ۾ وڙهڻ ۽ تماشو ڏسان.

پاڙي وارا پنهنجن ٻارن کي رحمت سان دوستيءَ رکڻ کان منع ڪندا هئا. ان ڪري رحمت تي نظر پوندي ئي ٻار تڪڙا تڪڙا قدم کڻي اکين اڳيان غائب ٿي ويندا هئا ۽ رحمت ڪلي ڪلي ڪيرو ٿيندو هو.

پاڙي جا سيئي بلب ناس ڪري ڇڏيا هئائين، روڊ سڀ اوندهه ۾ ٻڏي ويا هئا. ميونسپالٽيءَ وارا دانهون ڪري ڪري ٿڪجي پيا هئا، پر رحمت اهڙو جو اهڙو.

رحمت جا مئٽرڪ جا امتحان نزديڪ هئا، پر پڙهائي کان نپ جواب، سندس پيءُ ماءُ ڳڻتيءَ ۾ ئي ڳري ويا هئا. آخر جوان پٽ کي چون به ته ڇا! پر وري به وسان ڪونه گهٽ ٿي، رحمت جي ماءُ ويچاري پاڙي ۾ ڪنهن وٽ ايندي ويندي به ڪونه هئي ۽ نه ڪو هن وٽ ايندو هو. پٽس پوڙي ماري ڇڏيو هيس، نه ڪو ويچاريءَ جو ڪو حال پيٽ پڇندو هو، سڄو ڏينهن گهر ۾ ويهي رحمت جي صالح ٿيڻ جون دعائون گهرندي هئي، پر دعائن به ڪو اثر نه ڏيکاريو.

هڪ دفعي ڇا ٿيو جو، هڪ فقيرياڻي ويچاري منڊڪائي منڊڪائي سندس گهٽيءَ مان وڃي رهي هئي ته رحمت جي دل ۾ شرارت سجهي، غليل ۾ غليلو وجهي نڪاءُ ڪري ويچاريءَ جي منڊي ٽنگ ۾ هڻيائينس اوٽ ۾ لڪي ويهي رهيو. ويچاري ڪمزور، ڏک نه سهي سگهي ۽ چوٽاڪو ٿي ڪري پئي ۽ رڙيون ڪري چٽي رهي هئي ته ”خدا تنهنجو بيڙو غرق ڪري، اڙي بدبخت مان تنهنجو ڇا بگاڙيو هو. خدا تو کي منڊو ڪندو، خدا توکي محتاج ڪندو، جيئن مون محتاج کي وڌيڪ محتاج ڪري ڇڏيو آهي.“ ويچاري ٽنگ کي هٿ ڏيئي روئي رهي هئي. هڪ ڪمزور هڏ، مٿان اهڙو ڏک ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهي. فقيرياڻيءَ کي خبر هئي ته اهو رحمت ئي [illegible]ندو. جنهن مون سان [illegible] ڪئي آهي، ڇوجو اها فقيرياڻي اڪثر هن پاڙي ۾ پنڻ ايندي هئي.

جڏهن رحمت جي پيءُ کي خبر پئي ته هو پهريائين فقيرياڻيءَ کان پڇڻ ويو. ويچاري رستي تي ستي پئي هئي ۽ سور جي ڪري دانهون ڪري رهي هئي. رحمت جي پيءُ چيس، امان! مون کي معاف ڪر، مان ان بدبخت کي وٺي ٿو اچان جيڪا وڻئي سا سزا ڏئيس. پوڙهي چيس، نه ابا! خدا ان کي سزا ڏيندو، اهو سڀ کان بهتر انصاف ڪرڻ وارو آهي. مان هن کي دانهن ڏني آهي، اهوئي منهنجو فيصلو ڪندو، هن کي شرارت جي سزا ضرور ملڻ گهرجي. مان هن کي معاف نه ڪندس تون وڃ هتان. رحمت جو پيءُ ناڪام موٽي [illegible]يو.

ٻه- ٽي سال وڌيڪ گذري ويا، پر رحمت کي نه سڌرڻو هو ۽ نه ئي سڌريو. رحمت جي پيءُ کي پاڙي وارن مشورو ڏنو ته رحمت جي شادي ڪرائي ڇڏ ته خدا ڪندو جيئن ئي ذميداريون پوندس ته نيڪ ٿي ويندو ۽ شرارت ڪرڻ جو سوچيندو ئي ڪونه.

آخر ويچارن سوچيو ته پاڙي وارا سچ ٿا چون. اهڙي طرح رحمت جي ماءُ رحمت جي ڪنوار ڳولهڻ شروع ڪئي. آخرڪار گهڻي ڪوشش کان پوءِ هڪ تمام پياري ۽ خوبصورت ڇوڪري رابعه سان رحمت جو رشتو طئي ٿيو. رحمت بيچينيءَ سان شاديءَ جي ڏينهن جو انتظار ڪرڻ لڳو، شرارتن جي طرف هاڻي ڪجهه ڌيان گهٽ ٿييس ۽ سڄو ڏينهن پنهنجي پيءُ سان گڏ ڪم ڪندو هو، اهو ڏسي سيئي گهر وارا خوش ٿيندا هئا.

آخر خدا خدا ڪري اهو ڏينهن به اچي ويو ۽ رحمت خوشيءَ ۾ نٽي ماپيو، جڏهن رحمت کي گهوٽ ناهي گهوڙي تي چاڙهيو ويو. پنيان بينڊ باجن جي آواز سان گڏ سندس دوست گانا ڳائي رها هئا. رحمت کي اهو منظر ڏاڍو پئي وڻيو، جو موڙ پائي اڪڙ سان گهوڙي تي ويٺو هو باقي سيئي سندس پويان اڳيان ۽ پرسان پئي هليا.

پر اوچتو گهوڙي کي الائي ڇا ٿي ويو ۽ زور سان ٽپڻ لڳو ۽ ان جي ٽپڻ جي اسپيڊ ايتري تيز ٿي ويئي جو ڄڄ کان گهڻو پري نڪري ويو. سڀ حيران ۽ پريشان ٿي

ويا. رحمت کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. پهريائين هن ڪڏهن گهوڙي سواري نه ڪئي هئي ان ڪري پاڻ تي قابو پائي نه سگهيو ۽ جهٽڪا لڳڻ ڪري زور سان اچي هيٺ ڪريو، اباڙي، گهوڙاڙي، جون دانهون بلند ٿيون سڀ ماڻهو اچي گڏ ٿيا. ٽيڪسيءَ ۾ چاڙهي رحمت کي اسپتال آندو ويو ۽ هڪدم ان کي ايمرجنسي وارڊ ۾ داخل ڪيو ويو ۽ فوراً کيس آپريشن ٿيٽر ۾ آندو ويو ڇوجو مٿي ۾ شديد ڌڪ لڳا هيس ۽ ٽنگن ۾ به فيڪچر ٿي پيو هيس. سندس والدين ۽ ڪنواريتا ڏاڍا پريشان ٿي ويا. هن اوچتي حادثي جو ڪنهن کي به يقين نٿي آيو، ماڻس جون داهون ٿي ڪونه پيون بند ٿين. کيس گهڙي گهڙي بيهوشيءَ جا دورا پئجي رهيا هئا.

جڏهن ڊاڪٽر آپريشن ٿيٽر مان ٻاهر نڪتو ته سڀ ان جي طرف بيچينيءَ سان وڌيا.

مون کي افسوس آهي، گهڻي ڪوشش جي باوجود اسان ڪجهه به نه ڪري سگهياسين، ڌڪ ڏاڍو شديد لڳو آهي، مريض جي حالت ڏاڍي سيريس آهي، تنهن ڪري اسان آپريشن ڪري ان جون ٻئي ٽنگون ڪپي ڇڏيون آهن. مريض کي جڏهن هوش آيو ته پوءِ توهان بيشڪ ملاقات ڪري سگهو ٿا. في الحال ان کي آرام جي ضرورت آهي، ڊاڪٽر ائين چئي هليو ويو. سڀ دل ڪولي روئي رهيا هئا، جڏهن رابعه ٻڌو ته بيهوش ٿي وئي.

پر قدرت رکڻ واري جي مرضيءَ ۾ ڪنهن کي به دخل ڏيڻ جي طاقت ڪونهي.

پيارا ٻارو! اهڙي طرح فقيرياڻيءَ جي بددعا اثر ڏيکاريو ۽ رحمت ٽنگن جي عظيم نعمت کان محروم ٿي ويو ۽ محتاج ٿي پيو. خدا هر ڪنهن کان ناجائز شرارتن جو بدلو ضرور وٺندو آهي، جنهن سان ڪنهن انسان ذات کي ناحق تڪليف پهچي. رحمت کان به رب العزت فقيرياڻيءَ جو بدلو وٺي ڇڏيو ۽ سندس شرارت جي کيس سزا ملي.

## توبهه

مختلف جانورن پالڻ جو "سڪينه" کي بيحد شوق هوندو هو. جڏهن به اسڪول جون موڪلون ملنديون هيون ته سڀ کان پهريون اهو ڪم ڪندي هئي جو ڪنهن به خوبصورت ۽ ننڍڙي پياري جانور يا پکيءَ کي خريد ڪري پنهنجي سڄي توجهه جو مرڪز ان پياري پياري جانور کي بڻائي ڇڏيندي هئي. ۽ سڄو ڏينهن پٺي ان سان دل وندرائيندي هئي انهن جي سک ۾ خوش ۽ انهن جي تڪليف تي تڙپي اٿندي هئي. سڀ گهر وارا سڪينه کي طعنا ڏيندا هئا ته نهيو هاڻي بس ڪر. وڃي ڪجهه دير آرام ڪر ته هي به ويچارا گهڙي پل سک جو ساهه کڻي سگهن، مڪيون جيئن منائيءَ تان پري نه ٿينديون آهن، تو به ڪئي آهي ساڳئي ڪار، ۽ نه چاهيندي به سڪينه ويچاري اداس نظرن سان انهن کي ڏسي ڪمري ۾ واپس هلي ويندي هئي.

تقريباً هر قسم جا جانور سڪينه پاليا هئا. هاڻ کيس پولڙي پالڻ جو شوق اچي ٿيس ۽ روز روز پيءُ جو مٿو ڪائڻ لڳي، بابا وٺي ڏي نه پولڙو!!! نه پٽ پولڙو مان اصل ڪونه وٺي ڏيندس، توکي خبر ناهي ان جي چمڙي ۾ خطرناڪ جراثيم هوندا آهن، تنهنجي ته مون کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته جانورن کي ڪهڙي طرح بسترن تي سمهاريندي آهين.

سڪينہ جي والد پنهنجي ڊاڪٽر هجڻ جو پورو پورو دليل ڏنو. ڏس پٽ تون بيمار ٿي پوندينءَ. ڪيترائي ڏينهن سڪينہ منهن ڦوڪيو پر ڪنهن بہ گهر جي ڀاتي سندس مدد ڪونہ ڪئي.

سڪينہ جي چهري تہ اداسي ڇانئجي ويئي ۽ ٽٽل دل ڪٺي لان ۾ اچي سوچڻ لڳي، بابا بلڪل ٺيڪ ٿو چوي. ظاهر آهي تہ مان پرلڙيءَ ڪي سڄو ڏينهن ڪچ ۾ ڪٺي گهمائيندي رهندس تہ ضرور بيمار ٿينديس!! پلا هاٿي ڇا ڪيان ڪهڙو جانور پالبان.....!! موڪلون بہ اچي ويون، سڪينہ منجهيل سٽ ڪي سلجهائڻ لڳي پر ڪيس ڪا بہ ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪونہ آئي. گهڻي سوچ ويچار ڪان پوءِ بہ ڪو حل ڪري نڪتو.

اوچتو سندس نظر ڏڙ جي هڪ ڍڪهي سرهہ جي وڻ تي پئي هي جا.....!!! هڪ طوطن جو جوڙو، سرهہ جي وڻ اندر ٿيل هڪ ڪاري سوراخ ۾ گهڙي اندر پئي ويو ۽ ٻاهر پئي آيو ۽ ٽيون- ٽيون- ٽيون ڪري خوش پئي ٿيا. لڳي پيو تہ سوراخ جي اندر سندن ٻچو رکيل آهي، جنهن کي ڏسي ٻيءَ ماءُ خوشيءَ ۾ نہ پئي ماپيا، سڪينہ جي ذهن ۾ اوچتو خيال آيو.....!!!

علي... علي! پنهنجي نوڪر ڪي آواز ڏيڻ لڳي. ٿوري دير ڪان پوءِ سندس خوشيءَ جي ڪا انتها نہ رهي جڏهن سندس نوڪر علي طوطي جو خوبصورت ٻچو سندس هٿ تي رکيو، طوطو ۽ طوطي ٽيون ٽيون ڪري پنهنجي ٻچي جي اغوا ٿيڻ جو زور زور سان اعلان ڪرڻ لڳا.

پر سڪينہ انهن جي احتجاج تي ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو ۽ گهر ۾ اندر اچي انهن جي مستقبل کي هڪ خوبصورت پڃري ۾ قيد ڪيائين. هن ان خوبصورت طوطي جو نالو "مون" رکيو.

سڄو ڏينهن مون جي ٽيون ٽيون ٻڌي گلن وانگر پئي ٽڙندي هئي. مون جي والدين کي پڪ هئي تہ سندن جگر جي ٽڪري جي جوڙ سڪينہ ٿي آهي ۽ جڏهن بہ سڪينہ لان ۾ ويندي هئي تہ طوطو ۽ طوطي هن کي ڏسي زور زور سان ٽيون ٽيون ڪري سڄو لان مٿي تي کڻندا هئا ۽ ڪجهہ وقت لاءِ سڪينہ جون اکيون سندن تڪليف ڏسي پرجي اينديون هيون، واقعي مان وڏو ظلم ڪيو آهي پر وري پنهنجي ظالم شوق جي هٿان مجبور ٿي ويندي هئي ۽ ڪنن ۾ آڱريون وجهي اندر ڊوڙي ايندي هئي.

سندس گهر وارن گهڻو ئي سمجهايو پر هن ڪنهن جي بہ نہ ٻڌي. ڏينهن گذرندا رهيا. مون هاڻ اڏامڻ جي قابل ٿي ويو ۽ سڄو جسم سندس خوبصورت پرن سان ڍڪجي ويو. سڪينہ جي دل ۾ خيال آيو تہ اگر ڪنهن هن جي پڃري جو دروازو کوليو تہ هي اڏامي ويندو. ان خيال سان هن مون جا پر بہ ظالم شوق جي نظر ڪري ڇڏيا. جڏهن هن جي وڏي ڀيڻ کي خبر پئي تہ هن ڪيس ڏاڍو ڊڪاريو، ۽ والدين سان ڳالهہ ڪيائين. سڀ مٿس سخت ڪاوڙيا. هاڻ ڪوبہ هن سان ڪونہ ڳالهائيندو هو، جيڏانهن ويندي ئي ظلم - ظلم جون صدائون سندس چين وسڪون کي تباهہ ڪرڻ لڳيون.

هر وقت اڪيلي اڪيلي رهندي هئي. مون کي ڏسي سندس اکيون پرجي اينديون هيون، ڪهڙي نہ بيدرديءَ سان مون جا خوبصورت پر ڪٽي ڇڏيا هئائين. دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳي تہ، مون جڏهن اڏامڻ جهڙو ٿيو تہ مان بہ دورديءَ سان هن جا پر ڪٽي ڇڏيا."

!!! هي مون ڇا ڪيو...!!! مان ڪيڏي نہ ظالم آهيان. اگر ڪو منهنجا پر ڪٽي سڄي عمر لاءِ پڃري ۾ قيد ڪري ڇڏي تہ جيڪر مان گهٽجي گهٽجي مري وڃان نہ- نہ خدا نہ ڪري. ۽ پڇريون پيرو سڪينہ تهہ دل سان مصلو وڇائي خدا کان معافي وٺڻ لڳي ۽ وعدو ڪيائين تہ جيستائين مون جا پر پيهر نڪري ايندا ايستائين مون جي سنڀال جان ڪان بہ وڌيڪ ڪندس.

اي رب العزت، تون منهنجي مدد فرماءِ ۽ جڏهن مون اڏامڻ جهڙو ٿي ويندو تہ مان ان کي اڏائي ڇڏيندس. ها - ها مان اهو ظلم نہ ڪنديس. الله سائين مون کي معاف ڪر. آئينده لاءِ توبهہ ٿي ڪيان تہ ڪڏهن بہ توهان جي آزاد مخلوق کي قيدي نہ بنائيندس ۽ انهن جي آزادي کي ائين برباد نہ ڪنديس.

سڪينہ جي گهريل تهہ دل سان سچي دعا، سچ ثابت ٿي ۽ جلد ئي مون اڏامڻ جهڙو ٿي ويو.

مون کي آسمان جي بلندين ۾ اڏامندو ڏسي سڪينہ جي چمڪيلي ۽ وڏين وڏين اکين مان خوشيءَ جا بيشمار ۽ اڻ ڳڻپ ڳوڙها نڪري سندس ڳلن تي ڦهلجي ويا ۽ مون آسمان جي بلندين ۾ گم ٿي ويو.

## ڪلُ ٿيا ڪلُ ۾

جانو! او جانو، اڙي، ڇورا جلد ڪر منشي صاحب جي گاڏي آهي، جلدي ٽاٽ ڪري وٺ. اصل گولي وانگر اڏامي وڃي.

آيو استاد، هينئر ئي ٿو ٽاهي ٽاٽ ڪري وٺانس، جانو آگرن سان چپٽي وڇائيندي منشيءَ کي ڏسندي چيو.

سائين منشي صاحب، هاڻي ڇڏيو هن گڏهہ گاڏيءَ جي پڇر، روز روز ڦيٽو ڦريو پيو اٿس، منهنجي مڃو تہ هڪ ٽريڪٽر وٺو، توهان جي بار ڪلڻ سان سهڪندو بہ ڪونہ ۽ روز روز سندس ڦرڪيل پيٽ مان هوا بہ ڪونہ نڪرندي.

اڙي ڇورا جانو چوين ڇاپيو، ٺهيو ٺهيو بڪ بند ڪر ۽ جلد ڪر مون کي ڪورٽ ۾ بہ وڃڻو آهي، منشي منهن ٺاهيندي موڙو سوري ويٺو.

جانو، اپوجهہ ۽ معصوم ڇوڪر هو، پر جڏهن کان سندس يتيميءَ جي احساس هيٺ استاد ڪمو پنهنجي ننڍڙي ورڪشاپ تي ڪيس ويهاريو تہ دل لڳائي جانو ڪم سکي واقعي قابل ٿي ويو ۽ هاڻي ننڍو وڏو گاڏين جو ڪم ڪيس ايندو هو، پر هن منشي سندس مٿو کائي ڇڏيو هو، روز روز ڪانہ ڪا بيماري سندس جيپ کي لڳي پيئي هوندي هئي ۽ هر ڀئي ڏينهن جيپ کٽي بيٺو سندس مٿو کائيندو هو.

جيپ جو پرزو پرزو جراب ڏيئي ويو هو، پر منشيءَ کي پنهنجي ساهہ کان بہ وڌيڪ پياري هئي، پياري ڇو نہ هجيس، اڄ کان ٢٥ سال اڳ هڪ خطرناڪ ڊاڪو ريل کي پنهنجي گوليءَ جو نشانو بنائي وڏيري جي جان بچائي هيائين ۽ وڏيري خوش ٿيندي کيس اها پنهنجي جيپ انعام ۾ ڏني هئي. ۽ منشي کي چيڙائڻ خاطر جانو جيپ کي گڏهہ

گاڏي چوندو هو.

روز جي معمول مطابق منشي وري منهن کنيو بيٺو هو ۽ استاد کمو، جانو کي سڏي سندس گاڏي مرمت ڪرڻ لاءِ چيو، جانوءَ کي روز وانگر اڄ بہ ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، دل ۾ سوچيائين تہ منشيءَ تہ لاهہ ڪڍي ڇڏيا آهن، حالانڪ جيپ ۾ ڪا بہ خرابي ڪونہ هوندي اٿس هروڀرو وقت اڃي ٿو سيڙائي. اڄ اهڙو ٿو سبق سيکاريانس جو سڄي عمر ياد ڪندو. جانو دل ئي دل ۾ مسڪرائي گاڏيءَ طرف وڌيو.

ابا جانو، چڱيءَ طرح تپا . هلندي هلندي جهٽڪي سان بند ٿي بيهي ٿي رهي، اصل اڳيان هلڻ کان جواب ڏيو بيٺي آهي، منشي ليلائيندي جانوءَ کي چيو، تون فڪر نہ ڪر منشي، بس اڄ دل خوش ڪري ڇڏيندو مانءِ. اصل هميشہ لاءِ جند ڇٽي پوندئي.

ابا الله چڱي ڪرئي، پوءِ وارو ڪر. مان سامهون دڪان تان سودو وٺي هينئر ٿو اچان.

ها منشي ها، اصل تون ڪو الڪو نہ ڪر، مان بس فٽافٽ ٿو ڪري وٺان ۽ جانو گاڏيءَ کي لڳي ويو.

وٺ چاچا منشي، تنهنجي گڏهہ گاڏي حاضر آهي. اچ ويهہ سيٽ تي. جانو اندر ئي اندر ۾ کلندو رهيو. منشي ٽپ ڏيئي سيٽ تي ويٺو ۽ گاڏي بندوق جي گوليءَ وانگر اکين اڳيان غائب ٿي وئي. ۽ جانو پٺيان ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

گاڏي زوزاٽ ڪندي روڊ تي جڻ ترڪندي ويئي. منشيءَ جا تارائي ڦرڻ لڳا، نہ بريڪ ٻئي لڳي نہ اسپيڊ ئي پئي گهٽ ٿئي، منشيءَ جو هنياءُ پرچي آيو، رب کان پنهنجن گناهن جي معافي وٺڻ لڳو، گاڏي هٿي جو بيهڻ جو نالونہ پئي وٺي، سندس سڏڪا هاڻي رڙين ۾ بدلجي ويا.

اڙي بچايو، بچايو، بس جتان پيو لنگهي، دانهون بس ئي ڪونہ پيون ٿينس. پنَ ٽن ريڙهن وارن سان بہ ذري گهٽ ٽڪر ٿيندي ٿيندي بچيس. اڳيان ڪا گاڏي پئي اچي تہ موت نظر پيو اچيس، هينڊل گهمائي گهمائي آخرڪار ٿڪجي پيو، هاڻي آباديءَ کان بہ ڪافي پري نڪري آيو هو. پر گاڏي هٿي جو رڪڻ جو نالو ئي ڪونہ پئي وٺي. منشي دل ئي دل ۾ جانوءَ کي هزارين گاريون ۽ بددعائون ڏنيون. رستو ڏاڍو سوڙهو هو ۽ ٻنهي پاسن کان گهاٽا وڻ هئا، اچانڪ سامهو وڏي لوڊ ايندي ڏسي منشيءَ جو مٿو چڪرائڻ لڳو. ۽ جانوءَ تي رکي رکي ڪيس ڪاوڙ اچڻ لڳي. گاڏي سندس ڪنٽرول کان ٻاهر نڪري وئي. ۽ خوف کان ڪٺي اکيون بند ڪيائين، گاڏيءَ جي اسپيڊ بہ زورن تي هئي، اچانڪ زوردار ٺڪاءُ ٿيو ۽ گاڏي وڃي هڪ وڻ سان ٽڪرائي بيهي رهي. منشي بيهوش ٿي ويو، سندس سڄو مٿو رت ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. شايد لوهہ جي هينڊل سان مٿو لڳي ڦاٽي پيو هوس. لوڊ بہ اچي بيٺي ۽ منشيءَ کي يڪدم کڻي اسپتال آندو ويو ۽ سندس مائٽن کي اطلاع ڏنو ويو.

اسپتال جي ورانڊي ۾ ڏهاڪو کن ماڻهو منشيءَ جي آپريشن جي ڪاميابيءَ جون دعائون گهري رهيا هئا، انهن ۾ هڪ جانو بہ هو جيڪو روئي روئي خدا کان منشيءَ جي زندگي گهري رهيو هو.

ڊاڪٽر منشيءَ جي زندگي بچائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي پر خدا کي شايد

ڪجهہ بيو منظور هو. منشيءَ جي دماغ جي رڳ ڦاٽي پئي هئي، هاڻي منشيءَ جو بچڻ مشڪل نہ پر ناممڪن هو. جانوءَ جي دعائن بہ ڪو اثر ڪونہ ڏيکاريو ۽ هميشه هميشه جي لاءِ منشيءَ جو روح پرواز ڪري ويو.

جانو فلڪ شڳاف رڙيون ڪري روئي رب العزت جي حضور سجدي ۾ ڪري ڪائنس پنهنجي هن ڪل ٿي ڪل ۾ معمولي مذاق جي بخشش گهري رهيو هو.

# احساس

”عارف“ بدنيت ۽ پيٽو ڇوڪرو هو. هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ کائيندو رهندو هو، جڏهن بہ نظر ايندو هو تہ هن جي هٿ ۾ کانہ کا کائڻ جي شئي هوندي هئي ۽ ڏينهن بہ ڏينهن سندس هيءَ عادت وڌندي ويئي. عارف ڇا ڪندو هو جو هڪ مانيءَ جو ڦلڪو کڻي هنڌ هنڌ پيو رلندو هو ۽ چڪ هڻي ان مان ٽڪري ٽڪري ڪري کائيندو هو. گهٽين، بازارن، گهر، اسڪول مطلب تہ هر هنڌ پنهنجي ان عادت جي ڪري خوار هو. ماڻهو هن کي طرح طرح جي نالن سان پڪاريندا هئا. ڪو هن کي پيٽو، ڪو ڪڌو، ڪو بکيو تہ ڪو بدنيت سڏيندو هيس. عارف پنهنجي ان عادت کي اسڪول ۾ بہ مشهور ڪري ڇڏيو هو. ننڍن ٻارن جي ٽفن باڪس مان ماني کڻي چوري چوري کائيندو هو.

هڪ ڏينهن سندس استاد کي خبر پئجي ويئي. استاد عارف کي مار ڏني ۽ سزا بہ ۽ سڄو ڏينهن هن کي ڪڪڙ بنائي بيهاريو پر وري بہ ٻئي ڏينهن عارف اهڙو جو اهڙو، مار ۽ سزا جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيس.

سندس پيءُ ۽ ماءُ عارف کي سمجهائي سمجهائي ٿڪجي پيا. جڏهن عارف اها ڪني ۽ ڪڌي عادت نہ ڇڏي تہ مجبوراً سندس ماءُ کيس مار ڏيندي هئي ۽ سڄو ڏينهن سندس ماني بند ڪندي هيس. پر عارف جڏهن ڏٺو تہ کيس گهر ۾ ماني نٿي ملي تہ هن پنهنجي مائٽن ۽ پاڙي وارن جي گهر ۾ وڃڻ شروع ڪيو ۽ جتي ڏسندو هو ماني پئي آهي تہ، نہ ڪند هو هر، نہ ڪندو هو تر، چٽ ڪري ڇڏيندو هو. جڏهن سندس مائٽن ۽ پاڙي وارن کي عارف جي هن ڪڌي عادت جي خبر پئي تہ اهي بہ عارف کان بيزار ٿي پيا ۽ جڏهن انهن وٽ ويندو هو تہ هن کي دڙڪا ڏيئي گهر مان ڪڍي ڇڏيندا هئا. پر عارف جي اها ڪني عادت نہ وڃي هئي نہ ويئي.

هڪ ڏينهن عارف کي اڃي بک ورايو، حالانڪ پنهنجي حصي جي ماني بہ کاڌي هيائين. پر عادت کان مجبور هو. اڃي ماني جي تلاش شروع ڪيائين، ماڻس سندس عادت کان تنگ ٿي ماني لڪائي رکندي هئي، آخرڪار عارف مانيءَ جي تلاش ڪندو اڇي اسٽور روم ۾ پهتو. ان ڏٺو تہ ڪوٺا مار ۾ هڪ ماني پئي آهي. ان تي گبهہ ۽ ڪندہ بہ لڳل آهي، سندس منهن ۾ پاڻي اچي ويو، ماني ڪڍڻ جي جٽڻ ٿي ڪوشش ڪيائين تہ ڪوٺا مار جو دروازو بند ٿي ويو ۽ ان جي آڱر اندر ڦاسي پئي. سور جي ڪري عارف رڙيون ڪرڻ گهريون، پر ان ڊپ کان رڙ بہ نہ ڪيائين تہ ڪٿي امان نہ ٻڌي وٺي. عارف وڏي مشڪل کان پوءِ آڱر ٻاهر ڪڍي. آڱر مان رت وهي رهي هيس، سور جي ڪري اکين

مان ڳوڙها بہ نڪري آيس، پر ماني تي نظر پوندي ئي ماني کڻي روئڻ بند ڪري کائڻ لڳو، جيئن ئي هن ماني وات ۾ وڌي تہ سڄو وات ڪوڙو ٿي ويس ڇو جو ماني ۾ گيھہ تہ لڳل هو پر ڪنڌ جي بجاءِ ڪوئا مار دوا ٻرڪيل هئي، عارف ٿو ٿو ڪري وٺي ٻاٽ روم ڏانهن ڀڳو. وات صاف ڪيائين پر پنهنجي عادت کان باز ڪونہ آيو. اها چوڻي مشهور آهي. "ٻارنهن مهينا ڪتي جو پڇ وڌو سين حقي جي نڙ ۾ وري ڪيونس تہ اهڙو جو اهڙو."

عارف سان سندس اسڪول جو ماستر گهڻي محبت ڪندو هو ۽ هر وقت عارف کي سمجهائيندو هو، سٺيون سٺيون نصيحتون ڪندو هو. استاد جي دل ۾ هر وقت اهو خيال رهندو هو تہ ڪنهن طريقي سان عارف جي اها عادت ختم ٿي وڃي، هن کي صرف ان ڳالهہ جو افسوس هو تہ سيني شاگردن مان صرف عارف ئي پنهنجي عادتن جي ڪري خوار هو. استاد کي يقين هو تہ عارف هڪ ڏينهن هڪ سٺو ڇوڪرو ٿي ويندو ۽ پوءِ سڀ هن کي پيار ڪندا.

هڪ ڏينهن عارف، استاد جي گهر ويو، استاد هن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. اڄ اڄ عارف گهڻن ڏينهن کان پوءِ آيو آهين ويهہ پٽ ٻڌاءِ ڇا کائيندين؟ ماني، گيھہ ۽ ڪنڌ کڻي اچان؟

استاد جي واتان ماني ۽ جو ٻڌي عارف جون خوشيءَ وچان واڇون ئي ٽڙي ويون. ان وقت هن کي بک بہ ڏاڍي لڳي هئي، پنهنجي ڪيفيت لڪائيندي چيائين، نہ سائين مان تہ توهان جي طبعيت پڇڻ لاءِ آيو آهيان. ڪجھہ ڏينهن کان توهان اسڪول ڇو نہ ٿي آيا؟ توهان جي طبعت ڪيئن آهي سائين؟

عارف جي ڳالهائڻ جي انداز مان ئي استاد سمجهي ويو. ها پٽ، هاڻي ٺيڪ آهيان خدا جو شڪر آهي. ڇڳو ويهہ مان ماني کڻي ٿو اچان، استاد ماني جي بهاني هليو ويو ۽ دل ۾ سوچيائين تہ اڄ عارف کي اهڙو سبق ڏجي جو هن جي اها ڪني عادت ختم ٿي وڃي. ٿوري دير کان پوءِ هو واپس آيو.

پٽ عارف ماني تہ پلي ڪاڻي وئي! عارف جو منهن ئي ڪومائجي ويو.

ڪا ڳالهہ نہ آهي، مان پنهنجي دوست وٽ ٿو وڃان دعوت تي، تون بہ هل، هلندين؟

ها سائين، ڇونہ مان هلان ٿو، عارف جي وات ۾ دعوت جو نالو ٻڌندي ئي پاڻي ڀرجي آيو.

استاد پنهنجي دوست کي فون ڪئي ۽ ان کي آهستي آهستي ڪجھہ چوڻ لڳو. عارف جو منهن خوشيءَ ۾ ٻهڪڻ لڳو. ٿوري دير کان پوءِ عارف پنهنجي استاد سان گڏ هڪ خوبصورت بنگلي ۾ داخل ٿيو. جڏهن ماني کائڻ واري ڪمري ۾ پهتا تہ ماني جي ميز جي چوڌاري ڪجھہ ٻار ويٺا هئا. جڏهن سيني ٻارن عارف کي ڏٺو تہ رڙيون ڪري چوڻ لڳا تہ ڪتو ڇوڪرو اچي ويو، گندو ۽ پيٽو ڇوڪرو اچي ويو ۽ تاڙيون وڃائي زور زور سان کلڻ لڳا. عارف جو ڪنڌ شرم کان هيٺ ٿي ويو ۽ اچي استاد جي پنيان لڪي بيٺو.

شرم جي ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي اچ ۽ سيني سان گڏ ويهي ماني کاءُ، استاد چيس. عارف ميز جي پرسان ڪرسي تي ويهي رهيو. سيني جي اڳيان سنا سنا ۽ منا منا ڪاڏا رکيا ويا ۽ عارف جي اڳيان رکو ماني، ڪنڌ ۽ گيھہ رکيو ويو. عارف کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳو تہ انهن وٽ ڪهڙا نہ لذيذ ڪاڏا آهن ۽ مون وٽ...!! ٻارن کائڻ

شروع ڪيو ۽ عارف خاموش ويٺو هو.

عارف پڙهڻ ماني شروع ڪر. استاد چيس،سائين مون کي به انهن جهڙو ڪاڏو ڏيوني، عارف معصوميت سان چيو.

هل هل توکي سڻا ڪاڏا نه ملندا تون ته پني ۽ گهري ماني کائيندو آهين نه، تون ته ڪنو ۽ گندو چوڪرو آهين. سٺا ڪاڏا ته صرف سٺن ٻارن لاءِ هوندا آهن، اسان جهڙن لاءِ ۽ سڀ ٻار زور زور سان ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳا. عارف کي تمام گهڻي ڪاوڙ آئي ۽ پنهنجي وڏيڪ بي عزتي برداشت نه ڪري سگهيو. ڪرسي سوري دروازي طرف اتي وڃڻ لڳو. پر خوشبودار ڪاڏن جي خوشبو وري سندس ناسن سان ٽڪرائي ۽ اتي بيهي رهيو ڪنڌ ڦيري حسرت سان استاد جي طرف ڏسڻ لڳو ۽ سندس اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا جيڪي ڳلن تي نشان ڪندا هيٺ ڪريا.

استاد کي هن تي ترس آيو ۽ دل ۾ چيائين بس عارف کي ڪافي سزا ملي چڪي آهي ۽ جلدي وڃي عارف کي واپس وٺي آيو ۽ سيني ٻارن کي دڙڪا ڏيئي خاموش ڪرايائين.

ڏس پٽ عارف تون مون سان وعدو ڪر، آئينده اها خراب عادت ڇڏي ڏيندين؟ ۽ وري گندن ٻارن وانگر سڄو ڏينهن رستن، گهٽين، اسڪول ۾ بي وقتو ماني نه کائيندين؟ هان پٽ وعدو ڪر مون سان..!! عارف کي پنهنجي بيعزتيءَ جو ڀرپور احساس ٿيو ۽ وڏي شدت ۽ سچائيءَ سان ڪيس احساس ٿيو ۽ روئيندي چيائين.

مان توهان سان واعدو ٿو ڪيان سائين ته آئينده اوهان کي مون کان ڪابه شڪايت ڪانه ٿيندي. ۽ هاڻي مان ڪڏهن به...!! عارف روئيندي استاد سان وعدو ڪيو.

پوءِ عارف ۾ واقعي وڏي تبديلي اچي ويئي. هن هاڻي اها ڪني ۽ خراب عادت هميشه هميشه جي لاءِ ڇڏي ڏني. سڀ ڪو عارف سان پيار ڪرڻ لڳو. اسڪول جا سيئي ٻار هاڻي عارف سان دوستي رکڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. اهو سچ آهي ته سٺين عادتن جي ڪري ٻار پيارو ٿي ويندو آهي. پوءِ ان کي پنهنجا ۽ پراوا بي پناهه پيار جي نظر سان ڏسندا آهن.

"سٺا ٻار خاندان، گهر جي عزت ۽ وطن جي دولت هوندا آهن."

## سچائيءَ جو رستو

نويد ۽ شهزاد ٻئي گڏ هڪ ئي اسڪول ۾ پڙهندا هئا. نويد جو هن دنيا ۾ ڪوبه ڪونه هو. هڪ اخبار جي اسٽال تان ڪجهه اخبارون کڻي صبح جو وڪڻي پوءِ اسڪول ويندو هو. اخبار جي وڪري جي عيوض اسٽال جو مالڪ ڪيس يتيم سمجهي پڙهائيندو هو.

نويد جي زندگي ڏکن جو گهوارو هئي. سچ چوندا آهن ته پيءُ ۽ ماءُ جيتري سنڀال لهندا آهن سا ڪنهن ٻئي کان ڪيئن پڄندي. هڪ ڏينهن نويد ۽ شهزاد موڪل جي وقت اسڪول کان ٻاهر بيٺا هئا ته اوچتو نويد جي نظر هڪ خوبصورت پرسان پيل پرس تي پئي. نويد جهٽ ڏيئي پرس کنيو. کوليائين ته ان ۾ سو سو جا ڳاڙها نوٽ پيل هئا سندن اکيون حيرت ۾ ڦاٽي ويون. شهزاد جي دل ۾ بي ايماني جاڳي پئي. يار نويد اڄ ته

هاڻي اهي پئسا خرچ ڪيون. مختلف شيون وٺي پيٽ پريون ۽ ها جيڪي پئسا بچند اهي اڏواڏ ڪنداسين.

شهزاد، نويد جي دل ۾ بي ايماني پيدا ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ طرح طرح جون لالچون ڏيئي ڪهڙي طرح به اهي پئسا حاصل ڪرڻ چاهي پيو. يار نويد اچ جلد ڪر، موڪل ملي وئي آهي. هل ته هلون.

نه! نه! نويد اٽل فيصلو ڪندي چيو ته، شهزاد هي پئسا اسان جا ناهن. خبر نه ڪنهن ضرورتمند جا هوندا، هل ته هلي ان کي ڏيئي اچون. ڏس پرس جي اندر ان عورت جو ڪارڊ ۽ فوٽو به آهي. نويد اٽل ارادي سان قدم اڳيان وڌايا.

نويد چريو ٿيو آهين ڇا؟ هٿ آيل پئسن کي ائين وڃائبو آهي ڇا؟ يار ڇڏ ضد کي، بيوقوفي نه ڪر، وقت نه وڃاءِ. شهزاد سندس ٻانهن پڪڙي روڪيندي چيو.

نه! نه! شهزاد مان توسان ڪونه هلندس. ائين چئي نويد تڪڙو اسڪول ڪان ٻاهر نڪري ويو. شهزاد سندس پيڇو ڪيو پر نويد سندس نظرن کان هيڏانهن هوڏانهن غائب ٿي ويو.

نويد چار پنج ڪلاڪ ان ڪارڊ واري لکيل ايڊريس واري جاءِ کي ڳولهيندو رهيو. آخرڪار تمام وڏي ڪوشش کان پوءِ ان عورت جو گهر هٿ آيس. گهنٽيءَ تي هٿ رکي نويد ٻنهي کي زور سان اندر دٻايو ۽ خوشيءَ ۾ ٿي نه پي ماپيو. ڇا لاءِ ته امانت اصلي مالڪ کي پهچڻ واري هئي. جڏهن ان عورت کي نويد پنهنجي هٿن سان امانت ڏيئي رهيو هو ته کيس محسوس ٿي رهيو هو ته ڇڻ ڪو وڏو بار سندس ڪلهن تان لهي ويو هجي. نويد پرس ڏيئي خدا حافظ ڪري ڊرائينگ روم جي دروازي کان نڪري رهيو هو ته عورت وڌي وڃي نويد کي سيني سان لاتو.

پٽ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ عورت نويد کي پيار ڪندي پڇيو.

"نويد" واهه منهنجي پٽ جو نالو ته ڏاڍو پيارو آهي. ڀلا ٻڌاءِ تي تون ڪٿي رهندو آهين؟ منهنجو ڪوبه گهر ڪونهي، مالڪ وٽان اخبارون ڪڻندو آهيان ۽ ان جي بدلي ۾ هو مون کي اسڪول ۾ پڙهائيندو آهي. منهنجو هن دنيا ۾ ڪوبه ڪونهي بيگم صاحبه. نويد معصوميت سان چيو.

ڀلا تنهنجي دل ۾ بي ايماني ڇو نه پيدا ٿي، تون هي پئسا مون کي واپس ڇو ڪيا؟ عورت ڪائنس سوال ڪيو.

نه بيگم صاحبه اهي پئسا منهنجا ڪونه هئا. امان چوندي هئي ته سچ جو دامن ڪڏهن به هٿان نه ڇڏجان، پوءِ مان پراوا پئسا پنهنجا ڪيئن سمجهان؟ اهي ته توهان جي امانت هئا. سو توهان تائين پهچائڻ پنهنجو فرض سمجهيم.

نويد مضبوط انداز ۾ چيو. بيگم صاحبه نويد جي خودداري ۽ سچائيءَ تي ڏاڍي خوش ۽ حيران ٿي ۽ ان سچائي جي بدلي اخبار جي اسٽال واري مالڪ کان هميشه جي لاءِ نويد گهري ورتائين.

نويد بيگم صاحبه جي پيار جي ڀالوٽ ۾ پلندو رهيو. بيگم صاحبه کي پنهنجي ڪابه اولاد ڪونه هئي، ان ڪري نويد کي دنيا وجهان جون سڀ نعمتون ميسر ٿي ويون. نويد جنهن شيءِ جي خواهش ڪندو هو سا سندس نظرن اڳيان هڪ پل ۾ آندي ويندي هئي.

اهڙي طرح ڏينهن هفتن ۾ ۽ هفتا مهينن ۾ ۽ مهينا سالن ۾ بدلجندا رهيا. هاڻي نويد پنهنجي شهر جو مشهور "جج" بڻجي چڪو هو. سندس فيصلا دنيا جي ڪنڊ

ڪرڇ ۾ مشهور ٿي ويا. اهڙا فيصلا ڪندو هو جو حق کي حق ۽ ناحق کي ناحق قرار ڏيندي مجرم کي سندس جرم جي سزا ضرور ڏياريندو هو، ۽ اهڙي طرح شهرت سندس قدم چمندي رهي.

بيگم صاحبہ سندس ڪاميابي ڏسي بيحد خوش ٿيندي هئي ۽ سندس اکيون ٺڏيون ٺڏيون هيون.

بدنام ڏاڙيل شازي جي ٽولي هر شهر ۾ خوف ۽ هراس پکڙي ڇڏيو هو. ۽ هر طرف پوليس جو محڪمو حرڪت ۾ هو ۽ اڃان تائين ڪوبہ ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو. پر ڪوشش جاري هئي. شازي ڏاڙيل جي مٿي تي ٢٠ خون ۽ ڪيترن ئي ڌاڙن جو الزام هو. آخرڪار پوليس جي بي انتها ڪوشش سان شازي ٽولي تي قابو پاتو ويو ۽ خوف وهراس ڪجهہ گهٽ ٿيو.

عدالت جي ڪٽهري ۾ جڏهن شازي ڏاڙيل کي آندو ويو تہ نويد جج جي ڪرسي تي ويٺل هو ۽ شازي ڏاڙيل کي غور سان ڏسي رهيو هو ۽ شازي ڏاڙيل جي ... حالت هئي. پر زبان سان ڪنهن بہ ڪجهہ بہ نہ ڪڇيو. چو جو ڪاروائي جاري هئي.

جڏهن جج، وڪيلن جي مختلف نڪتن کي نوٽ ڪيو ۽ ان تي غور ڪري شازي ڏاڙيل ۽ ان جي ساٿين کي موت جي سزا ٻڌائي تہ موت جي سزا ٻڌي شازي ڏاڙيل رڙڪئي.

نويد يار ڪجهہ تہ دوستيءَ جو خيال ڪر. ڏس تون ۽ مان ننڍي هوندي گڏ پڙهندا هياسين. يار رحم ڪر منهنجي حالت تي رحم ڪر، شازي ڏاڙيل نويد جي پيرن تي ڪري پيو.

شهزاد: دوستي پنهنجي جڳهہ تي، پر اصول اصول ۽ قانون قانون هوندو آهي ۽ منهنجي توکي خبر آهي تہ مان سچ جو دامن ڪڏهن بہ هٿان ڪونہ ڇڏيندو آهيان ۽ انشاءالله آئينده بہ ان تي قائم رهندس.

نويد عدالت جو ڪمرو ڇڏي هليو ويو ۽ شهزاد رحم جي اپيل ڪندو رهيو. پر وريو ڪجهہ بہ ڪونہ. نويد کي شهزاد جي حالت تي تمام گهڻو افسوس ٿيو. پر شهزاد جيترا بہ ظلم ڪيا هئا ان جو تہ بدلو قدرت جي طرفان ڪيس ملڻو ئي هو.

اگر ڪوبہ ناحق طريقي سان عروج تي پهچي ويندو آهي تہ ضرور ان جو ڪڏهن نہ ڪڏهن زوال ايندو آهي. اها قدرتي ڳالهہ آهي. شهزاد لوهہ جي شيخن جي پٺيان ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو.

ڪاش!!! مان بہ نويد وانگر ايمانداري ۽ سچائيءَ جو رستو اختيار ڪيان ها. ناحق قتل وغارت ڇڏي پيار محبت وارو رستو اختيار ڪيان ها ڪاش!!! مان بہ اڄ نويد وانگر ڪنهن عزت واري پوسٽ تي هجان ها. ڪاش!!!!

شهزاد پنهنجو مٿو زور زور سان لوهہ جي شيخن سان هڻي روئي رهيو هو ۽ سوچي رهيو هو.

پر هاڻي ڪجهہ بہ نہ ٿيڻو هو. ويل وقت وري هٿ ڪونہ ايندو آهي.

تنهنڪري جيڪو بہ رستو اختيار ڪجي ان جي چڱاين ۽ برائين کي ڏسجي ۽ غور ڪجي ۽ پوءِ فيصلو ڪجي تہ ڪهڙو رستو اسان جي رهنمائي ڪندو ۽ ڪهڙي رستي ۾ اسان کي رڪاوٽ محسوس ٿيندي ۽ ذلت ڪٽڻي پوندي.

ائين ڪرڻ سان توهان ڪڏهن بہ شهزاد وانگر پشيمان ۽ شرمنده نہ ٿيندؤ بلڪ نويد وانگر توهان جو سر فخر سان اوچو رهندو.

# پٽ توں بہ ڪھاڻي لکي

مختلف اخبارن ۾ ٻارن جي صفحي جون، مختلف ڪهاڻيون پڙهي دل چوندي هئي تہ مان بہ ڪا ڪهاڻي لکان. اهڙي ڪهاڻي جو واهہ واهہ ٿي وڃي ۽ منهنجي ڪهاڻيءَ کي انعامي ڪهاڻي طور شايع ڪيو وڃي. هميشه اهو سوچي ويهندو هيس پر وري اهو جذبو وقتي جوش ڏياري من اندر ئي مري ويندو هو. پر اها شوق ۽ جذبي جي جنگ نيٺ چڙي ويئي.

هڪ تمام بهترين موضوع هٿ اچي ويو. سڄي رات ڪهاڻي جي مختلف پهلوئن تي سوچيندو رهيس، پاسا ورائي ورائي اچي ٿڪيس تہ جاڻ ڪڏهن اک لڳي. صبح جو اٿيس تہ پلنگ تان هيٺ پيو هيس. امان اسڪول لاءِ اٿاريو، جلد تيار ٿي اسڪول ويس. واپسيءَ تي اچا پنا. پين ۽ ڪاري مس وٺي ٽڪرو ٽڪرو گهر آيس. ماني کائي ڪجهہ دير آرام ڪيم ڇو جو رات جو جاڳيل هيس. سوچيم تہ آرام ڪندس تہ دماغ جاءِ تي ايندو ۽ ڪهاڻي سٺي لکندس نہ تہ انعام ڪونہ ملندو. آرا ڪرڻ کان پوءِ ڪجهہ هلڪاڻپ محسوس ٿي ڪيم. سڀني ننڍڙن ٻارن کي منع ڪري ايس تہ منهنجي ڪمري ۾ ڪوبہ نہ اچي، مان ڪم ٿو ڪيان. فرج مان بہ ٿڌا گلاس پاڻيءَ جا پي، ڪمري ۾ قالين تي بہ گديون رکي سامهون مس ڪپڙيءَ مان پين ۾ مس ڀري الله توهار ڪيم.

ڪلاڪ جي اندر منهنجي سامهون ڇٽن، پنجن ۽ ڇهن سٽن تي لکيل وڏا وڏا اچا اچا ڪڙڪ ڪڙڪ پنا ڦاٽا پيا هيا. سمجهہ ۾ ڪونہ آيو تہ شروع ڪيئن ڪيان هينئن لکان نہ هينئن لکان نہ اگر اچا بہ هيئن لکان تہ بس واهہ واهہ ٿي ويندي. بس خوب کان خوب تر جي تلاش ۾ پنا ڦاڙيندو ويس. وري تازو ارڙهون پنو منهنجي هٿ ۾ پنهنجي قسمت جو فيصلو ٻڌڻ لاءِ آيو. اڪر لکڻ لاءِ پين کي وري پني تي گهلڻ لڳس ئي تہ دروازو زور سان کليو. ننڍڙو ڀائٽيو سڏ ڪندو اندر آهيو.

چاچا! چاچا! توهان جو فون آيو آهي. بيزاريءَ وچان اٿيس ۽ نہ چاهيندي بہ فون ٻڌي آيس. وري سلوار جا پلاند ڪٺي گوڏن کي هٿ ڏيئي لکڻ لاءِ اجان هيٺ ويٺس ئي تہ ننيرو ڀائيجو آيو.

ماما! ماما! بابا اوهان کي سڏي پيو. چيلهہ کي هٿ ڏيئي ڪاوڙ کي روڪيندي آڱرين ۾ ڦاٿل پين هيٺ رکيم ۽ ڪمري کان ٻاهر نڪري ويس. چيائين پٽ، سامهون واري اسٽور تان سگريٽن جو پاڪيٽ تہ وٺي اچ. ڏندن جا ٽڙڪاٽ اندر ئي اندر ۾ وڃي ٿي ذهن ۾ ڪهاڻيءَ جي بجاءِ سگريٽ سمائي ڪاوڙ ۾ ٿاٻا کائيندو وڃي سگريٽ وٺي آيس.

وري نئين سري کان لکڻ شروع ڪيم. ڪجهہ وقت لکندو رهيس ۽ مان پاڻ حيران هيس تہ آخر ڪهاڻي شروع ڪيئن ٿي ويئي. اهو سوچڻ ۽ وقت وڃائڻ اجايو سمجهيم ۽ تسلسل کي قائم رکندي لکندو رهيس. خدا جي مهربانين سان اڌ صفحو لکجي ويو بنا ڦاٽڻ جي.

او ابا اطهر! پٽ هيڏي تہ آءُ. چا پيو ڪرين. جڏهن بہ امان جو ڪو ڪم پوندو

آهي تہ اهڙا ئي منڙا سڏ ڪندي آ. ۽ مان ٿڌو ساهہ کڻي وري اٿيس
آيس امڙ آيس.

وڏي هجڻ جو اهوئي تہ فائدو آهي نہ، تہ پاڻ کان ننڍن تي آزاديءَ ۽ آسانيءَ سان رعب ڪري سگهجي ٿو ۽ جڏهن چاهجي ڪين سڏ ڪري سگهجي ٿو، چاهي هو ڇا بہ ڪندو هجي ۽ کيڏو نہ مصروف هجي. بس سائين وڏا وڏا آهن.

پٽ اطهر تنگ ڪي تہ وٺ. ابا سڄي رات سور ۾ ڦٿڪي آهيان. مٺو تنگ جو سور تہ جند ئي نٿو ڇڏيم. ابا الله ڏينهن ڏيکي. هاها! اتي ٿورو زور! اڃان زور ڏي. منهنجي هٿ رکندي ئي امان مون کي هدايت ڏيندي چيو. تتو تہ اڳ ۾ ئي ويٺو هيسؤ پتر هٿ منهنجو بي ف... ٿي ويو.

ابا مري ويس ساهہ تہ نہ کڻ! ۽ مان پنهنجي ڪل گوڏن ۾ منهن لڪائي اڏائي ڇڏي.

ان مهر تان خيرن سان واپس ٿي جيئن ئي ڪمري اندر آيس تہ سامهون قالين تي ٻارن جي ٽڙيل پکڙيل فوج تي نظر پئي.

ڪن جي هٿن ۾ وڏا وڏا اڇا ڪڙڪ ڪڙڪ گنجهيل پنا هئا تہ ڪن جي هٿن ۾ ڦاٽل پنن جا ٽڪرا جيڪي اڃان ٽڪرا ٽڪرا پئي ٿيا. ۽ مس جي ڪپڙي قالين تي هاري پئي هئي. ٻارن مس ۾ هٿ ڪارا ڪري هڪ ٻئي جي منهن تي لينگها پئي پاتا.

قالين تي پين جي شهيد وجود جا ٽڪرا مون کي چٻرا ڏيئي رهيا هيا مان آپي کان ٻاهر نڪري ويس. منهنجيون اکيون و... ريون منهنجا وار اڀا ۽ ڪن ڳاڙها ٿي ويا، ۽ يلغار ڪري فوج مٿان ڪڙڪيس.

پوءِ تہ جيڪو هٿ چڙهي پيو. تنهن جو ڳٽو ڳاڙهو ٿي ٺٺي ويو. پنجن منٽن جي اندر سڄي حملہ آور فوج پنهنجا ڳٽا مهٽيندي روئيندي روئيندي ڪمري کان ٻاهر پڄي ويئي ۽ مان مٺي کي هٿ ڏيئي ويهي رهيس. ڪجهہ دير ساهہ پٽي ارمانن سان اڌ صفحي تي لکيل ڪهاڻيءَ کي ڳولهڻ لڳس. ڪو پنو ثابت نہ رهيو هو. صوفن، ميزن ۽ پلنگ جي هيٺيان وچي ٽڪرا ميڙي آيس. پر افسوس جو ڪهاڻيءَ جو نہ منهن لڌو نہ مٿو.

منهنجي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا. ڪيڏو نہ محنت سان لکيو هيم ٽن ڪلاڪن جي اندر اڌ صفحو. ۽ هاڻي مون کي ياد بہ ڪونهي تہ ڪهڙا ڪهڙا لفظ ڪيئن اڳيان ۽ پٺيان لکيا هيم.

دل ٻڌي وري اٿيس ڇو جو ڪهاڻي تہ هر حال ۾ لکڻي هئي. پنا مس ۽ پين وٺڻ لاءِ ڪمري کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ جيئن ئي قالين تان اٿيس تہ قميص پٺيان چيڪٽ ڪري ڦاٽي پئي. مان حيرانيءَ سان پٺيان ڏٺو. هيٺ هاريل ڪونر جي مٿان ٻي خياليءَ ۾ ويهي رهيو هيس.

قسمت جي ان موچڙي تي بہ بس اندر ئي اندر ۾ جڪ ڪائي پنهنجي پياري ۽ قيمتي قميص تان هٿ ڌوئي ويٺس.

ٽڪرو ڪپڙن جي ڪٻٽ طرف وڌيس تہ جيئن وڳو پائي ٻاهر نڪرڻ جي قابل ٿيان تہ اُوچتو پير ترڪي ويو. بولاٽيون کائي منهن پر ڪري پيس، ۽ هاريل مس ۾ منهن پرجي ريو. اکيون ڦاڙي ڏٺم تہ هنڌ هنڌ کيلن جو ڪلون پيون هيون. پنهنجي کائڻ لاءِ فرج مان ڪڍي ٽيبل تي آڻي رکيا هيم. انهن کيلن تي بہ حملا آور فوج هٿ صاف ڪري ڇڪي هئي ۽ هنڌ هنڌ ڇيل ٽڪرا مون تي کلي رهيا هيا. ڪاوڙ وچان مڪ

زمين تي هنيم ۽ جيئن ئي مٿي اٿيس تہ سامهون آئيني ۾ پنهنجو ڪارو منهن ڏسي مون کان بي اختيار ڪل نڪري ويئي. هيڏي هوڏي نظر ڊوڙائي ونئي ٻاٿ روم ڏانهن ڀڳس.

منهن ڌوئي ٻاهر نڪتس ۽ ڪمري جي صفائي ۾ لڳي ويس. سج لهي ويو. وهنجي سهنجي اسٽور تان ڪهاڻي لکڻ جو وري ٻيهر سامان وٺي آيس. ڇو جو ڪهاڻي تہ هر ... ۾ مون کي لکڻي هئي. ماني کائي ڪمري جو دروازو اندران بند ڪري وري بسم الله ڪري قلم هٿ ۾ کنيم.

ذهن کي وڏي مشڪل سان اجان سيٽ ڪري چار لائينون مس لکيم تہ لائيٽ بند ٿي ويئي ۽ مون کان دانهن نڪري ويئي.

گوڏن کي هٿ ڏيئي وري اٿس. ڇو جو ڪهاڻي هر حال ۾ مون کي لکڻي هئي. اوندهہ ۾ ٿاڦوڙا هڻندو ماچيس جي تلاش ۾ ڪمري کان ٻاهر نڪتس. ۽ اوچتو ڪنهن جو مٿو زور سان منهنجي مٿي سان ٽڪرائجي پيو، منهنجو دون ئي ڦري ويو. ٻئي دانهون ڪري مٿي کي هٿ ڏيئي ويهي رهياسين. گهر جا سڀئي ڀاتي دانهن جو آواز ٻڌي جاءِ واردات طرف وڌيا. ميڻ بتيون ٻريون ۽ مان اک کٽي ڏٺم تہ منهنجو دون ڦيرڻ وارو ادا وڏو هو شايد هو بہ ماچيس جي تلاش ۾ نڪتو هو.

ادا وڏو تہ پاڻ ئي اٿي کڙو ٿيو ۽ مون کي خونخوار نظرسان ڏسي پنهنجي ڪمري طرف هٿ مهٽيندو هلو ويو ۽ مون کي اديءَ ٻانهن کان وٺي مٿي اٿاريو ۽ پلنگ تي سهاريو.

مٿي ۾ ڏاڍو سور پئي ٿيو. ڪجهہ دير ليٽي پيس رات جا ٻارنهن ٿي رهيا هئا، لائيٽ منهن ڪندو ۽ بلب روشن ٿيا، مان ٽپ ڏيئي پلنگ تان اٿيس، ڇو جو ڪهاڻي تہ هرحال ۾ مون کي لکڻي هئي. وري گوڏا کوڙي قالين تي ويهي رهيس.

لکندي لکندي وقت جو احساس ئي نہ رهيو شوق ۽ جذبي ۾ سرشار ٿي ننڊ بہ نہ ڄاڻ ڪاڏي موڪلائي هلي ويئي هئي. ڪيترائي پنا ڪارا ٿيا ۽ ڪيترائي پنا ڦاٽا. نيٺ ڪهاڻي لکي پوري ڪيم ۽ فجر جي آذان جو آواز ڪنن تي پيو.

وضو ڪري شڪراني جو سجدو ڏيئي نماز ادا ڪيم. نماز کان فارغ ٿي، ڪلام الاهيءَ جي تلاوت ڪيم. عبادت الاهيءَ مان فارغ ٿي. ڪهاڻيءَ جي صفحن تي نمبر وجهي ترتيب سان ويڙهي، لفافي اندر رکي کونر سان بند ڪري مٿان ايڊريس لکي، سامهون سائيڊ ٽيبل تي لفافو رکي، چيلهہ ڌگهي ڪري، لٽ ڏيئي ليٽي پيس. پندرهن منٽ چيلهہ ڌگهي ڪيم بہ چار ٽڪاءَ ڪيم پاسا ورائي چيلهہ مان. ڪجهہ چيلهہ جو سور گهٽيو.

وهنجي سهنجي فريش ٿي ناشتو ڪري لفافو کڻي، اسڪول لاءِ نڪتس. سوچيم ويندي ويندي صبح جي ٽپال ۾ پوسٽ ڪندس.

بسم الله ڪري گهر کان قدم ٻاهر ڪڍيم. اڄ منهنجي خوشيءَ جي انتها نہ هئي. اڄ مان ايڏو خوش هيس ايڏو خوش هيس جو بس سائين بيان کان ٻاهر.

ٽپال جي ڏهي جي پرسان پهتس تہ، ٽپالي، ٽپال ڏهي مان ڪڍي، ٿيلهو ڪلهي تي رکي سائيڪل تي سوار ٿي وڃي رهيو هو. مان بي اختيار ڊوڙ پاتي ڇو جو مان چاهيان پيو تہ صبح واري ٽپال ۾ لفافو پوسٽ ڪيان نہ تہ وري شام جو ٽپال نڪرندي.

ٽپاليءَ جي سائيڪل ۾ ڪجهہ تيزي آئي ۽ مان بہ پنهنجي ڊوڙ جي تيزيءَ ۾ اضافو آندو ۽ بناڏسڻ جي روڊ ڪراس ڪيم. خبر نہ پئي تہ ڇا ٿيو. ٽپاليءَ تي نظر هجڻ

ڪري مان سامهون ايندڙ بس ڏسي نہ سگهيس ۽ رت ۾ لعل ٿي بيهوش ٿي ڪري پيس. مون کي وڌيڪ ڪجهہ بہ خبر ناهي تہ پوءِ ڇا ٿيو. هوش ۾ آيس تہ پاڻ کي اسپتال جي بيڊ تي ستل ڏٺم. سڀ گهر جا ڀاتي منهنجي هوش اچڻ جي انتظار ۾ هئا. اکيون کوليم تہ سيئي بيڊ جي چوڌاري ڦري آيا. ۽ مان سڄو پٽين سان ويڙهيو پيو هيس. بس اکين ۽ وات وارو حصو کليل هيو. اچانڪ مون کي محسوس ٿيو ڄڻ منهنجي وجود جو ڪجهہ حصو مون وٽ ڪونهي، ۽ مان خوفزده ٿي پنهنجا هٿ ٽنگن طرف وڌايا تہ مون کان دانهون نڪري ويون ۽ مان زور سان بيڊ تان اٿڻ جي ڪوشش ڪئي.

نہ! نہ! منهنجيون ٽنگون.

بابا! امان نہ نہ! امان! ادا، هي ڇا ٿي ويو!!! منهنجيون ٽنگون نہ نہ امان! الاڙي ڦهر ٿي ويو. هي ڇا ٿي ويو. امان!! بابا!! بابا!! امان!! ۽ مان هنياءُ ڦاڙيندڙ دانهون ڪندو بيڊ تان هيٺ ڦهڪو ڪري ڪري پيس.

هوش ڪر پٽ اطهر، هوش ڪر، ڇا ٿيو پٽ اکيون تہ کول هي ڏس مان آهيان امڙ تنهنجي امڙ.

۽ مان امان جي سڏ تي ڊڄندي ڊڄندي اکيون کوليون ۽ پاڻ کي پلنگ تان هيٺ ڪريل ڏسي، رڙيون ڪندي ڏسي حيران ٿي ويس ۽ سڄي جسم کي جاچي ڏٺم ڪابہ پٽي ويڙهيل ڪونہ هئي مان بلڪل صحيح حالت ۾ هيس.

ڇا ٿيو پٽ، ائين دانهون ڇو پئي ڪيئي. ڇا ٿيو تنهنجي ٽنگن کي. امڙ اڳيان وڌي ڳراٽڙي پائيندي مون کي ڀاڪر ۾ ڀريندي چيو.

گهرجي سيني ڀاتين کي پنهنجي چوڌاري ڏسي ۽ پنهنجو پاڻ کي صحيح وسلامت پنهنجي ڪمري ۾ ڏسي منهنجيون اکيون آسمان ۾ کپجي ويون ۽ پلڪون سجدي ۾ ڪري پيون.

اف خدايا تہ ڇا..... تہ ڇا هي سڀ خواب هو. خواب هو!!!-!!! رب تنهنجا لکين احسان اگر اها حقيقت هجي ها تہ!!!....!!!

بس مان وڌيڪ ڪجهہ بہ سوچڻ بيڪار سمجهيم ۽ مسڪرائي سيني طرف ڏٺم ۽ سيئي ڄڻا مطمئن ٿي پنهنجن پنهنجن ڪمن ۾ لڳي ويا ۽ مان آهستي آهستي قدم کڻي آئيني جي سامهون بيهي پنهنجي ڪوڙيل ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي سامهون آئيني واري سان مخاطب ٿيندي چيو،

پٽ تون بہ ڪهاڻي لکي ۽ ٻنهي کان کل نڪري ويئي.




زمين جي جنت، ڪشمير جي واديءَ جي ذري ذري تي ڳاڙها رت جا نشان پنهنجي خاموش لبن تي هڪ دڀيل چيٽ وانگر پنهنجي بي وسيءَ جو خاموش احتجاج ڪري رهيا هئا.

گهٽيءَ گهٽيءَ مان دونهي جي ڌپ ۽ گهر گهر مان خدا جي قهر کي پڪارڻ جا آواز ڏينهون ڏينهن تيز ٿيندا ويا. پکين جي خوبصورت ترنمن کي گولين جي نڪائن فنا

ڪري ڇڏيو هو.

ٻار، ٻچا، عورتون، مرد، پوڙها، بزرگ، سڀ ماتم ڪندا ڪي گهرن مان ٽي نڪتا ته ڪي گهرن ۾ پناه وٺڻ لڳا. چار ديواريءَ جي اندر، چارديواري کان ٻاهر حشر برپا هو. خاموش آسمان ڏانهن ڪچيل نماڻن نياڻين جي نيڻن مان وهندڙ نير پنهنجو سينو ڪني رهيا هئا. معصوم نياڻين جي عصمت دريءَ جي هي هولناڪ هولي پنهنجي عروج تي هئي. شايد ئي ڪا نياڻي وحشي درندن جي لچين نظرن کان بچيل هئي هر ڪا پنهنجي وطن جي آزاديءَ مٿان پنهنجو عظيم بي بها زيور عصمت قربان ڪري چڪي هئي.

اڄ ته ائين لڳو ڄڻ قيامت اچي ويئي آهي. هر طرف چيخ ويڪار ۽ ڊوڙ ڊوڙان لڳي پئي هئي. هندن جي انڌا ڌنڌ حملن کان بچڻ لاءِ لتيل ڪشميري هاڻي جان بچائي وٺي ڀڳا، جنهن کي جيڪو هٿ آيو سو کڻي ڀڳا.

ڪشمير جي هن ننڍڙي ڳوٺ تي هندن درندن جو شايد هي پهريون حملو هو، تڏهن ته هتان جي حسين وجميل ۽ معصوم نياڻين جي حُسن کي ڏسي سندن هوش خطا ٿي ويا.

ظفر پنهنجي خاندان، گهر ۽ جائداد جي پرواهه نه ڪندي پنهنجيون به جوان نياڻيون ۽ هڪ پٽ وٺي جان بچائي وٺي ڀڳو. زال سندس اڳ ئي مري ويئي هيس. وطن مٿان قربان ٿيڻ ۾ ظفر ڪابه دير ڪانه ڪئي پنهنجي جنت نما واديءَ کي الوداعي نظرن سان ڏسي دل تي پٿر رکي، خدا جي ان رضا تي روئيندڙ اکين سان روانو ٿي ويو.

واديءَ جي خطرناڪ پيچرن ۽ خفيه رستن کان هي ٻڪ ۾ ٿاٻا کائيندو ننيو گهراٽو سڄي رات پيدل سفر ڪندو هڪ غار جي ڀرسان پهتو اڳيان طويل پهاڙي سلسلو هو. سڄي رات سفر ڪندي، ظفر ان ڳالهه جو خاص خيال رکيو ته جيئن رستو هتان نه وڃي ۽ پاڪستان ۾ ڪهڙي به طرح سولائيءَ سان داخل ٿي وڃون.

سڄي رات ان غار ۾ سندن اکين ۾ ئي گذري ويئي. صبح جي هلڪي روشني ۾ کين سخت پهرو نظر آيو. هر طرف هيبتناڪ هندو پنهنجي منحوس شڪل ڪنيو بيٺل هئا. واديءَ کي چئني طرفن کان گهيريو ويو هو. نه خبر ڪنهن ڪنهن جي اڱڻ جي بهار خزان جو روپ وٺي زارو قطار روئيندي رخصت ٿي هوندي!!

معصوم ٻارن جي اکين مان نير جاري هئا پوڙهو پيءُ پنهنجي ٻنهي ٻانهن ۾ لڪائي ويٺو هو. کين ڪابه خبر نه هئي ته هن لمحي کان پوءِ ڇا ٿيندو کيس رب ۾ سندن آس هئي ته ڪهڙي طرح به کين پاڪستان پهچڻ ۾ سندن ڀرپور مدد ڪندو.

نياڻين جي حالت سندن پوڙهي پيءُ کان ڏٺي نه ٿي ويئي. کين دلاسا ڏيندي پهر گذري ويا. غار ۾ هيڻي حال تي روئيندي رات ٿي ويئي. ٻيو صبح به جاڳندي سندن اکين ۾ گذري ويو، نيٺ وڃي اهي هيبتناڪ هندو پنهنجي پنهنجي جاءِ تان هٽيا، شايد وري ڪنهن ٻئي پرسڪون جنت جي ٽڪري تي رهندڙ رهواسين سان رت جي راند ٿي کيڏي ويئي تڏهن ته هتان سندن ڪڙيون ڪڇيون.

سڄي رات وري کين پنڌ ڪندي گذري ويئي. اهو ته خدا جو شڪر هو جو پوڙهو ظفر اڳ به هڪ دفعو ان رستي تان پاڪستان جي بادر تائين اچي چڪو هو، ڪنهن دوست سان گڏ. تنهنڪري رستو تلاش ڪرڻ ۾ کيس ڪابه مشڪل پيش ڪونه آئي. بس

جوان نياڻين جو سات هيس، ان ڪري پيٽ ۾ ڪيس ساهه ڪونه هو. تي ڏينهن جيئن تيئن ڪري خالي پيٽ ڪين گذري ويا. پر اڄ ڪين بک پيٽ ۾ ولوڙ وجهي ڇڏيا. ننڍڙي ڇوڪري زوري پوڙهي پيءُ کان موڪلايو ۽ پرسان پاڻيءَ جي تلاش ۾ نڪري ويو. پينديون ڪيس روڪينديون رهيون پر جوشيلو، جوان خون ڪيئن ماٺ ڪري ويهي. جڏهن انتظار جون گهڙيون وڌي ويون ته پوڙهي پيءُ جي دل اڌما کائي ٻاهر ٿي نڪتي. نياڻين اندر ئي اندر ۾ روئڻ شروع ڪيو. اوچتو گولين جا آواز ڪين يقين ڏياريندا آسمان ۾ گم ٿي ويا ته، انتظار هاڻي فضول آهي. هي ننڍڙو ٻي ڏوهي پنهنجي آزادي جي جدوجهد ۾ شهيدن جي سيج تي هميشه هميشه لاءِ آرامي ٿي ويو.

پوڙهي پيءُ ۽ ڀينرن جي ساهن مان سبسٽ نڪري ويا. نظرون آسمان طرف ڪجي ويون پر رب جي شايد اها ئي رضا هئي، سوکٽي صبر ڪيائون ۽ اهڙو صبر، جو وري نه ٻاڦ ٻاهر نڪتي.

رب کي به سندن صبر تي پيار آيو. هن جا ڪشالا پورا ٿيا ۽ هاڻي سندن پير پاڪستان جي سرزمين تي هئا. پيءُ سان گڏ نياڻيون به سجدي ۾ ڪري پيون، زاروقطار روئي پنهنجي خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ لڳيون.

ڳوڙها خوبصورت لڳندا آهن، چاهي خوشيءَ جا هجن چاهي غم جا. پر خوشيءَ ۾ وهندڙ ڳوڙهن جي خوبصورتيءَ جو ڪوبه مثال نٿو ملي.

هڪ ٻئي کي گلي لڳائي رهيا هئا هڪ ٻئي کي چمي رهيا هيا. مٽيءَ جا پڪ پري پري پنهنجي مٽي تي منهن تي ۽ بدن تي ملبندا رهيا. پاڪستان جي مٽيءَ سان گڏوگڏ هن ٻي سڪون ۽ ٻي قرار وجودن جي خوشيءَ کي ڏسندي آسمان به خوشيءَ وچان روئي ڏنو.

ٿڌي ٿڌي هير ۾ هلڪي هلڪي بوندا باندي جڏهن سڪل مٽيءَ تي پئي ته سڄي سرزمين پاڪستان تي عطرن جا چمڪار ٿي ويا، سڄي فضا مهڪي اٿي. هنن جي لٽيل چهرن تي، اجايل اکين ۽ ٽڪيل جسمن جي هڪ هڪ انچ مان خوشيءَ جون ڪرڻيون ڦٽي رهيون هيون ۽ ٽيئي چٽا ڪنهن وڃايل ٻار وانگر جيڪو سالن کان ممتا جي گود جي گرميءَ لاءِ تڙپندو رهيو هجي، اٿين پاڪستان جي گرم آغوش ۾ سمائجي ويا. ڪيئي شڪراني جا لمحه گذري ويا. سندن سڀ ٿڪ لهي ويا. نه رهي ڪا آرزو نه رهي ڪا شڪايت.

هاڻي گهٽ ۾ گهٽ هت اسان جون جانيون ۽ عزتون ته محفوظ رهنديون. گهر ۽ جائداد جو ڇا آهي، اهي اچڻ وڃڻ واريون شيون آهن. رب ڪندو ته وري اسان هڪ عاليشان گهر پنهنجي پاڪ سرزمين تي جوڙائينداسين هت اسان جا پنهنجا مسلمان ۽ پاڪستاني پاڙ آهن. اسان جا پنهنجا آهن. اسان جو پنهنجو پاڪ خون آهن. اسان جون جانيون، عزتون، مال وملڪيت هڪ ٻئي جون امانتون آهن. اسان هڪ ٻئي جا محافظ آهيون. هاڻي اسان هت امن ۾ آهيون. هي سڄي سرزمين اسان جي آهي. هت اسان کي ڪوبه روڪي نٿو سگهي. ڪوبه ٽوڪي نٿو سگهي. هت اسان ساهه به پنهنجي مرضيءَ سان کڻنداسين. اسان پنهنجي امڙ جي گود ۾ آهيون. هر ڪوسي واءَ کان پري آهيون. ڀلا امڙ جي سيني کان اسان کي ڪو ڌار ڪري سگهي ٿو؟ نه هرگز نه! پوڙهو ظفر پنهي نياڻين کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ويڙهي، خوشيءَ وچان ڇٽي رهيو هو.

بابا! هن وقت رات ٿي رهي آهي، هاڻي اسان ڪٿي هلنداسين؟ پنهي مان هڪ ڪاڻس پڇيو.

بس جيجل، سامهون اسان جي پاڪستاني پائرن جا گهر ٿا نظر اچن، بس ٿورو پنڌ باقي ڪرڻو پوندو، اهي اسان کي پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ ڏيندا. اهابہ ڪا ڳالهہ آهي. اٿو تہ هلون.

پندرهن منٽ پنڌ ڪندي ڪين گذريا ٿي مس تہ سامهون ڪين چار پاڪستاني ايندي مليا.

پوڙهي ظفر ڪين سيني سان لاتو ۽ پنهنجي سڄي ڳالهہ ڪين الف ڪان وٺي ي تائين ٻڌائي. اتي ويٺل سيني جي اکين مان نير جاري هيا. پاڪستانين ظفر کي پاڪر ۾ پري ڪيس دلجاءِ ڏني.

جيڪو ٿيو سو سڀ خواب سمجهو، هاڻي اوهان اسان وٽ آهيو. فڪر جي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي، اوهين ڪافي ٿڪيل آهيو. هڻ منهن ڌوئي ڀهرئين ماني ڪائو پوءِ آرام ڪيو. وديڪ حال احوال سياڻي ڪنداسين پاڪستانين پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيندي ڪين چيو.

اسان جا ٻار گهر ۾ ڪونهن، شادي تي ويل آهن ٻئي ڳوٺ ۾، ٻن ڏينهن ڪان پوءِ ايندا. اسان سامهون واري ڪمري ۾ آهيون. ڪنهن شيءِ جي ضرورت پئيو تہ دروازو کڙڪائجو. تڪلف نہ ڪجو، اسين اوهان جا پنهنجا آهيون، هي گهر اوهان جو پنهنجو آهي. ايتري ۾ مانيءَ جو ڊش بہ اچي ويو. گرم گرم مانيءَ جي خوشبوءِ ڇوڪرين جي بک وڌائي ڇڏي.

چڱو هلون ٿا. شب خير. اهو چئي چارئي پاڪستاني ڪمري مان هليا ويا.

ماني کائي نيٺي ڇٺا خوب سير ٿيا. پوڙهو ظفر خوشيءَ ۽ فخر وچان پنهنجي نياڻين طرف ڏسي چوڻ لڳو.

ڏٺو، اهي هوندا آهن پنهنجا، هاڻي اسان کي ڪنهن جو ڊپ ڪونهي، سمهي رهو، اسان جامحافظ پائر اسان تي ڪوسو واءُ بہ لڳڻ ڪونہ ڏيندا. ڇوڪرين جا چهرا بہ خوشيءَ وچان ٻهڪڻ لڳا. رات آهستي آهستي پنهنجو سفر طئي ڪري رهي هئي.

اڌ رات جو پوڙهو ظفر پاڻي پيئڻ لاءِ ڪٽ تان اٿيو. ۽ ڪمري جي ڪنڊ ۾ رکيل دلي طرف جيئن ئي وڌيو تہ ڪيس دروازي ڪان ٻاهر سُس پُس ٻڌڻ ۾ آيس تہ چاهيندي بہ هن جا پير دروازي طرف ڪڇي ويا بلڪل بي اراده ۽ ڪن ڏيئي در ڪان بيهي رهيو.

ها! استاد مال زبردست آهي ۽ ڪچي مال جو ملندو بہ اوترو جيترو گهربو. ستاره بائي اهڙي مال جي قدردان آهي. مان ڪيس سڀ ڪجهہ سمجهائي آيو آهيان. بس چاڻ ٻهتي. اوهين ڪيس پنهنجي زال ظاهر ڪري، مال ڪيس هٿو هٿ حوالي ڪجو. موقعو ڏسي ٻئي ڇوڪريون هتان وٺي هلي وينديون.

۽ پوڙهو! ان جو ڇا ڪبو؟

استاد! ان جو اهوئي ڪبو، جيڪو اڄ تائين ٿيندو آيو آهي. هن کي اٿين ڇڏي ڏيڻ اسان جي حق ۾ بهتر ڪونہ ٿيندو. پوڙهو چالاڪ آهي ڪجهہ بہ ڪري سگهي ٿو.

ٺيڪ آ! ٺيڪ آ! ائين ئي ڪبو. پر ها! ستاره ٻائيءَ ڪان اهو وعدو وٺبو تہ ڀهريائين ان مال کي مان ۽ پوءِ تون... ها! ها! ها! جيترو گهرندي، ڏينداسين، اسان بہ ڪچي مال جا قدردان آهيون... ها! ها! ها!

ٻڌها ٻڌها ۽ بي حيا ٽهڪ ٻڌي پوڙهي جي اکين مان رت جا ڳوڙها وهي نڪتا ۽

پيرن هيٺان کنهن زمين جڻ ڇڪي ڪڍي ڇڏي هجيس. پنهنجن ڪنن تي ئي ڪيس اعتبار ڪونہ ٿي آيو.

اهڙن وحشي درندن کان تہ مان پنهنجين نياڻين کي بچائي وٺي ڀڳس. ان لاءِ تہ هنن معصومن کي هن پاڪ زمين تي پنهنجا هر مذهب، مسلمان محافظ لڀين؟ پوڙهي پيءُ بيوس نظرن سان پنهنجين ستل نياڻين ڏانهن ڏٺو.

نہ! نہ! خدايا نہ! رحم ڪر! رحم ڪر! اسان هي عزت جي زندگي ان ڪري پسند ڪئيسين جو اسان کي هن پاڪ سرزمين تي ذلت جو موت ڏسڻو پوندو. نہ خدايا نہ! اهڙو ئي موت ملڻو هو تہ انهن وحشين درندن جي ئي هٿان ملي ها تہ گهٽ ۾ گهٽ اهو تہ ڏک نہ ٿئي ها تہ اسان کي پنهنجن نہ بلڪ غيرن لٽيو. مسلمانن نہ پر هندن لٽيو. اسان تہ هن مسلمانن ڀائرن سان گڏ رهڻ لاءِ سالن جي جدوجهد ۾ ڪروڙن جو خون وهايو، ان ڏينهن جي لاءِ؟ اهي گهڙيون ڏسڻ لاءِ؟ نہ خدا نہ! اسان جي اڻمت قربانين جو اهو صلو نہ ڏي!! نہ! نہ! اسان جي خوابن جي اهڙي شرمنده تعبير نہ ڏي!! نہ ائين نہ ٿيندو! هرگز هرگز نہ ٿيندو.

ها مان ائين ٿيڻ نہ ڏيندس. منهنجين ٻانهن ۾ اجان ساهہ آهي. مان پنهنجين معصوم نياڻين کي ائين تباهہ وبرباد ٿيڻ نہ ڏيندس. ان کان اڳ جو هيو هنن کي ذلت وبدنامي جو موت ڏي، مان هميشه هميشه لاءِ کين عزت سان رخصت ڪندس. ها! ها! مان کين عزت وآبرو سان رخصت ڪندس.

پوڙهي بيڪس نظرن سان ٻنهي نياڻين طرف ڏٺو جيڪي سڪون جي ننڊ ۾ مست هيون.

پوڙهي ظفر جا هٿ پير ڪنبل هئا ان کان سواءِ هي ڪجهہ بہ نٿي ڪري سگهيو. خيالن سان زبردست جنگ جوٽي، نيٺ فيصلي تي پهتو وقت تمام گهٽ هو هن وٽ، هن ڪمري جي تلاشي شروع ڪئي. ڪمرو ڪافي وڏو هو. ٿوري ئي دير ۾ کيس ڪنڊ ۾ پڪل شراب جون بوتلون هٿ آيون. آهستي آهستي قدم کڻي هڪ پڪل بوتل سوڙو هڪ ڪٺ طرف وڌيو ۽ اک ڇنڀ ۾ ڌيءُ جو وات بند ڪري کيس ڳچيءَ تي شيشي جي بوتل سان زبردست ۽ گهرو چير ڏنو. ٽن منٽن جي اندر جسم ڦٽڪي ڦٽڪي ٿڌو ٿي ويو. پوڙهو ٻنا دير جي وري ٻي ڪٺ طرف وڌيو.

دل روئي رهي هيس، اکيون ڦوٽارجي ويس. پر ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونہ هو. ٻيو جسم جڏهن ڦٽڪي ڦٽڪي ٿڌو ٿي ويو تہ پوڙهو پيءُ هوش مان نڪري ويو. بوتل هٿ ۾ کڻي هيبتناڪ رڙيون ڪندو پنهنجو سينو ڪٽيندو دروازي طرف وڌيو. دروازو کولي وحشين مٿان ٽٽي پيو.

اهو عمل ايترو جلد ٿيو جو ٻاهر ويٺل سڀ حيران ٿي ويا ان کان اڳ جو پوڙهو سندن کو نقصان ڪري هڪڙو انهن مان اڳيان وڌيو ۽ پوڙهي جي پيٽ ۾ خنجر وهائي ڪڍيائين. پوڙهو جسم ڦهڪو کائي ڪريو ۽ چند لمحن ۾ ڦٽڪي ڦٽڪي ٿڌو ٿي ويو.

پوڙهو ۽ غيرت مند لاش ساهہ ڏيئي بہ سرخرو هو. فخر هو هن جي ماٺ چهري تي. چمڪ هئي هن جي ڪليل اکين ۾. گلابن جهڙن چپن تي احساس هو ڀرپور زندگيءَ جو. مسڪرائيندڙ اُبن تي آزاديءَ جي نمايان مسڪراهٽ هئي.

ها! اها عزت واري آزادي، ذلت واري آزاديءَ کان هزار ڀيرا وڌيڪ عظيم هئي، اعليٰ هئي پوتر ۽ پاڪ هئي.

# پين لاءِ جيئڻ

بس، بابا هاڻي مان پڙهڻ کي خدا حافظ ٿو چوان. مون کان اهو ڏنو نٿو وڃي اوهان پيريءَ ۾ محنت ڪيو، سڪندر پيار وچان پيءُ جي ڳلي ۾ ٻانهن جو هار ٺاهيندي چيو.

ٺهيو ٺهيو، اجائي بڪ بند ڪر. جڏهن تون ڊاڪٽر ٿئين نه ته پوءِ وينو مون کي پلنگ تي ڪارائجان. بس پوءِ منهنجا عيش ۽ تنهنجي محنت شروع. ٺيڪ. اٿ هاڻ جلد ڪر بس جي اچڻ جو ٽائيم ٿي ويو اٿئي، بس نڪري ويئي ته ڪابه سواري ڪونه ملندي ۽ ها سڀاڻي ميڊيڪل ڪاليج ۾ پهريون ڏينهن اٿئي بسم الله ڪري ڪاليج ۾ پير رکجان.

بس بابا! مون چيو نه ته مان وڌيڪ ڪونه پڙهندس، هاڻي مان اوهان سان گڏ هٽ ڳوٺ ۾ رهندس، سڪندر منهن ٺاهيندي چيو.

وڌيڪ هڪ اکر به نه چئجان سڪندر، توکي ڊاڪٽر ڏسڻ جا خواب مان اڪيلي نه پر تنهنجي ماءُ به ڏٺا هئا. اڪثر چوندي هئي، سڪندر جا پيءُ خبر ناهي ڪڏهن اهو خواب پورو ٿيندو. الله، الله جو رسول ڪڏهن اهو ڏينهن ڏيکاريندو جو منهنجو سڪندر هن ڳوٺ ۾ ڊاڪٽر ٿي ايندو. مان ته سڄي ڳوٺ جو علاج سڪندر کان مفت ۾ ڪرائيندس. شل رب منهنجي ٻچڙي کي جلد وڏو ڪري ڊاڪٽر ڪري. ماٺهين زنده هجي ها ۽ جڏهن ڪيس خبر پوي ها ته سڪندر جي ميڊيڪل ۾ چونڊ ٿي ويئي آهي ته خوشيءَ ۾ ٿي مري وڃي ها. صديق جون اکيون آليون ٿي ويون.

هي ڇا بابا! اوهان روئو پيا، سڪندر لڇندي چيو.

ها! پٽ روئان نه ته پيو ڇا ڪيان. اڄ ته مان ڏاڍو خوش هيس. پر.. پر.. پٽ تون...!! صديق جو هنياءُ ڀرجي آيو.

بابا! خدا جي واسطي مون کي معاف ڪيو. مان پڙهندس. مان ڊاڪٽر ٿيندس صرف امان ۽ توهان جي خوابن کي حقيقت جو روپ ڏيڻ لاءِ. ها بابا! مان توهان جا خواب پورا ڪندس، مون کي معاف ڪر بابا! مون کي معاف ڪر، سڪندر پيءُ جي ڇاتيءَ تي مٿو رکي روئڻ لڳو. صديق پيار وچان ڪيس ٻانهن جي گهيري ۾ ڇڪي ورتو.

ياءُ صديق! ڏي خبر سڪندر پٽ خوش ته آهي نه. ڪرمو، صديق کي رستي تي ويندو ڏسي چوڻ لڳو.

ها پائو ڪرمو الله جا لک شڪرانه آهن.

يار صديق الله اهو ڏينهن ڪڏهن ڪندو جڏهن سڪندر کي ڏاڪدر جي روپ ۾ ڏسي اسان جون اکيون ٺڏيون ٿينديون. هائو پائو الله اهو ڏينهن ضرور ڪندو. انشاءُ الله تعاليٰ، بس توهان پائرن جون دعائون کپن.

اسان جون دعائون سڪندر سان گڏ آهن پائو صديق.

بس ياءُ الله اهو ڏينهن ڏيکارڻ لاءِ ئي جيئرو رکيو اٿم.

الله سڀ سٺائي ڪندو دلگير نه ٿيءُ. بس باقي ڏکيا ڏينهن ٿورا آهن. پٽ سڪندر ڏاڪدر ٿيندو ته پوءِ شهر جا پنڌ ڪونه ڪرڻا پوندا.

هائو ادا ڪرمو الله تنهنجي زبان مبارڪ ڪري. سڄي ڳوٺ کي سڪندر جي ڊاڪٽر ٿيڻ جو شدت سان انتظار هو.

اڻين سال لنگهي ويا. سڪندر جي آخري سال جو رزلٽ آئوٽ ٿيو. خوشيءَ ۾ ٿي نٿي ماپيو. اخبار ڪڇي هڪدم ڳوٺ ڏانهن رواني ٿيو. دل ۾ هزارين جذبا اڌما ڪائي رهيا هيس. هاڻ هيئن ڪندس، هونءَ ڪندس. بابا کي بس هاڻ ڪوبہ ڪم ڪرڻ ڪونہ ڏيندس. دل ئي دل ۾ پئي سوچيندو ويو.

ڳوٺ ۾ پهتو تہ پير زمين تي ئي نہ پيا ٽڪنس. بس ڊوڙ پائي گهر پهتو. دروازو کليل هو ۽ اندر ماڻهن جو خاموش هجوم ڏسي ڪجهہ دير بيهي رهيو ۽ عجيب نظر سان ماڻهن ڏانهن ڏسي رهيو هو، ڪيس ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هيترا سارا ماڻهو سندس گهر جي اڱڻ ۾ ڇو جمع ٿيا آهن. اڃان ان ائي شش وپنج ۾ هو تہ انهن مان هڪ ڄڻو اٿيو ۽ سڪندر ڏانهن وڌيو کيس ڀاڪر پائيندي چوڻ لڳو. پٽ سڪندر جيڪو حڪم ڌڻيءَ جو. بس پٽ ادا صديق جو داڻو پاڻي ئي ايترو لکيل هو شايد، وڃڻ وقت بہ توکي پئي سڏيائين.

سڪندر پار تہ ڪونہ هو سڀ ڪجهہ سمجهي ويو ۽ سامهون ڪفن ۾ ويڙهيل لاش جي مٿان ڪري، هنياءُ ڏاريندڙ رڙيون ڪري روئڻ لڳو.

نہ بابا نہ. نہ. ٿورو تہ انتظار ڪرين ها. ڏس مان ڊاڪٽر ٿي ويو آهيان. ها بابا مان ڊاڪٽر ٿي ويو آهيان. هاڻي تہ تنهنجي عيش وآرام جا ڏينهن هئا. تون مون سان ڌوڪو ڪيو، مون کي اڻين آسرا ۽ دلاسا ڏيندو هليو وئين!! بابا هاڻ تہ تنهنجا آرام سان پلنگ تي ويهڻ جا ڏينهن هئا. تون تہ سڄي ڄمار مون کي ڪابہ تڪليف ڪونہ ڏني. مون کي پنهنجي خدمت جو ڪو موقعو بہ ڪونہ ڏنئي. مان هاڻي ڇا ڪندس توکان سواءِ. ڇا ڪندس هن ڊاڪٽريءَ کي. مون کي ڊاڪٽر ڏسڻ جو شوق بہ تہ توکي ئي هو نہ بابا، هاڻي جڏهن تون ئي نہ رهين تہ مان جي ڇا ڪندس مان بہ تو ڏانهن ٿو اچان بابا! ها! ها! مان اچان پيو. منهنجو انتظار ڪر بس جاڻ پهتس.

اڻين چرين وانگر رڙيون ڪندو سڪندر گهر کان ٻاهر نڪري ڊوڙڻ لڳو. ۽ ٻريان ونڊ ۾ وڃي ٽپو ڏنائين. ڳوٺ وارا سندس پٺيان ڊوڙندا آيا. ۽ وڏي مشڪل ڪ ن پوءِ سڪندر کي ٻوڙن ٻاهر ڪڍيو. سڪندر جي حالت خطرناڪ هئي. جلد کيس وڏيري جي گاڏيءَ ۾ اسپتال آندو ويو. وڏي ڪوشش کان پوءِ ڊاڪٽر کيس بچائڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ڪجهہ دير کان پوءِ سڪنئر کي هوش آيو. پنهنجو پاڻ کي هاسپٽل جي بيڊ تي ڏسي حيران ٿي ويو. سندس حيران حيران نظر ٻريان ويٺل ڊاڪٽر زبير جي مسڪرائيندڙ چهري تي پئي.

جيڪو اڳيئي سڪندر جي خودڪشيءَ جي ... جي زباني ٻڌي چڪو هو.

خدا جي واسطي ڊاڪٽر مون کي مرڻ ڏيو. مان هاڻي جيئڻ نٿو چاهيان. توهان مون کي ڇو بچايو ڊاڪٽر، مون کي مرڻ ڏيو. مان بابا سائينءَ کان بغير ڊاڪٽر جي روپ ۾ ڪيئن جيئندس. نہ! نہ! خدا جي واسطي ڊاڪٽر مون کي مرڻ ڏيو. سڪندر گوڏن ۾ ... وجهي روئڻ لڳو.

ڊاڪٽر سڪندر، تون خود هڪ ڊاڪٽر آهين، بيوقوفيءَ جون ڳالهيون نہ ڪر،

خدا جي امانت هئي سا خدا وٽ هلي ويئي، مرڻ وارن ... ن گڏ ڪو بہ ڪونہ مرندو آ. چاهي هو ڪيترو بہ پيارو چونہ هجي. سڄي عمر منهنجي ماءُ پورهيو ڪيو، پنهنجي اکين جي ديد بہ وڃائي ڇڏيائين. پنهنجين اکين جو صرف ان ڪري علاج ڪونہ ڪرايائين جو انهن پئسن سان منهنجي پڙهائيءَ جو خرچ هلندو هو. ڪنهن ڊاڪٽر کي ان ڪري ڪونہ ڏيکاريندي هئي جو انهن جي ڳري فيس ادا ڪندي ڪٿي منهنجي امتحان جي فيس نہ رهجي وڃي. مون کي ڊاڪٽر ڏسڻ جا خواب چرين وانگر ڏسندي هئي مان جڏهن بہ موڪلن ۾ ڳوٺ ويندو هيس تہ هميشه سندس سوال اهوئي هوندو هو، پٽ زبير ڊاڪٽر ٿي وئين. ۽ مان سندس هٿن کي چمندي ڪيس اهوئي چوندو هيس، منهنجي جيجل بس باقي ٿورو انتظار. ۽ جڏهن مان بہ تو وانگر ڊاڪٽر ٿيڻ جي خوشخبري امان کي ٻڌائڻ ويس تہ سامهون امڙ جو لاش انتظار ڪري رهيو هو. سندس ٻئي ڪليل اکيون مون کي چڻ مبارڪ ڏيئي رهيون هيون. سندس مسڪرائيندڙ چهرو چڻ مون کي پيار ڪري رهيو هو. مان ڪيڏو نہ بدنصيب هيس جو سڄي ڄمار امڙ کي انتظار ڪرائيندو رهيس.

۽ پوءِ خبر اٿئي مان بہ تو وانگر پاڻ کي موت جي بي رحم هٿن جي حوالي ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪيم، اهو نہ سوچيم تہ انهيءَ قدم کڻڻ سان منهنجي امڙ جي روح کي ڪيڏي نہ تڪليف پهچندي. سڄي ڄمار پورهيو ڪري مون کي امڙ ان لاءِ تہ ڊاڪٽر ڪونہ ڪيو هو نہ، تہ مان ٿين پنهنجي قيمتي حياتي وڃائي ويهان.؟؟؟

پر ڊاڪٽر وقار مون کي بچائي ورتو ۽ مون کي هڪ اهڙي حياتي بخشي جنهن لاءِ مان سڄي ڄمار سندس ٿورائتو رهندس.

مان هڪ عزم سان وري پنهنجي نئين زندگيءَ جو آغاز ڪيو. الله جي مهربانين سان نوڪري ملي. شهر جي هن اسپتال ۾ صبح جو ٩ ڪان ۴ تائين ڪم ڪندو آهيان ۽ باقي سڄو ٽائيم ڳوٺ واري اسپتال جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو اٿم.

ڳوٺ وارن جي محبت ۽ عزت ئي مون کي ٻيهر جيئڻ تي مجبور ڪيو آهي. مان اگر هڪ ڪلاڪ بہ وقت ڪان ليٽ پهچندو آهيان تہ سيئي ڳوٺ وارا ويچارا بيچينيءَ سان منهنجيون راهيون تڪيندا آهن. بس انهن جي خوشين لاءِ پيو جيئان. پنهنجي لاءِ تہ هر ڪو پيو جيئندو آهي، مزو تہ زندگيءَ جو تڏهن آ جڏهن پنهنجي ذات کي وساري ٻين لاءِ جيئجي، مزو ئي زندگي جو تڏهن ملندو جڏهن زندگي ٻين لاءِ وقف ڪري ڇڏجي.

سڪندر، ڊاڪٽر زبير جي ڳالہ غور سان ٻڌي رهيو هو. ٻڌاءِ ڊاڪٽر سڪندر تون بہ ٻين لاءِ جيئندين نہ!! تنهنجي ڳوٺ وارن کي تنهنجي اشد ضرورت آهي. هو بہ سالن ڪان تنهنجي ڊاڪٽر ٿيڻ جا خواب تنهنجي پيءُ سان گڏ ڏسي رهيا هئا. ڏس نہ صبح ڪان وٺي ويچارا سڀ ئي اسپتال جي ورانڊي ۾ تنهنجي زندگيءَ جون دعائون گهري رهيا آهن. سندن اوسيئڙي سان ڀريل نيڻ، نيرن سان تمتار لڳا پيا آهن.

ڇا تون انهن جي جذبن کي پيرن سان لتاڙي ڇڏيندين؟ انهن جي چهرن تي آيل اميد جي روشنيءَ کي ائين هميشه هميشه جي لاءِ وسائي ڇڏيندين؟ انهن جي سالن جي خواب کي ائين پچي پورو پورو ڪري ڇڏيندين؟ ڇا پنهنجي پيءُ جي محنت کي ائين تباهہ ويرباد ڪندين؟ سندس روح کي ائين بي چين ڪندين.

ٻڌاءِ ڊاڪٽر سڪندر! جواب ڇو نہ ٿو ڏئين!!

سڪندر جيڪو اونهي سوچ ۾ غرق هو. هڪ عزم سان اٿيو. ۽ سندس اکين ۾ پيار ومحبت، عزم ۽ خدمت جو آب تري آيو.

مان توهان جو زندگي ڀر ٿورائتو رهندس ڊاڪٽر صاحب! توهان منهنجي مرده من ۾ هڪ اهڙي زندگيءَ جي لاٽ روشن ڪئي آهي جيڪا ڪڏهن به نه وسامندي. ڪڏهن به نه.

ڊاڪٽر زبير وڏي ڪيس گلي لڳايو. وچ پٽ ان لاٽ جا سيئي ڪرڻا تنهنجو انتظار ٿا ڪن، منهنجيون دعائون تو سان گڏ آهن.

۽ سڪندر هڪ عزم ڀري مرڪ چهري تي سجائي، سيني ڳوناٽن سان گڏ زندگيءَ جي هڪ نئين سفر تي روانو ٿيو ۽ انهيءَ سفر جون سيئي راهون سڪندر کي پنهنجي محنت، محبت ۽ خدمت سان روشن ڪرڻيون هيون. ڇوجو هاڻي هن کي پنهنجي لاءِ نه بلڪ ٻين ڪاڻ جيئڻو هو. ڇوجو پنهنجي لاءِ ته هرڪو جيئندو آهي. مزو ته تڏهن آهي. جڏهن پنهنجي لاءِ نه بلڪ ٻين لاءِ جيئجي ۽ سڪندر کي به هاڻي زندگيءَ جو اهو مزو وٺڻو هو.

# ”دعائون قبول ڇو نه ٿيون ٿين“

سدره کي دنيا جون سڀ خوشيون حاصل هيون. هر آسائش کيس ميسر هئي. خوبصورت بنگلو، گاڏيون، نوڪر، چاڪر، دولت جا سمنڊ. سيني جون محبتون، مڙس جي پيار پري چانو، پيڪن ۽ ساهرن جو بي تحاشه پيار، مطلب ته سدره نندي هوندي کان ئي ڪو ڏکيو ڏينهن نه ڏٺو هو.

سندس هر خواهش، جڏهن دعا بڻجي لبن تي ايندي هئي ته رب کي به هن جي معصوم معصوم خواهشن تي بي اختيار پيار اچي ويندو هو. ۽ جلد سندس ارمان پورا ٿي ويندا هئا.

سدره هئي به ته هڪ عبادتگذار بندي ۽ رب پنهنجي محبت ۾ غرق بندي تي پنهنجي محبت، رحمت ۽ برڪتن جي نه کٽندڙ بارش ڪندو آهي.

اهو سچ هو ته هن ننڍي هوندي کان عيش و آرام جي زندگي گذاري هئي، پر خدا کان ڪڏهن به غافل نه رهي هئي، پنج وقت نماز پابنديءَ سان پڙهندي هئي، خوفِ خدا جي ڪري اکثر اکڙين مان لڙڪ وهي ايندا هيس. ڪوبه سوالي سندس در تان خالي هٿين ڪونه ويندو هو، غريبن ۽ ضرورتمندن کي نوازڻ ۾ کيس ايترو ته مزو ايندو هو جو بار بار اها لذت حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجا در هميشه لاءِ کولي ڇڏيا هيائين.

دولت واقعي آزمائش هوندي آهي. پر جنهن کي رب نوازي، سو اگر ان ئي نوازڻ واري جي صدقي ڪجهه ان جي نالي تي ٻين ضرورتمندن کي نوازي ته پوءِ رب جي رحمت وڌيڪ جوش ۾ ايندي آهي. ڇو جو ڏيڻ واري جي خزانن ۾ ڪڏهن ڪمي آئي آهي ڇا؟؟

جيترو ڏيندي هئي، اوترو ئي رب کيس نوازيندو هو. بس اها نوازڻ ۽ خيرات جي دلچسپ راند سدره ۽ رب ۾ جاري هئي. خدا کيس جهوليون ڀري نوازيندو هو ۽ هيءَ ڀريل جهوليون سندس ئي نانءَ تي ضرورتمندن جي اڳيان خالي ڪري ڇڏيندي هئي.

بس رب جي رحم ڀري ٿڌي ٿڌي ڇانوءَ هن جي مٿان هر وقت ٿڌڪار ڪيو بيٺي هئي. ۽ ان ڇانوءَ هيٺان سدره هر وقت الله جي حضور حاضر رهندي، شڪراني جا سجده ادا ڪندي هئي.

پر سدره جي دل ۾ ڪا خواهش هئي، هن جي لبن تي ڪا دعا هئي. هن جي اکين ۾ آب هو، اميد جو، آس جو، سڀ ڪجهه هوندي به هن جي دل اداس هئي ڇو جو هن جي گود اڃان خالي هئي.

رستن تي ايندي ويندي ۽ پاڙي ۾، مٽن مائٽن ۾، دوست احبابن ۾ هيءَ جڏهن به ڪو ٻار ڏسندي هئي ته دل حسرت وچان اکين جي رستي آب جا ٻه قطرا ضرور وهائيندي هيس. پنهنجي گود جي گرمي دور ڪرڻ لاءِ اڪثر پاڙي وارن جا ٻار ڪلاڪن جا ڪلاڪ پاڻ وٽ رکندي هئي. ڪين وهنجاري سهنجاري سهڻا سهڻا ڪپڙا پارائيندي هئي. پنهنجن هٿن سان کين کارائيندي هئي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ساڻن کيڏندي هئي ۽ قيمتي رانديڪا ڏيئي کين رخصت ڪندي هئي.

پر آخر ڪيستائين؟ ائين دل جا اڻپورا ارمان پورا ڪندي سدره کي 10 سال گذري ويا. هن جي شايد ئي ڪا دعا اهڙي هئي جيڪا پوري نه ٿي هجي. پر اولاد جي معاملي ۾ موليٰ جي مهر اڃان ما... هئي. ڪاڻ ڪهڙو هوا!!! تنهن جي رب ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن کي به سڌ نه هئي.

الاهي رمزون الله ئي سمجهي، بندي جي ڇا طاقت آهي جو قانونِ قدرت تي چون چرا به ڪري، سو سدره به مولا جي مرضيءَ اڳيان ماٺ هئي.

پر اولاد جي آس دل ۾ ٻاهه جي چڻنگ وانگر ٻرندي هيس. جيئن جيئن ڏينهن گذرندا ويا تيئن تيئن اها چڻنگ شعلي جو روپ وٺندي ويئي.

صبر به آخر ڪيترو صبر؟؟ دعا جو نه پورو ٿيڻ به، آخر ڪيستائين نه پورو ٿيڻ؟ حر

هن دعا نہ پوري ٿيڻ جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ !! سدره رب جي منشا اڳيان حيران هئي ۽ منجهيل سُٽ کي سلجهائيندي ڪيس ورهہ لنگهي ويا پر اجان تائين ڪيس سِرو هٿ نہ آيو.

نيٺ هڪ ڏينهن ممتا مچرجي پئي، سندس صبر و شڪر مٿان، اولاد جي محبت حاوي ٿي ويئي. صبر جو دامن هٿان ڇڏائجي ويس. ماءُ جي ممتا سمنڊ وانگر اٿلي پئي ۽ رب جي حضور ۾ حاضر ٿي سجدي ۾ ڪري شڪايت ڪري ويئي.

آخر ڇو مونکي اولاد کان محروم رکيو اٿئي؟؟ مان صبر نٿي ڪري سگهان!! منهنجي صبر جي هاٺي انتها ٿي ويئي آهي. منهنجي صبر جو ايڏو ڏکيو اذيت ناڪ امتحان نہ وٺ. نہ وٺ منهنجي صبر جو امتحان. ممتا جي تڙپ جو امتحان نہ وٺ مونکان!!!......!!!

۽ سدره سجدي ۾ ڪري، ايترو رُني ايترو رُني جو اکين جو سمورو پاڻي ختم ٿي ويس ۽ اتي ئي ڪيس ننڊ وٺي ويئي.

رب جي رحمت جوش ڪاڌو، هر طرف مبارڪن جا آواز پڪڙجي ويا. خيرو خيرات سان جهول پرجندا ويا. لنگر هلايا ويا، ڪپڙا ورهايا ويا، شڪرانن جا سجدا ادا ڪيا ويا. اکين مان خوشين جا آب جاري ٿي ويا ۽ سدره هڪ خوبصورت پُٽ کي جنم ڏنو.

نوازڻ ۽ خيرات جي راند اجان تيز ٿي ويئي، خيرن سان سدره جو لختِ جگر اک ڇنڀ ۾ 20 سالن جو ٿي ويو. سهيل کي جنم ڏيڻ واري بہ سندس طبعيت کي سمجهي نہ سگهي. سهيل جا شب وروز ڪيئن گذرندا هئا، اها سندس والدين کي بہ خبر ڪانہ هئي، ڪيترا ڪيترا ڏينهن دوستن سان سيرو تفريح جا بهانا ڪري گهر کان غائب رهندو هو. اها سنگت ڪيس گناهن جي ان دلدل طرف ڇڪيندي ويئي جنهن جي واپسيءَ جو رستو ڪنهن کان بہ ڪونہ لڀيو آهي. ڪروڙن جي جائداد جي هن اڪيلي وارث، عياشيءَ جا اهي اڏا کوليا جيڪي ڏينهون ڏينهن شرمناڪ حدن کي لتاڙيندا اڳيان وڌندا ويا. بي حيائيءَ جا اُهي منظر پيش ڪيا، جن جي تصور سان ئي لڳ سسراٽجي ٿي ويا.

چوري، ڌاڙا، ڦرلٽ، خون ۽ زوراوري سهيل جي کبي هٿ جو ڪم هو. هيروئن جي اسمگلنگ جو ڪاروبار بہ سندس عروج تي هو. شراب انهن پيئندو هو جو مهينن تائين ڪيس پاڻيءَ جي طلب ئي محسوس نہ ٿيندي هيس. عياشين ۽ بدڪارين ۾ انهن گم ٿي ويو، جو نہ ڪيس الله جو خوف ٿيندو هو، نہ والدين جي عزت جو احساس، نہ دين جو هوش نہ دنيا جي پرواهہ.

سهيل ڪيترين ئي وارداتن، خونن، زنائن، جي ڪيس ۾ پوليس کي مطلوب هو، پر ابوجهہ پوليس کي ڪهڙي خبر تہ اهو ڇوڪرو شهر جي معزز ۽ قابلِ احترام شخص سيٺ صابر عليءَ جو سڪيلڏو سهيل آهي. ڇو جو سهيل ويس بدلائي وارداتون ڪندو هو.

هاڻي اڪثر نشي جي حالت ۾ گهر ايندو هو. پاڙي وارا سندس حالت تي عجب ڪائڻ لڳا. سدره ۽ صابر عليءَ جو نيڪ ناموس هاڻي مٽيءَ ۾ ملندو ويو. سهيل هاڻي سڀ حدون لنگهي ويو. هيل تائين سهيل جي ڪرتوتن جي سندس والدين کي ڪابہ خبر ڪونہ هئي.

پر جڏهن سندس سڪيلڏي جي ڪرتوتن جي ڪَن سڌ پئي تہ هنن جي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي ۽ نہ ڄاڻيندي بہ سڀ ڪجهہ سمجهي ويا.

ممتا جي محبت حقارت ۾ بدلجي ويئي. پيءُ کي پنهنجي بازوئن تي اعتبار نہ ر...
آخرڪار ٻنهي فيصلو ڪيو تہ سياڻي خود هي ٻئي ڄڻا سهيل کي پوليس جي حوالي ڪندا.

پر انهيءَ رات، سدره جي ڪن تي جڏهن ڪنهن معصوم ڇوڪري جي رڙين جا آواز ...
تہ هي ٽپ ڏيئي بيڊ تان اٿي، آواز سهيل جي ڪمري مان اچي رهيا هيا. سهيل ايتريقدر نيچ حرڪت ڪندو. اهو ... ڪڏهن سوچيو بہ نہ هيو. ڪيس پنهنجي ٽچ تي جيڪو اعتبار هو سو ...

پور ٿي پُري پيو،

پنهنجن هٿن ۾ بندوق کڻي قهرِ خداونديءَ کان اڳ خود سهيل جي لاءِ قهر بڻجي سندس در تي پهتي.

سهيل مان چوان ٿي ته در کول، سهيل ڀڙو اڻ ڀڙو ڪري ڇڏيو، نيٺ بندوق جي ڌڪ سان لاڪ کي ٽوڙي اندر داخل ٿي.

سهيل ڪاوڙ مان ماءُ کي ڏٺو ۽ سندس هٿن ۾ بندوق ڏسي حيران ٿي ويو.

معصوم نياڻي خسته حالت ۾ سدره طرف وڌي ۽ روئيندي سندس سيني ۾ لڪي ويئي. سدره، اهڙو دل ڏاڙيندڙ منظر ڏسي هوش مان نڪري ويئي ۽ ڪيتريون ئي گوليون سهيل جو سينو آرپار ڪنديون گذرنديون ويون. جڏهن بندوق جون سڀئي گوليون ختم ٿيون ته سدره هڪ وڏي چادر سان نياڻيءَ جي جسم کي ڍڪيو ۽ گهر جي سيني نوڪرن کي سڏي چيائين.

هن ڪتي جي لاش کي کڻي ڪنهن گند جي ڍير تي اڇلائي اچو. نوڪرن حڪم جي تعميل ڪئي ۽ ڪروڙن جي جائداد جو اڪيلو وارث، دعائن، فتنن، ڳوڙهن ۽ التجائن سان حاصل ڪيل، مثل ڪتي وانگر گند جي ڍير تي ڪانون جو کاڄ بڻجي ويو.

۽ سدره سجدي ۾ ڪري پئي، اي رب العزت مونکي معاف ڪر، بيشڪ مان تنهنجي ڏوهه دار آهيان. مان ئي ته تو کان اولاد گهري هئي نه، مونکي ڪهڙي خبر ته ايڏي ليٽ چو ٿي رهي آهي! آخر منهنجي دعا قبول چو نه ٿي رهي آهي! مان تنهنجي ٻجهه ۾ هٽ وڌو ۽ منهنجن ڳوڙهن ۽ التجائن جي ئي ڪري تون منهنجي دعا قبول ڪئي. جيڪا منهنجي حق ۾ بهتر نه هئي، بيشڪ تنهنجيون رمزون اسان جي سمجهه کان ٻاهر آهن.

بخش منهنجي ان دعا کي جيڪا مان ناسمجهي ۾ گهري بيشڪ تون جيڪو به، جنهن لاءِ به، بهتر ٿو سمجهين، اهو ئي ڪين عطا ٿو ڪرين، بيشڪ تنهنجي هر رضا جو ڪو راز آهي

۽ مان تنهنجي هر رضا تي راضي آهيان. راضي آهيان مان، بس هاڻي منهنجي توبهه قبول ڪر، پنهنجي رحمت ۾ مونکي پناهه ڏي. مونتي ٻاجهه ڪر، ڏس مان پنهنجن هٿن سان اهڙي اولاد جو خاتمو ڪري ڇڏيو، جيڪو تنهنجن بندن لاءِ مسلسل عذاب هو. بخش منهنجن گناهن کي چو جو مان ئي انهن ڳالهين جي ذميدار آهيان، مونکي نه گهرجي اهڙي اولاد، نه گهرجي، نه گهرجي.

۽ ائين توبهه ڪندي، افسوس ڪندي ۽ روئندي سدره جون اکيون کلي ويون ۽ حيران و پريشان بيڊ تان اٿي ويٺي.

او منهنجا الله، ته ڇا هي سڀ خواب هو!!!!!

شڪر الحمدلله جو حقيقت نه هئي. بيشڪ تون عظيم آهين ۽ تون رحمان و رحيم آهين، تون منهنجي توبهه قبول ڪئي، بيشڪ تون مونکي ايڏي بدنامي ۽ رسوائيءَ کان بچائي ورتو.

سدره، اولاد نه ٿيڻ جي شڪايت ڪندي روئيندي روئيندي ستي هئي ۽ ڇهري تي اولاد نه ٿيڻ جي خوشي سجائي اٿي پوءِ هن سچي حياتي اولاد جهڙي نعمت کان محروميءَ جي خدا سان ڪاهن به شڪايت نه ڪئي هميشه دعا گهرندي اهو چوندي هئي:

اي رب العزت، تون اهوئي ڪر، جيڪو منهنجي حق ۾ بهتر هجي، چو جو انسان پنهنجي ناقص عقل سبب اهڙيون دعائون ٿو گهري، جيڪي قبول نه ٿينديون آهن ته چوندو آهي "الله ته اسان جي ٻڌي ئي ڪونه ٿو" پر هن ڪم عقل ۽ اڻ ڄاڻ کي ڪهڙي خبر ته اهي دعائون هن جي حق ۾، قبول ٿيڻ جي صورت ۾ بهتر ثابت نه ٿينديون.

بس الله! تون اسان کي سمجهه ڏي ۽ سڌو رستو ڏيکار ۽ اُهو ئي ڪر جيڪو اسان جي حق ۾ بهتر هجي. آمين- ثُم آمين.

# "مناجات"

بيشڪ مان تنهنجو خطاڪار آهيان.
مڃان تو تہ مان گنهگار آهيان.
سچي حياتي گذري ذلالت جي درياءَ ۾،
بخشش جو مان تنهنجي اميدوا آهيان.
نفس مون کي پوڙيو، حرص ۽ حوس ۾،
مان بدڪار آهيان بيڪار آهيان.
مصيبت وپريشانين گهيريو آ مون کي،
بيوس ومحتاج ۽ لاچار آهيان.
ڪڏهن ڪو نہ ڪير، ذڪر تنهنجو زبان سان،
تنهنجي هر سزا جو سزاوار آهيان.

پئي هڪ نظر، جو جيون تي پنهنجي،
رنو پنهنجي اعمالن تي لڳاتار آهيان.
مون کي پنهنجي رحمت ۾ هالي پناهہ ڏي،
پشيمان تو آڏو بار بار آهيان.
واسطي محمد ﷺ جي ڪر معاف مونکي،
گناهن تي پنهنجي شرمسار آهيان.

# "نعت"

تنهنجي سونهن جو ڇا اقبال لکان!
تنهنجي جلون جو ڇا جمال لکان!
تنهنجي مرڪ جو ڇا مثال لکان!
تنهنجي قدمن جي ڇا چال لکان!
تنهنجي گفت جو ڇا جلال لکان!
تنهنجي محبت جو ڇا خمار لکان!
تنهنجي نور جا ڇا انوار لکان!
تنهنجي معجزن جا ڇا اسرار لکان!
تنهنجي دشمنن جا ڇا اقرار لکان!
تنهنجي عاشقن جا ڇا اظهار لکان!

تـــوکـــي محمـــد مٿـــو مـنـٿـــار لکـــان!
تـــوکـــي نبيـــن جـــو ســـردار لکـــان!
تـــوکـــي ڇـــا ڇـــا لکـــان ۽ ڇـــا نـــہ لکـــان!!!
تنهنجـــي رحمـــت جـــو ڇـــا احـــوال لکـــان!!!

## "نعت"

آمنـــہ جـــي لعـــل جـــي کهـــڙي مـــان تعـــريـــف لکـــان!
ٿيـــا کـــروڙيـــن انـــوار ظـــاهـــر، کهـــڙا لکـــي کهـــڙا لکـــان!
حليمـــہ تـــي وسنـــدڙ رحمتـــن ويـــرکتـــن جـــا راز لکـــان،
يـــا شـــق صـــدر وقـــت محمـــد ﷺ جـــو مطمئـــن ٿيـــڻ لکـــان.
چـــاچـــي ســـان چمبـــڙي پـــوڻ ۽ زوري شـــام وڃـــڻ لکـــان،
يـــا بحيـــره راهـــب جـــو رستـــي ۾ حيـــران ويـــريشـــان ٿيـــڻ لکـــان.
ڦهليـــو هـــر طـــرف جيکـــو، ســـو نـــور انـــوار لکـــان،
يـــا کـــافـــرن جـــو کيـــس اميـــن وصـــادق چـــوڻ لکـــان.
اٿيـــو جهڳـــڙو حجـــر اســـود جـــو، سمـــورو لکـــان،
يـــا محمـــد ﷺ جـــي دانـــائـــيءَ جـــو ٿيـــو چـــرچـــو ســـو لکـــان.
حـــرا ۾ ويهـــي کـــائنـــات لاءِ ســـوچـــڻ محمـــد ﷺ جـــو لکـــان،
يـــا ظـــاهـــر ٿيـــو جلـــوه نبـــوت ۽ ميـــلاپ جبـــرائيـــل لکـــان.
وحـــدانيـــت جـــو پيغـــام ڏينـــدي، جـــا اذيـــت پهتـــي ســـا لکـــان،
يـــا روز عـــاشقـــان رســـول جـــو اســـلام ۾ داخـــل ٿيـــڻ لکـــان.
اهـــڙا لقـــاءُ ڏســـي، کـــافـــرن جـــا هـــٺ مهٽـــڻ لکـــان،
يـــا عمـــر رضـــہ لاءِ ٿـــي قبـــول، ســـان ســـرور سنـــدي دعـــا لکـــان.
رســـو ڳچـــيءَ ۾ وجهـــڻ يـــا پٺـــيءَ تـــي اوجهـــري رکـــڻ لکـــان،
يـــا محمـــد ﷺ مٿـــي جـــو رت ۾ لعـــل ٿيـــڻ لکـــان.
شعـــب ابـــي طـــالـــب ۾ اذيـــت جـــا ٽـــي ســـال لکـــان!
يـــا معـــراج واري رات جـــي، نـــور پـــري مـــلاقـــات لکـــان.
طـــائـــف وارن جـــو، محمـــد کـــي ڏيـــڻ عـــذاب لکـــان،
يـــا عقبـــہ وارو، اوس وخـــزرج جـــو ســـونهـــارو ســـاٿ لکـــان.
حســـرت وچـــان نظـــرون کڻـــي مکـــي کـــان مـــوکـــلائـــڻ لکـــان!
يـــا منهـــن تـــي مٽـــڙي مـــرک کڻـــي مـــدينـــي ۾ داخـــل ٿيـــڻ لکـــان.
جکـــڙجـــي ويـــا جنهـــن رشتـــي ۾ اهـــو رشتـــو اخـــوت جـــو لکـــان،
يـــا ميثـــاق مـــدينـــہ جـــا جيکـــي ٿيـــا اثـــرات ســـي لکـــان.
هـــر طـــرف ٿيـــو آواز بلنـــد، حـــق وصـــداقـــت جـــو لکـــان،
يـــا هـــر کنهـــن مجيـــو، محمـــد کـــي ســـردار ســـو لکـــان.

مڪي جي ڪافرن جي ڀڄرئين مديني تي للڪار، لڳان.
يا محمد ﷺ جي جا تي قبول، سا سجدي ۾ فتح لاءِ دعا لڳان.
تي شان سان ڪيئن فتح اسلام جي لڳان!
يا ٽيو جيڪو ڪارو منهن ابوجهل ۽ ابوسفيان جو لڳان.
ٻيهر سنيري اچڻ ڪافرن جو اُحدَ ۾ لڳان،
يا حمزه رضہ جي جيري ڪي، هنده جو چٻائڻ لڳان.
محمد ﷺ جو ٻڪ ڪان، پيٽ سان ٻڌڻ پٿر لڳان،
يا خندق ۾ ڪافرن مٿان، جيڪو ٽٽيو عذاب سو لڳان.
شوق زيارت ۾، مڪي وڃڻ محمد جو لڳان،
يا حسرتن ڀريان حديبيہ تان، مديني موٽڻ جو لڳان.
جنهن وقت ٿيو مڪو فتح، اهو مبارڪ ڏينهن لڳان،
يا الله جي منڪرن جو، اسلام ۾ داخل ٿيڻ لڳان.
هر طرف جيڪي الله اڪبر جا نعرا ٿيا بلند سي لڳان،
يا محمد ﷺ جو ڪعبي اندر شڪراني جو ادا ڪيل سجدو لڳان.
پنهنجا حاضر، پراوا حاضر، حاضر سڀ دوست دشمن لڳان،
يا الله جي رسول جو آخري ڏنل خطبو لڳان.
ڇا منظر هو، ڇا ندامت هئي، ڇا هر ڪنهن جو مان حال لڳان!!
يا پنهنجي پنهنجي توبهہ ۾، هر ڪنهن جي اک اشڪبار لڳان.
چرچو ٿيو اٿين محمد جو، ڇا زمين لڳان ڇا آسمان لڳان،
پڙهي ٿو صلواة مٿس ڇا يار لڳان ڇا اغيار لڳان،

"نوحہ"

آڪاش اهو منظر ڪيئن سٺيو هوندو،
فاطمہ جو جگر جڏهن شمر ڪٽيو هوندو.

ڪيئن نڪتو هوندو چنڊ ۽ تارا چمڪيا هوندا،
جڏهن بيبين جي چادرن کي غاصبن ڪسيو هوندو.

قيامت بہ ان قيامت تي لرزي هوندي،
جڏهن ڪربل ۾ ڀرين خيمو لٽيو هوندو.

ڪوثر جا مالڪ جڏهن پياسا مريا هوندا،
تہ سمنڊ بہ پنهنجو سينو ڪٽيو هوندو.

هت ڪي آ ڇا مجال جو حسين جو ڪنڌ ڪپي،
رب ڪي شايد انهين ئي ڪرڻو هوندو.

شايد ور ڪو پيش ڪري، اهڙي قرباني جو مثال،
گر هوندو بہ ڪو، تہ اُهو زهريٰ جو جو لعل هوندو

••••••

"نوحہ"

بطحہ جو لٽيو قافلو ڪرب و بلا ۾،
زهرا جو ڪٺو لاڏلو ڪرب و بلا ۾.

حق اڳيان، باطل نيٺ هارائي ويو،
اسلام جو ٿيو سر بلند ڪرب وبلا ۾.

مولا جي مرضيءَ آڏو سر ڏيڻ جو ڇا شان هو،
شهادت جوٿيو حق ادا ڪرب وبلا ۾.

هڪ هڪ ڇٽو ناني جي دين تي قربان ٿيو،
قرب جو ٿيو قرض ادا ڪرب وبلا ۾.

فاطمہ جا لعل سڀ ليٽندا ويا خاڪ تي،
مٽيءَ کي اها عظمت مللي ڪرب وبلا ۾.

سڀ ڪجهہ لٽائي پوءِ بہ هئي بانو سرخرو،
صبر و استقلال جي هئي انتها ڪرب وبلا ۾.

پيٽ هيو خالي ڪنهن کي ڦڙو بہ نہ مليو پاڻيءَ جو،
آلِ محمد جي نفس جو هو امتحان ڪرب وبلا ۾.

ڪوثر جا پياڪ، پياسا موٽيا ساحل تان تنهنجي اي فرات،
قسمت ٿي ڪاري تنهنجي ڪرب وبلا ۾.

اصغر جو ڪچڙو سينو تير سهي خاموش ٿيو،
رباب جو ٿيو پينگهو خالي ڪرب وبلا ۾.

گودين ۾ پالي جن کي ڪيو وڏو امڙين،
ڪيو دفن تن کي هٿن سان ڪرب وبلا ۾.

ڪڏهن نہ ستي وري سڪينہ بابا جي سيني تي
ننڊ بہ موڪلايو حسين سان گڏ ڪرب وبلا ۾.

ڪتان آئي ڪفن، ڪينن ڪري پاءُ کي دفن،
بي ردا ٿي ويئي زينب ڪرب وبلا ۾.

ويندي ويندي سجدو جيڪو ابن علي ادا ڪيو،
بندگيءَ کي بخشي زندگي ان ڪرب وبلا ۾.

•••••••

"گيت"

# گلاب

گلن جو سردار گلاب،
رنگن جو شاهڪار گلاب.
هر رنگ جو ميلاپ هي،
ڳاڙهو، پيلو، ڪارو گلاب.
جسم پريل اٿس ڪنڊن سان،
تہ بہ باغن ۾ مشڪي گلاب.
فنا ڪري پنهنجي وجود کي،
ورهائي اسان ۾ خونِ گلاب.
خوشي غمي، رنج والم،
سيج جو بہ سينگار گلاب.
چوي ڪو لب، ڪو چوي ڳل گلاب،
بيان ڪري ڇا "وفا" هت حقيقت گلاب.

# "ڪوئل"

ڪوئل ڪوجهي آهه ڪاري ڪاري،
پر ڪوڪ سريلي اٿس ڏاڍي پياري.
مهڪي ۽ چهڪي ٿي باغن ۾،
گهر آهه جنهن جو وڻ جي ٽاري.
ساوڻ آيو ته سندس ڪوڪ سان،
ڪون ڪري ٿي دنيا ساري.
اطلاع ڪري ٿي اسئين مينهن جو،
ڪڪر به ڪن پوءِ وسڻ جي تياري.
ٻار، ٻچا، جوان توڙي پوڙها،
خوش ٿين سڀ هاري ناري.
باغ، باغيچا سڀ مهڪي اٿيا،
دنيا پاتي چڻ چادر سائي.
شڪر خدا جا ۽ لک ٿورا،
جنهن اسان جي گرم ڌرتي ٺاري.
ڪوئل جي ان هڪ ئي ڪوڪ،
دنيا ۾ آندي هر هنڌ بهاري.

# "پيارو ٻار"

پيارن ۾ پيارو ٻار آن تون،
وطن جي اکين جو ٺار آن تون.
خدا دشمن آڏو نه تنهنجي ڪري،
يارن جي يارن جو يار آن تون.
چمن وگلستان مهڪي ٿو تنهنجي ڪري،
وطن منهنجي جو گلزار آن تون.
ڪوڙ ٻولين نه ڏين گار ۽ گند،
سچن سالڪن جيان سچار آن تون.
دولت ۾ پلجي ۽ نپجي تون ته به،
غريبن جي غمن جو غمخوار آن تون.
وڏن جي حڪم اڳيان ڪنڌ تو جهڪائين،
پنهنجي بزرگن جو فرمانبردار آن تون.
پڙهائيءَ ۾ اڳرن کان اڳرو تون،
پنهنجي استادن جو وقار آن تون.
پوءِ ڇو دل خوشيءَ ۾ نه جهومي،
منهنجي مستقبل جو معمار آن تون.
خزائن جو ڪڏهن نه توتي پاڇو پوي،
منهنجي چمن جو سدا بهار آن تون.

خدا تنهنجي اها آس پوري ڪري،
جنهن شوق ۽ جوش سان تمنار آن تون.

# "بهار آيو"

بهار آيو نکهار آيو
روح کي عجب قرار آيو.
ڌرتي ساوا ويس ڪيا،
گل وگلزار مهڪي اٿيا
رنگن جي ٿي چوطرف بارش.
بهار آيو نکهار........
روح کي عجب.........
چنبيلي، موتيو، ڪنول، گلاب،
ڏسو يارو باغن جو شباب،
خدا رکي اهو حسن صحتياب.
بهار آيو..............
روح کي...............
خوشيءَ ۾ جهولي تاري تاري،
هڪ ٻئي مٿان ٿين واري واري،
ٽڪرجن مٿا تہ چون ساري ساري.
بهار آيو..............
روح کي................
طوطا، ڪوئل، مينا بلبل،
گيت ڳائن ٿا پل پل،
سُرن جي ٿي ويئي جل ٿل جل ٿل.
بهار آيو...............
روح کي................
چانڊوڪيءَ ۾ چمڪن ستارا،
روز روز ڏسي اهڙا نظارا،
گذري نہ وڃن هي ڏينهن پيارا.
بهار آيو .............
روح کي................
هني، روفي ۽ هاشم يار،
اچو تہ گڏجي اسان ٻہ ڳايون،
گيت آمد مند بهار.
بهار آيو..............
روح کي.........  ...

بهار آيو نکهار آيو
روح کي عجب قرار آيو.

# "وطن اسان جو"

هي وطن اسان جو آهه،
هي چمن اسان جو آهه.
اسان آهيون نگهبان أن جا،
اهو وقار اسان جو آهه.
تن ڏن قربان ان تان،
اهو کر اسان جو آهه.
کنڌ جهکندو نه غير اڏو،
اهو ايمان اسان جو آهه.
گدا نه ٿئي شاهه جي زيردست،
اهو جهاد اسان جو آهه.
کيو نعرو بلند محبت جو،
اهوئي نصب العين اسان جو آهه.
سر سبز، گل وگلزار رستو،
اهو گلستان اسان جو آهه.
کري هر کو محبت جنهن سان،
اهو نشيمن اسان جو آهه.
سک ئي سک جت ڏسين "وفا" هر دم،
اهو پاکستان اسان جو آهه.
هي وطن اسان جو آهه،
هي چمن اسان جو آهه.

# "ماءُ جي تمنا"

تون ئي منهنجي خيالن جي تصوير آهين،
تون ئي منهنجي خوابن جي تعبير آهين.
سکون دل جو تون آن ۽ راحت به تون،
منهنجي دل جي خواهش ۽ اميد آهين.
جگ مگ جگ مگ چمکين سدا تون،
تون ئي منهنجي جڳ جو تارو آهين.
ڏسي تو کي ٿئي ٿي تسکين دل،
تون منهنجي جذباتن کان ناواقف آهين.
وڻندا گذري ڏکيا سي هي ڏينهڙا،
تون ئي منهنجي مستقبل جو معمار آهين.

خوشيون تنهنجي چوگرد سدا پيون جهومن،
تون منهنجي دعائن جو حاصل آهين.
وڏو ٿي ملڪ مٿان ٿين قربان تون،
اهائي منهنجي زندگيءَ جي تون تمنا آهين.

## "وقت جو قدر"

وقت سان اٿجي، وقت سان سمهجي.
وقت سان پڙهجي وقت سان ڪيڏجي.
سڄو ڏينهن جاڳي بيمار نہ ٿجي.
سڄو ڏينهن سمهي سست نہ ٿجي.
سڄو ڏينهن پڙهي جڏو نہ ٿجي.
سڄو ڏينهن ڪيڏي خراب نہ ٿجي.
وقت جو هميشه يارو قدر ڪجي.
هروڀرو وقت جو زيان نہ ڪجي.
اهو قول هر دم ذهن ۾ رکجي.
پوءِ منزل طرف قدم کڻجي.

## "سچار ٻار"

مان آهيان هڪ ننڍڙو ٻار،
سچ سان رکندو آهيان پيار.
ڪوڙ سان اصل پئي ڪا نہ منهنجي،
ڇو ٿيان ڀلا مان هِت هُت خوار.
ڪوڙي کي ته هرڪو ٿو ڌڪاري،
اهڙي خواريءَ لاءِ مان ناهيان تيار.
ڪوڙ ڳالهائڻ مان هٿ ڇا ايندم،
هٿان وڃائيندس مان سڀ دوست يار.
ڪوڙي ۽ ڪوڙ سان ڀلا منهنجو ڇا؟
مان تہ آهيان سچ جي ٻيڙيءَ تي سوار.
مان آهيان هڪ ننڍڙو ٻار،
سچ سان رکندو آهيان پيار.

## "آزاد نظم"

### "جهرڪي"

منهنجي ڪمري جي هڪ ڪڙڪي
رهي ٿي جنهن ۾ خوبصورت جهرڪي
چون چون ........
صبح جو سندس مٺڙي آواز تي
مان هميشه اٿان ٿي
ڪچي ننڊ مان
پر مان ڪڏهن به هن جي جنت
تباهه نه ڪئي.
هاڻي مان مانوس ٿي ويئي هيس
چون،چون،چون،
هي ڇا!!!
اڄ خلافِ معمول
ايترو شور ڇو پئي ڪري
جهاتي پائي ڏٺم
اف خدايا-!!
ان جي جنت فرش تي
۽ منهنجي پاليل ٽوني (ٻلي)
ان جو وات رت ۾ لعل-!!!
جهرڪيءَ جو لعل جباڙي رهي هئي
۽ مٿي ڪڙڪيءَ جي تاڪ تي
جهرڪي پنهنجي لعل جو ماتم ڪري رهي هئي
هڪدم جهرڪي مون ڏانهن نهاريو
خونخوار نظرن سان
مان ڏڇي ويس!!!
نه- نه- !!!.....
اف خدايا هي ڇا ٿي ويو..!!!.......!!!....
سال گذري ويا-....... -....-
وري چون، چون، چون
وري هي ڇا!
جهاتي پائي ڏٺم
هڪ خوبصورت جهرڪي
پنهنجي جنت ٺاهڻ ۾ مصروف
هيڏانهن هوڏانهن نچي نچي
خوشي خوشي ڪَکَ ڳَڏ ڪرڻ لڳي
نه- نه هاڻي اهو ظلم نه ٿيندو
مان اٿيس!!
تکڙا تکڙا قدم کڻي
ٽوني- ٽوني
مان تلخيءَ سان پڪاريو
مياؤن مياؤن
۽ هوءَ منهنجي پيرن کي چمڻ لڳي
مان حقارت وچان هن کي ڏٺو
۽ هميشه هميشه لاءِ
ڪيس پنهنجي نظرن کان دور ڪري ڇڏيو

چون - چون - چون
ڪيترائي آواز خوشيءَ وچان پئي ٻڌا
هاڻي
شايد پنهنجن ٻچن سميت
مون کي دعا ڪري رهي هئي
مون ڏي محبت سان ڏسي رهي رهئي
مان اڄ ڪيتري نه خوش آهيان
اڄ نه منهنجي به دل تي چوي نه
انهن سنگ ڳايان
سندن سرن سان سر ملايان
ها- ها اڄ مان ڏاڍي خوش آهيان
چون - چون- چون



## "نيڙو"

ايڏو سستو ايئن!
کڻهه پئسن جي عيوض
وڪڻي هر انسان.

ڪلنڊڙ مهڪنڊڙ رنگين چهرا
پر اندران،
روئينڊڙ ڪومايل بي رنگ چهرا.

پنور پنور زندگي
ذهن ذهن گندگي،
هت انسان جي آ بندگي!

نظر ڪٿي به اچي نٿي سچائي
اها تنهنجي نه منهنجي
پر سڄي جڳ جي آ رسوائي!

ايڏي بناوت ايڏو ڊوکو؟
اي انسان! مري وينديئن،
هِت نه چونڪارو پر هُت سوکهو.

دلين ۾ پلجن ڪوٽ
نفرتن ۽ ويڇن جا،
ورهائجن پيا نوٽ.

ڪائنات جي ڪنهن اهڙي نڪر جو
مون کي ڪو ڏي پتو
جتي هر پل هجي سچ جو.

اڃا اڃا ۽ اجرا
مٽيءَ جا هي پتلا،
اخلاق جا ڪيڏا نه ٻچڙا.

هر هنڌ محبت جو پرچار ڪبو
پل اچن راهن ۾ هزار ڪنڊا
نفرت کي هاڻي خوار ڪبو.

خيال سڀ اونچا آهن
منهنجي ديس جي داسين جا
حال سڀ هيٺان آهن!

هر ڪم کان پهرئين سوچ ڪجي
ائين نه ٿئي جو پوءِ
ڪٿي پنهنجي تي روح راڙو ڪجي.

ڪوڙي دوست جي خوشامنديءَ کان بچ
ڪڏهن ٻڌ دشمن جي به
جيڪو چوي ٿو سچ.

ڪهي اچي جڏهن دشمن تڏي تي
سڀ رنجشون وساري
مرڪون آڇجن ڇهري تي.

قول ڪري نه وساريو
زندگي رهي نه رهي
واعدو پنهنجو نڀايو.

اونداهيءَ کي اڄو ته ختم ڪريون
ڪارڻ ڪارڻ پاڇن کي
علم جي سوجهري سان روشن ڪريون.

حاصل ٿيندو ڇا وقت ائين برباد ڪري
ڪم ڪو اهڙو ڪجي،
جو دنيا ياد ڪري.

## "چوسٽا"

اسان ته محبت جا پيامبر آهيون.
قرب ورهائي، نفرت جهولي جهلينڌا آهيون.
گلن ساڻ سيجون سجائي پين ڪاڻ،
پاڻ پل پل ڪنڊن ساڻ گهارينڌا آهيون.

---

رب جو سارو نظام عجب آ،
هر آدم عجب هي سڀ عجب،
جيرت قدرت جي تخليق تي مان،
هر انسان هي شيطان عجب.



# تعارف

ادي غلام سڪينہ شيخ ۱۹۸۲ع کان ٻارڙن لاءِ ڪهاڻيون ۽ گيت لکڻ شروع ڪيا. هينئر تائين سندس ٥٠ کن آکاڻيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. پاڻ ساڳئي وقت گورنمينٽ گرلس ڊگري ڪاليج حيدرآباد ۾ مسلم هسٽريءَ جي ليڪچرر پڻ آهي. پاڻ نہ فقط مسلم هسٽريءَ ۾ بلڪ سنڌيءَ ۾ پڻ ايم اي ڪئي ائائين ۽ پوزيشنون ڪئيون ائائين.

ادي غلام سڪينہ جي عمر جيان سندس شاعريءَ ۽ ڪهاڻين جي عمر بہ جيتوڻيڪ ننڍي آهي پر سندس هر شاعريءَ ۽ ڪهاڻيءَ ۾ نت نوان سبق، نت نيون امنگون ۽ سوچون ۽ ڪيترائي پختا ۽ وزندار احساس سمايل آهن. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ادي غلام سڪينہ نہ فقط نئين ٽهيءَ جي امنگ ڀري ڪهاڻيڪار ۽ شاعره آهي مگر هوءَ فن ۽ ان جي گهرائيءَ ڏانهن تيزيءَ سان وڌي رهي آهي.

ادي غلام سڪينہ جي ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل ڪاوشات جو هي پهريون مجموعو آهي جيڪو هن سنڌي قوم جي مستقبل جي معمارن لاءِ تحفو ڪري پنهنجي سمجهہ ۽ ڏاهپ جو حق ادا ڪيو آهي.

(ڊاڪٽر حافظ عبدالغني شيخ "عادل")
استاذ- شعبہ عربي
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڏڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)